# ڀنڀور ۽ ديبل

ڀنڀور جي تاريخي ماڳ تي
”ڀنڀور نيشنل سيمينار 1983ع“
۾ پڙهيل مقالن جو مجموعو

سهيڙيندڙ:
**عبدالقادر منگي**




**ٺٽو پبليڪيشن**
مڪلي، ضلعو ٺٽو
1993ع

# ”ڀنڀور ۽ ديبل“

(ڀنڀور نيشنل سيمينار 1983ع جي موقعي تي پڙهيل مقالن جو مجموعو)

پهريون ڇاپو: 1986ع
ٻيون ڇاپو: 1993ع

ڇپائيندڙ: عبدالقادر منگي، ٿر پبليڪيشن، مٺي، ضلعو ٿر.
ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: سنڌ ٽيڪ ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر حيدرآباد سنڌ
(ڪمپيوٽر آپريٽر: راڻو ميگهواڙ ۽ حسين سومرو)
ڇاپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي فون 7737290
ٽائيٽل ڊزائين: خدابخش ابڙو

**قيميت 00-75رپيا**

**BHAMBHORE AIN DAIBUL (In Sindhi)**

Compiled and Edited by Abdul Qadir Mangi

{ A collection of Research articals of scholarship contributed to the "Bhambhore National Seminar-1983" to highlight important archaeological Site of "Bhambhore" Popularly identified with "Daibul" in Thatta District of Sindh Province of Pakistan}

Printed by: Azad Communications, Karachi- Ph 7737290
Published by Abdul Qadir Mangi, Thar Publication Mithi, District Thar.

Ist. Edition 1986 (Copies 1000)
2nd Print 1993 (Copies 1000)
Title designed by Khnda Bux Abro

**Price Rs. 75.00**

# انتساب

سنڌ جي عظيم محقق ۽ قابل فخر تاريخدان

## پير حسام الدين راشدي

(مرحوم)

جي مبارڪ نالي سان منسوب.

سنڌ جي تاريخ تي تحقيق سان گڏ تحقيقي سرگرمين جي
همت افزائي ۽ قدر شناسي، پير صاحب مرحوم جو
خاص شيوو رهيو

ع. ق. م.

# فهرست


| | | |
|---|---|---|
| * پهرين ڇاپي جا ٻه اکر | عبدالقادر منگي | نَو |
| * ٻه اکر ٻيون ڇاپو | عبدالقادر منگي | يارهن |
| * مهاڳ پهريون ڇاپو | غوث علي شاهه | تيرهن |


**حصو پهريون:**

## تاريخ ۽ آثار قديمه


| | | |
|---|---|---|
| 1- ڀنڀور- ديبل جو ماڳ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ | 1 |
| 2- ڀنڀور- ديبل جو ماڳ | ڊاڪٽر ايف- اي خان | 6 |
| 3- ڀنڀور | حڪيم محمد سعيد | 17 |
| 4- ڀنڀور يا ديبل | ڊاڪٽر لوئيس فليم | 30 |
| 5- ڀنڀور ۽ سندس کوٽائي | ممتاز راشدي | 34 |
| 5- ڀنڀور- هڪ بحث | مظهر يوسف | 39 |
| 6- ديبل سامونڊي بندر | ڊاڪٽر حميده کهڙو | 44 |
| 7- ڀنڀور- جاگرافيائي بيهڪ ۽ تاريخي پس منظر | ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي | 47 |
| 8- ڀنڀور جي واپار جو تاريخي جائزو | عزيزه چنه | 55 |
| 9- ڀنڀور مان لڌل ڪتبا | عبدالله ورياهه | 66 |
| 10- ڀنڀور- اڳاٽي اسلامي دور جي ڪوزه گري | مسرت مرزا | 76 |
| 11- ديبل جي تاريخيت | حافظ ارشد انڊڙ | 80 |
| 12- هيڏا هاڃا ٿين | مريم مجيدي | 96 |
| 13- ڀنڀور- تاريخ جي آئيني ۾ | تاج صحرائي | 102 |
| 14- ڀنڀور تاريخ جي آئيني ۾ | احسن جوکيو | 112 |
| 15- ديبل جي کوٽا | ولي محمد ظاهرزادو | 123 |
| 16- ديبل جي کوٽا ۾ (ڀنڀور جي کوٽائي) | شيخ خورشيد حسن | 127 |
| 17- ڀنڀور جو اسلامي طرز وارو شيشي جو سامان | ڊاڪٽر محمد رفيق مغل | 136 |

## حصو ٻيو

# ادب ۽ ثقافت


| | | |
|---|---|---|
| 18- ڀنڀور جا آثار: سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جو مطالعو | ڊاڪٽر غلام علي الانا | 145 |
| 19- منهنجو ڪچاڙو، ڀيڻ ۽ هن ڀنڀور ۾ | علي احمد بروهي | 157 |
| 20- ڀنڀور: هڪ علامت | مهتاب اڪبر راشدي | 161 |
| 21- قصو سسئي پنهون جو ۽ ڪجھ حقيقتون | مير محمد بخش خان ٽالپر | 167 |
| 22- برو هو ڀنڀور آرياڻيءَ اُجاريو | پروفيسر امينا خميساڻي | 172 |
| 23- ڀنڀور ۽ ٻاروچي ٻولي | ڪمتر نقوي | 177 |
| 24- آرياڻي اتور | معمور يوسفاڻي | 183 |
| 25- قديم لکيتون ۽ ڀنڀور | هدايت پريم | 206 |
| 26- ڀنڀور جي معاشرت، شاھ جي رسالي ۾ | ڪريم بخش خالد | 214 |
| 27- سنڌ جي بين الاقوامي تجارت جو قديم مرڪز: ڀنڀور | ايم- ايچ- پنهور | 223 |

# پهرين ڇاپي جا ٻه اکر

’ڀنڀور نيشنل سيمينار- 1983ع‘ ۾ پڙهيل عالمانه مقالن جو هي مجموعو ’ڀنڀور ۽ ديبل‘ نالي ڪتاب جي صورت ۾ علمي حلقن ۽ عام پڙهندڙن آڏو پيش ڪندي دلي مسرت محسوس ٿي رهي آهي.

ڀنڀور سيمينار جي انعقاد جي موقعي تي اهو پڻ فيصلو ڪيو ويو هو ته ان ۾ پڙهيل مقالا بعد ۾ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيا ويندا. ان قسم جا ارادا، دراصل هر سيمينار جي موقعي تي ظاهر ڪيا ويندا آهن، پر عام طرح ٿيندو هيئن آهي، جو بعد ۾ پوئواري گهٽ ٿيندي آهي. مون کي بجا طور تي خوشي آهي، جو دير سان ئي سهي، پر مقالن جي مجموعي جي هن ڪتاب شايع ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي آهي. هنن مقالن جي اشاعت هيءَ اڄڻ جي ڪهڙي ۽ ڪيتري اهميت آهي، ان بابت جيئن ته علمي حلقن کي پورو پورو اندازو آهي، ان ڪري آءٌ ڪنهن تفصيلي تشريح ۾ وڃڻ ڪونه ٿو گهران. مون کي يقين آهي ته سنڌ جي هڪ بيحد اهم تاريخي ماڳ ’ڀنڀور‘ تي آئنده جو محقق جڏهن مزيد تحقيق ڪرڻ لاءِ آغاز ڪندو، ته اسان جي هن نماڻي ڪوشش کي ضرور سامهون رکندو.

هن ڪتاب ۾ اسان فقط تحقيقي مقالن کي شايع ڪيو آهي ۽ آخر ۾ الف ب وارو ڏسڻي (INDEX) درج ڪئي آهي. مواد جي پرک لاءِ پڙهندڙن جو رايو وڌيڪ اهمت وارو ٿيندو. مان صرف ايترو عرض ڪندس ته ڀنڀور ۽ ديبل تي هيترن تحقيقي مقالن کي ڪڏهن به گڏ ڪري شايع نه ڪيو ويو آهي. ترقي يافته ادبي دور ۾ ڏسڻي جي موجودگي ڪتاب کي وڌيڪ فائديمند بڻائيندي.

ڊاڪٽر محمد رفيق مغل ۽ شيخ خورشيد حسن جا مقالا سيمينار ۾ ڪونه پڙهيا ويا هئا، پر جيئن ته انهن مقالن ۾ ڀنڀور بابت قيمتي مواد موجود آهي، ان ڪري اسان کي اهي ٻئي مقالا هن ڪتاب ۾ درج ڪيا آهن. ٻئي صاحب، آثار قديمه جا ماهر آهن ۽ ڀنڀور جي کوٽائيءَ سان

سندس ويجهو ذاتي واسطو بہ رهيو آهي.

سنڌ جي ادب نواز ۽ علم دوست چيف منسٽر عاليجناب جسٽس (رٽائرڊ) سيد غوث علي شاهه صاحب جو آءٌ نهايت ٿورائتو آهيان، جو پاڻ مهرباني ڪري، هن ڪتاب لاءِ قيمتي مهاڳ عنايت فرمايائون، جنهن سان يقيناً ڪتاب جي افاديت ۾ اضافو پيدا ٿيو آهي.

مان جيڪڏهن محترم قلي بخش رند، تڏهوڪو ڊپٽي ڪمشنر ٺٽہ جو ٿورو نہ مڃيندس تہ پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي ڪندس، جنهن جي سڌي رهنمائي ۾ ڀنڀور سيمينار- 1983ع جي ڪاميابي ممڪن ٿي ۽ بعد ۾، لنڊن ۾ هوندي بہ، وقتاً فوقتاً هن ڪتاب جي اشاعت ۾ دلچسپي وٺندي، ان جي ڇپائيءَ لاءِ همٿايو ۽ زور ڀريو.

اسان انهن سڀني مهربان سائين جا بہ ٿورائتا آهيون، جن جي سهڪار سان سيمينار منعقد ٿيو ۽ هاڻي ڪتاب کي ڇپائي پيش ڪرڻ ممڪن ٿيو.

اميد آهي تہ هن ڪتاب کي، ملڪ جي علمي ۽ تحقيقي حلقن وقت قدر جي نظر سان ڏٺو ويندو.

سجاول
20 جولاءِ 1986ع

- **عبدالقادر منگي**

# ٻه اکر

مون لاءِ ڪتاب، 'ديبل ۽ ڀنڀور' جي هيءَ ٻين اِشاعت، نهايت ئي سَرهائي ۽ سڪون جو ڪارڻ آهي.

هن ڪتاب جي اهميت ۽ اَفاديت جو اُن وقت ٻه پورو پورو اَحساس هئم، جڏهن پهريون ڀيرو، 1986ع ۾ سهيڙي پريس جي حوالي ڪيو هئم. پر 1986ع کان گهٽو پوءِ، جڏهن پڙهندڙن جي وٽندڙ راين کان آگاهي ٿيم- تڏهن هن ڪتاب جي اهميت ۽ اَفاديت ٿهائين شدت سان محسوس ٿي. اصل ۾ "ديبل ۽ ڀنڀور" ۾ شامل مقالن جي سونهن، سوڀيا، ٻوليءَ جي خوبصورتي، تحقيق جي ڏس ۾ سرگرمي ۽ برجستگي، تاريخ ۽ تاريخي ماڳن سان گهري محبت، ۽ لڪل حقيقتن تان نقاب ڪُشائيءَ جو (جنونيت جي حد تائين وارو) عشق ئي آهي، جنهن پڙهندڙن، خاص طور تي تحقيق ۽ تاريخ جي طالبن جي ڀرپور توجهه حاصل ڪري ورتي. پر جيئن ته هڪ وڏي عرصي گذرڻ ڪري ڪتاب ناياب ٿي ويو- ۽ سڌ پئي، ته ڪتاب ماڳين ئي اڻ لڀ ٿي چڪو آهي. تڏهن سوچيوسين، ته ڀيهر ڇپائجي- پر پهريان کان وڌيڪ جاذب ۽ خوبصورت انداز ۾- منهنجو هيءُ جذبو، اصل ۾ اُنهن مهربان لکندڙن جي محنتن ۽ محبتن کي خراج- عقيدت ۽ خراج- تحسين آهي. هن ڏس ۾ آءٌ پاڻ کي نهايت خوش نصيب ٿو سمجهان، جو اسان جا اديب شاعر، دانشور توڙي عالم ۽ اسڪالر مون تي سدائين مهربان ۽ مشفق پئي رهيا آهن. مون جڏهن ٻه ۽ جتي ٻه شوق جي شمع ٻاري؛ هو وڏيون وڏيون منزلون لتاڙي هر حال ۾ پروانن جيان اچي ڳاهٽ ٿيا- ۽ منهنجن اُڏمن ۽ اُميدن جو سدائين ڀرم رکيو. آءٌ سندس محبتن ۽ عنايتن جي موٽ، لفظن ۾ ڏئي

نتو سگهان- بهتر ٿيندو جو عظيم شاعر لطيف سائينءَ جي هن اَملهه سٽ جو سَهارو وٺان، تہ:

ٽورا نہ ٽورا! مونتي ماروئڙن جا.

آءٌ انهن سڄڻن جو پڻ شڪر گذار آهيان، جن هن ٻي ڇاپي جي اشاعت جي سلسلي ۾ مون سان ڀرپور سهڪار ڪيو.

علم، ادب- ثقافت ۽ تهذيب جو ادراڪ رکندڙ هستين وٽ تحقيق يا کوجنا جي ڪيتري قدر و قيمت آهي، اِها ڳالهہ ڪا لڪل ڇُپيل ناهي- سچ تہ اُهي شخص خوش بخت بہ آهن، تہ سجاڳ ۽ سچاڻ بہ- جيڪي ميساريل ماضيءَ جي شاندارين يا المناڪين سان حال جي حالتن سان نہ فقط رشتو جوڙيو اچن، پر پنهنجي ماضيءَ جي سونهن سوڀيا، ترقي ترويج، جمالياتي ذوق، ڪائناتي ادراڪ ۽ اعليٰ ترين هنري ۽ علمي سُڌ ۽ سگهہ ڪي موجوده دور جي سُرت، هوش مندي ۽ واڌ ويجهہ سان ڀيٽي، پنهنجي تعميري، تعليمي ۽ تخليقي ڪمال ۽ زوال جي نشاندهي ڪن ٿا- ۽ پنهنجي ماضي بعيد جي اِتهاس جا وکري وَيل سونا روپا ورق، اَڄ تڪ جاڪوڙ سان پنهنجي منقطع ٿيل تعلق کي ڳنڍڻ لاءِ جيءَ جانِ سان جتن ڪري رهيا آهن- اهڙن ئي مٽيادار ماڻهن ۽ تاريخساز هستين کي هڪ جاءِ ڪري ميڙا مچائبا- سِڪ ۽ سَنيهہ جا سيمينار سَڏائبا ۽ محبتي پيا ميڙبا- ڇاڪاڻ جو مِڙڻ ئي محبتن جو ثمر و مِظهر ۽ ايڪي، ٻَڌيءَ جي علامت ۽ اُهڃاڻ آهي.

جدائي ناهي- سدائين گڏ.

اوهان جو

عبدالقادر منگي

مئي- اپريل 1993ع

# ڀريل ڇاپي جو مهاڳ

اپريل 1983ع ۾، سنڌ جي هڪ مشهور تاريخي ماڳ 'ڀنڀور' بابت، ڀنڀور جي قديم آثارن لڳ هڪ سيمينار ڪوٺايو ويو، جنهن ۾ ملڪ جي ممتاز عالمن ۽ محققن، هن اهم آڳاٽي مقام جي تاريخي ۽ تهذيبي حيثيت اجاگر ڪرڻ لاءِ سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ پنهنجا گرانمايہ تحقيقي مقالا پڙهيا ۽ شاعرن پنهنجن جذبن جو اظهار ڪيو.

سنڌ جي قديم تهذيبي مرڪزن ۽ شهرن مان، ڪيترن هنڌن تي زندگيءَ جا ٿورا ڪي گهڻا اهڃاڻ نظر ايندا رهندا آهن، پر رڳو ڀنڀور ئي آهي، جتي شهر خموشان واري ويراني نظر اچي ٿي. ڀنڀور جي ڀاڱن تي صدين کان مٽي ۽ واري وسندي رهي آهي! حالانڪ سنڌ جي سرتاج شاعر حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليہ ۽ ٻين وڏن ڪلاسيڪي شاعرن، پنهنجي زنده جاويد ڪلام ۾ 'ڀنڀور' کي هڪ خاص اُڪير ۽ محبت وچان گهڻي ۾ گهڻو ڳايو آهي. اهڙي آڳاٽي ۽ اهم، پر صدين کان وساريل ماڳ تي، تاريخ ۾ پهريون ڀيرو زندگي جا آثار پيدا ڪيا ويا ۽ هڪ پر وقار ادبي مجلس ڪوٺائي، ان جي اهميت کي ورجايو ويو. ان نيڪ ڪم ۾ گهڻن ئي علمي ادبي شخصيتن ۽ علمي ادارن، ٺٽي ضلعي جي مختلف مڪاني ڪائونسلن جي سربراهن، ضلعي جي نامور فردن، راڄن جي چڱن مڙسن ۽ عملدارن جون دلچسپيون ۽ تعاون شامل هو.

ڀنڀور سان سنڌ جو هڪ عظيم نيم تاريخي رومانوي داستان "سسئي - پنهون" وابستہ آهي. آثار قديمہ جي ڪن محققن ۽ ممتاز عالمن، ان ماڳ جي کوٽائي جي نتيجي ۾ هٿ آيل سامان ۽

اڏاوتي سٿا جي بنياد تي، ان آڳاٽي بستيءَ کي ”ديبل بندر“ جو تاريخي شهر قرار ڏنو آهي، جتي نامور نوجوان عرب جنرل محمد بن قاسم اچي لنگر انداز ٿيو ۽ سندس فتوحات وسيلي سنڌ ۽ ڏکڻ ايشيا جا گهڻيئي علائقا پهريون ڀيرو اسلام جي حقاني پيغام ۽ صاف صحتمند طرز زندگي سان روشناس ٿيا. انهيءَ عظيم انقلاب، ماڻهن جي ڪايا پلٽ ڪئي ۽ آدرشي زندگيءَ جي هڪ درخشان دور کي جنم ڏنو. ٻين ڪن عالمن ڀنڀور کي يونانين وارو ’باربريڪان‘ بندر قرار ڏنو آهي، جتان ٻه هزار سال اڳ، سنڌ جو مشرقي ۽ مغربي دنيا سان واپار هلندو هو. مشهور انگريز محقق هينري ڪوزنس، ڀنهي نظرين سان اختلاف ڪندي، پنهنجا دليل پيش ڪيا آهن. سنڌ جي سپوت، برک عالم ۽ محقق محترم پير حسام الدين راشدي مرحوم، ديبل کي پير پٺي جي نزديڪ قرار ڏنو آهي. ان طرح سان، علمي تحقيقات جي سلسلي ۾ ’ڀنڀور‘ بابت مختلف رايا ۽ دليل دلائل موجود آهن، جن مان چند مکيه پهلو هن ڪتاب ۾ پيش ڪيا ويا آهن. انهيءَ علمي بحث کان قطع نظر، جيڪو فقط عالمن لاءِ ئي مخصوص آهي، هن حقيقت کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته ڀنڀور، سنڌ جي قديم تاريخ جو هڪ نهايت اهم ۽ افاديت وارو مقام آهي، جنهن بابت عالمن کي ڪنهن حتمي ۽ چٽي نتيجي تي پهچڻ کپي. اسان جي قدر لائق عالمن اُن ڏس ۾ پنهنجي تحقيقات وسيلي جيڪا محنت ڪئي آهي، سا نهايت تحسين جوڳي آهي، پر هڪ ڳالهه جي مون کي ذاتي طرح سان خاطري محسوس ٿي رهي آهي ته جنهن سنڌ ماضيءَ ۾ قانع، قليچ، گربخشاڻي، دائود پوٽي ۽ راشدي جهڙن عالمن کي جنم ڏنو، اها سنڌ ٿي نٿي سگهي. مون کي يقين آهي ته مستقبل جي ڪُک مان ضرور ڪي اهڙا محقق ڄمندا، جي پنهنجي علمي تحقيقات وسيلي

ڀنڀور ۽ ديبل جي باهمي لاڳاپي جي باري ۾ مثبت نظريو قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون تحقيقاتي سرگرميون جس جوڳيون آهن. هونءَ به علمي تحقيقات دوران برجسته نتيجن جي حاصلات چند سالن سان وابسته نه سمجهڻ گهرجي، انهن ڪمن لاءِ وڏا عرصا درڪار ٿين ٿا.

ڀنڀور جي حوالي سان، مون کي وطن عزيز پاڪستان جي هڪ اهڙي فاضل هستي بار بار ياد اچي رهي آهي، جنهن پنهنجي علم دوستيءَ ۽ ادب نوازيءَ وسيلي ڀنڀور تي سڀ کان اول ڀرپور توجهه ڏنو ۽ ان جي کوٽائيءَ جي شروعات وڏي شوق ۽ انهماڪ سان پنهنجي موجودگيءَ ۾ شروع ڪرائي ۽ بعد ۾ هڪ عجائب گهر قائم ڪرائڻ لاءِ ذاتي دلچسپي ورتي. اها فاضل شخصيت هئي مرحوم ممتاز حسن جي. خدا، مرحوم جي روح کي مغفرت سان نوازي، ڀنڀور جي دريافت جي ڏس ۾ سندس محنت ۽ محبت مثالي ۽ نهايت برجستي هئي.

مون کي دلي خوشي حاصل ٿي آهي، جو ڀنڀور سيمينار 1983ع ۾ پڙهيل تحقيقي مقالن کي هڪ جامع ڪتاب "ڀنڀور ۽ ديبل" جي صورت ۾ شايع ڪرڻ لاءِ اُپاءَ ورتا پيا وڃن. اهو هڪ بيحد اهم ڪم آهي، جو نه تاريخي تحقيقات جي سلسلي کي تڏهن ئي اڳتي وڌائي سگهبو، جڏهن موضوع جي باري ۾ گهربل ماخذ موجود هوندا. محترم عبدالقادر منگي بيشڪ پنهنجي ڳالهه کي تڪميل تي پهچائڻ کان سواءِ نٿو ترسي. ڀنڀور سيمينار کان پوءِ ڪتاب کي ترتيب ڏيئي پيش ڪرڻ جي سندس عزم کي يقيناً قدر جي نظر سان ڏٺو ويندو.

ڀنڀور سيمينار 1983ع جي افتتاحي تقريب ۾ مون کي ياد ڪيو ويو هو، جڏهن آءٌ سنڌ جي تعليم ۽ ثقافت جي وزارت سان منسلڪ

هوس. مون کي پنيور سيمينار جهڙي عمدي علمي محفل ۾ شريڪ ٿي خوشي ٿي هئي ۽ اڄ پڻ پاڻ لاءِ اها سعادت سمجهان ٿو تہ ان موقعي تي پڙهيل مقالن تي مشتمل ڪتاب جي مهاڳ لکڻ لاءِ مون کي ياد ڪيو ويو آهي. مون کي يقين آهي تہ هيءُ ڪتاب سنڌ جي تاريخي تحقيقات جي ميدان ۾ هڪ اهم تاليف جي لحاظ کان اهميت وارو ثابت ٿيندو.

ڪراچي — سيد غوث علي شاهہ

جولاءِ 1986ع — وزير اعليٰ سنڌ.

......... امام صاغائيءَ ۽ منهاج سراج جي قول مان ثابت ٿئي ٿو تہ ديبل ٦٥٠ - ٦٥٨هہ تائين موجود ۽ آباد هو. البت دارالسلطنت جي بجاءِ قصبو بڻجي چڪو هو، جيئن امام صاغائيءَ ڄاڻايو آهي. ٧٣٤هہ ۾ جڏهن ابن بطوطہ آيو، تڏهن ديبل يا تہ صفا برباد ٿي چڪو هو يا ان جي بندرگاهہ واري حيثيت ختم ٿي ويئي هئي، جنهن ڪري ابن بطوطہ لاهري بندر تان لهي سڌو سيوهڻ آيو. گويا منهاج سراج کان پوءِ ابن بطوطہ تائين جو جيڪو منيءَ صديءَ جو عرصو گذريو، ديبل جو وجود انهيءَ عرصي اندر ختم ٿيو.

سيد حسام الدين راشدي
(مقالي "ٺٽي ۽ ديبل جو تقابلي مطالعو" تان ورتل.)

# پنڀور- ديبل جو اصل ماڳ

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

هي مقام، جنهن کي اسان ڀنڀور سڏيون ٿا، سو عام روايت موجب سسئي ۽ پنهونءَ جي محبت جو ماڳ آهي. اهو مشهور آهي ته سسئي، جنهن کي صندوق ۾ بند ڪري سيوهڻ وٽان درياءَ ۾ وڌو ويو هو، سا هتي سلامت نڪتي ۽ پلي جوان ٿي. پنهون مڪران کان هت آيو. سسئي سان ملاقات ٿيس ۽ آخر شادي ٿيس.

ڀنڀور تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ هونئن ته ڪنهن به شيءَ کي، ماڳ کي، ماڻهوءَ کي ڪنهن به نالي سان سڏي سگهجي ٿو، پر خيال هن طرف وڃي ٿو ته "ڀنڀور" جي لفظي معنيٰ آهي "ڳاڙهو". هنن آثارن تي ڳاڙهيون ٺڪريون پکڙيون پيئون هونديون هيون، جنهنڪري هي آثار ڳاڙها نظر ايندا هئا. ان ڪري ٿي شايد هن پيٽي کي ڀنڀور سڏيو ويو. تاريخي طور اهو جس ۽ آفرين اسان جي آثار قديمه جي کاتي، خاص طور تي ڊاڪٽر فضل احمد خان (Dr: F. A. Khan)کي هجي، جنهن هن آثارن جي کوٽائي ڪري تاريخي شاهديون جمع ڪري ثابت ڪيو ته "ڀنڀور" اصل ۾ "ديبل" جو شهر ۽ بندر آهي، جيڪو اسلامي دور کان اڳ ۾ موجود هو ۽ جنهن کي محمد بن قاسم اچي فتح ڪيو.

آئون هتي ٿورو تاريخي حقيقتن جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته جيئن هن ماڳ جي اصل پروڙ پئجي سگهي. سڀ کان اول هن جو ذڪر "چچنامي" يا " فتحنامه سنڌ" ۾ ملي ٿو. ذڪر آهي ته "ديبل" راءِ سهاسي جي دؤر ۾ موجود هو، جيڪو پنجين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ ٿي گذريو فتحنامي جو اهو حوالو ستين صدي هجري جو آهي. سڀ کان پهريون حوالو سن پندرهن هجري (637ع) جو يعني حضرت عمر رضه جي خلافت جي دؤر جو آهي، جڏهن مسلمانن جو پهريون پيڙو هت آيو ۽ انهن فتح حاصل ڪئي. يعني ته سن پندرهن هجري ۾ "ديبل" موجود هو. ٻيو حوالو سن 93

هجري (1712ع) جو آهي، جڏهن محمد بن قاسم هتي آيو، جنهن قلعي ۽ بندر کي فتح ڪيو. ان ڪان پوءِ جا حوالا وڌيڪ تفصيلي آهن. جنيد بن عبدالرحمان، جيڪو سنڌ جو گورنر هو، اهو سمنڊ جي ذريعي سنہ 105 هجري = (724ع-723ع) ۾ هتي ديبل بندر تي اچي لٿو. سنہ 130 هجري (750ع-749ع) ۾ منصور بن جمهور ڪلبي سنڌ جي حڪومت تي قبضو ڪري ورتو ۽ پنهنجي پاءُ منظور کي ديبل جو گورنر مقرر ڪيائين.

عباسي خليفن جي دؤر ۾ پهريون حوالو "ديبل" جي متعلق اٺين صدي عيسوي جي آخر يا نائين صدي عيسوي جي شروع ۾ ملي ٿو. اهو خليفي معتصم بالله جو زمانو هو، جنهن ۾ سنڌ جو گورنر عنبسه بن اسحاق الضبي هو. اهو واقعو مؤرخ بلاذري نقل ڪيو آهي تہ ديبل ۾ مندر واري مناري کي مٿان پيچي ان کي جيل خاني ۾ تبديل ڪيو ويو. ان مرمت ۽ ڦيرگهير وقت جيڪي وڏا پٿر ڪريا تن سوين پين ويجهين عمارتن کي پڻ نقصان پهچايو هو. اهو نظارو ڪنهن ماڻهو ڏٺو ۽ ان بلاذري کي ٻڌايو جنهن کي بلاذري پنهنجي ڪتاب ۾ نقل ڪيو. مؤرخ بلاذري سنہ 279 هجري ۾ وفات ڪئي، جنهن جي معنيٰ تہ "ديبل" متعلق اهو نائين صدي عيسوي جي آخر جو اکين ڏٺو احوال آهي.

مستند تاريخن ۽ مؤرخن کي ڇڏي اسان ڏسنداسون تہ سياح ۽ سندن سفرناما بہ اسان کي ڪافي مواد فراهم ڪن ٿا. ڪن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. اهڙن سياحن مان ابن حوقل، اصطخري ۽ مسعودي هت سنڌ ۾ آيا ۽ پنهنجين اکين سان "ديبل" کي ڏٺائون. اهو سياحن جو سلسلو ڏهين صدي عيسوي تائين هلي ٿو، ان ڪان پوءِ جي ڪن مصنفن جا حوالا بہ ڪافي پڪا پختا آهن، جيتوڻيڪ اکين ڏٺا نہ آهن. هڪ حوالو سمعاني جي ڪتاب جو آهي، جيڪو نسب نامن تي آهي ۽ 1166ع ۾ لکيو ويو. انهي ڪتاب ۾ "ديبل" جي برک عالمن، فاضلن ۽ محدثن جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

ان ڪان پوءِ اسان کي 1200ع صدي جو حوالو ملي ٿو، جيڪو ياقوت حموي جو آهي، جنهن اسلامي شهرن جي تاريخ لکي آهي. سندس اهو ڪتاب "معجم البلدان" جي نالي سان مشهور آهي، ان ۾ بہ "ديبل" جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن ۾ هڪ خاص ڳالهہ ملي ٿي. هو صاحب لکي ٿو تہ "ديبل" سمنڊ

جي هڪ ڪاري (خوَر) تي واقع آهي. هي ڀنڀور وارا ڪنڊر برار ڪاري تي واقع آهن. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ياقوت حموي کي جيڪا معلومات ميسر ٿي سا معتبر ۽ صحيح هئي.

اچو ته ڏسون ته "ديبل" جو زوال ڇو ۽ ڪيئن آيو؟ ان سلسلي ۾ پهريون حوالو يارهين صدي عيسوي ۾ البيروني جو ملي ٿو. البيروني "ديبل" جو ذڪر ته ڪيو آهي پر بندر جي حيثيت ۾ هن "لوهاراڻي" جو نالو ورتو آهي. ان مان ائين لڳي ٿو، ته بندر ديبل ان وقت پنهنجي خاص حيثيت وڃائي چڪو هو يا وڃائي رهيو هو، جو "لوهاراني" بندر جي حيثيت ۾ اڀري آيو هو. ٻيو حوالو ابن بطوطه جو آهي جيڪو 1334ع ۾ هتي آيو. هن پنهنجي سفرنامي ۾ "لاهري" بندر جو ذڪر ڪيو آهي. ممڪن آهي ته اهو لاهري البيروني وارو ساڳيو "لوهاراني" هجي. ابن بطوطه "ديبل" جو ذڪر نه ڪيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته 'ديبل' جي جيڪا خاص اهميت هئي سا ختم ٿي چڪي هئي.

ڀنڀور وارا ڪنڊر جيڪي "ديبل" جا آهن، سي گهاري واري ڪاري تي واقع آهن. اها گهارو ڪاري حقيقت ۾ ڪلري دريا جو حصو آهي، جنهن مان ڪنهن وقت سنڌوندي جو ڇوڙ ٿيندو هو. سنه 712ع ۾ محمد بن قاسم جي وقت ۾ دريائي ڇوڙ وارو وهڪرو بگهياڙ ڦاٽ هو. بگهياڙ هتان اوڀر طرف آهي ۽ هاڻي ختم ٿي چڪو آهي. ان کي ان وقت "ناله ساڪره" چيو ويندو هو. جڏهن محمد بن قاسم ديبل کان نيرون طرف ڪوچ ڪيو، تڏهن حڪم ڪيائين ته فوج نيرون طرف پيادل وڃي ۽ ٻيڙا "ناله ساڪره" مان مٿي آندا وڃن. انهي جي معنيٰ ته ڪلري ڦاٽ ۾ ان وقت پاڻي گهٽ هو. ڪلري جڏهن مکيه دريائي ڦاٽ هو تڏهن اهو ٺٽي جي اترئين پاسي کان ٿيندو هتي پهچندو هو، جنهن تي آڳاٽو ديبل بندر آباد ٿيو هو. پر 712ع ڌاري درياءَ ۾ پاڻي گهٽ هو. پاڻي کان سواءِ ڪوبه شهر ترقي ۽ واڌارو ڪري نٿو سگهي. جيڪڏهن دريائي وهڪري وارو مٺو پاڻي نه هجي ته ڪجهه وقت لاءِ ڪوهن ذريعي پاڻي مهيا ٿي سگهي ٿو، پر جيڪڏهن دريائي وهڪرو رخ مٽائي ۽

سامونڊي وير جي چاڙهه ڪري ڪوهه ٻه ڪارا ٿي ويل ته پوءِ سامونڊي ڪناري وارين بستين جو زوال يقيني ٿيو پوي.

هن ڪان اڳ ديبل تي لکڻ وارا آثار قديمه جا ماهر ڀاهريان صاحب هئا، جن ڪي مقامي حالتن جي پوري سڌ ڪانه هئي. جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جا پنهنجا ماڻهو تحقيق نه ڪندا آهن ته پوءِ ٻاهريان پنهنجا اندازا لڳائڻ شروع ڪندا آهن. انهن ۾ اليٽ (Elliot)، هيگ (Haig)، ڪرو (Crow) ۽ ڪوزنس (Cousens) شامل آهن، جن مان ڪنهن چيو ته ڪراچي ديبل آهي ته ڪنهن واگهوڏر ديبل بنايو. ڪنهن چيو ته ساڪرو جي پرسان آهي، ته هيگ چيو ته ٺٽي جي ديهه ڪاڪڙ ٻڪيرا ۾ ديبل واقع آهي! پر اهي سڀ گماني ڳالهيون هيون. انهن صاحبن جي نظر اڳاٽن مستند عربي ماخذن ۽ تاريخن تي نه هئي، جنهن ڪري هو پوري تحقيقي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ڪان قاصر رهيا.

موجوده دؤر وارن لکندڙن انهيءَ ڳالهه کي پوريءَ طرح نه سمجهيو ته عرب مؤرخن ديبل ۽ سنڌو درياءَ جي وچ جو فاصلو اندازا 12 ميل ٻڌايو آهي، جيڪو هتان ڪان ٻگهياڙ جو ٿي سگهي ٿو. ٻي جيڪا ڳالهه هنن نظرانداز ڪئي سا اها ته ديبل سنڌو درياءَ تي نه پر سمنڊ واري ڪناري تي واقع هو. عرب جغرافيه دان "مقدسي" جيڪو پاڻ هتي آيو تنهن صاف لکيو آهي ته "ديبل هوالبحرية" يعني ته ديبل ساموندي پاڻي وارو بندر آهي، ۽ ڪنهن ندي يا ان جي چاڙهه جي وهڪري تي نه آهي. سمنڊ جي ڪاري تي هيءُ ڀنڀور وارو ئي هڪ ماڳ آهي، جيڪو اڳاٽو آهي. ٻيا جيڪي ٻه ماڳ يا ڪنڊر آهن، سي پوءِ جا آهن. "رتو ڪوٽ" ته گهڻو پوءِ جو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪن ٻاهرين لکندڙن ديانتداري ڪان ٻه ڪم نه ورتو. انتها اها آهي جو "ڪوزنس"، جيڪو آثار قديمه جو سرڪردو هو، تنهن ڀنڀور جي شاهي ڪنڊرن کي هڪ ننڍو ۽ رواجي ماڳ چئي نظرانداز ڪري ڇڏيو!

بهرحال، هن وقت پاڪستان جي آثار قديمه جي کاتي جي ڪيل تحقيق جي بنياد تي اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته هي ماڳ اهو ئي تاريخي شهر "ديبل" آهي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر ايف- اي- خان باقاعده کوٽائي ڪري

ايترا تہ ثبوت گڏ ڪيا جو هن ماڳ جي ديبل هجڻ ۾ ڪنهن بہ شڪ جي گنجائش باقي نہ رهي آهي. آثار قديمہ جي حقيقتن، تاريخي حوالن ۽ اهڃاڻن کي آڏو رکي ڪراچي کان وٺي ڪيٽي بندر تائين سڄو علائقو مون پاڻ ڪيئي ڀيرا گهميو آهي. ايتري مشاهدي ۽ حقيقتن جي مطالعي جي بناء تي آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان تہ هن ماڳ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ماڳ "ديبل" ٿي نٿو سگهي.
(تقرير تان ورتل)

# ڀنڀور - ديبل جو ماڳ

ڊاڪٽر ايف- اي- خان

## اسلام برصغير ۾:

پهرين صدي هجريءَ ۾ مسلمانن جو سنڌ فتح ڪرڻ هڪڙو شاندار تاريخي واقعو آهي، جيڪو تاريخدانن جو من پسند موضوع رهيو آهي. هن سان مسلمانن ۽ ٻين قومن جي وچ ۾ ثقافتي لاڳاپن جون نيون راهون کلي پيون. ايران جي فتح کان پوءِ مسلمانن پنهنجو ڌيان سنڌ جي طرف لڳايو. مڪران ۽ بلوچستان جي فتح سان اسلامي سلطنت جي حد سنڌ جي دروازي تائين پهچي ويئي. سنڌ جو اولاهون سامونڊي ڪنارو سامونڊي ڦُرين جو ڳڙه هو، ان ڪري عربن لاءِ پنهنجي تجارتي مفادن کي بچائڻ لاءِ مؤثر اُپاءَ وٺڻ ضروري ٿي پيو.

حضرت عمر رضہ جي دؤر ۾ عربي بحري ٻيڙن برصغير جا اولاهان ساموندي ڪنارا ڏٺا. بمبئي صوبي جي "ٿاڻي" بندر کي بحرين جي گورنر جي حڪم هيٺ سنہ 636 عيسوي ۾ حاصل ڪيو ويو. ان کان پوءِ ڀڙوچ (Bharuch) فتح ڪيو ويو. تقريباً اُن وقت ئي هڪ عرب جنرل مغيره ديبل تي حملو ڪيو. اُن کان سُنت ئي پوءِ حضرت عثمان رضہ جي عَهد ۾ هڪ بحري ٻيڙو سنڌ طرف آيو، پر جلدي موٽي ويو. سنہ 660ع ۾ حضرت علي رضہ جي عَهد ۾ ٻہ هڪ عرب سردار کي سنڌ جي بندرن جي نظرداري ڪرڻ تي لڳايو ويو. سنہ 665ع ۾ اميہ خليفي معاويہ سنڌ سان بري سرحدن تي نظر رکڻ لاءِ مهلب کي مقرر ڪيو.

## سنڌ جي فتح:

پهرين صدي هجريءَ ۾ مسلمانن، نوجوان عرب جنرل محمد بن قاسم جي سربراهيءَ ۾ سنڌ فتح ڪرڻ جو جيڪو شاندار ڪارنامو سرانجام ڏنو، اُن جو تفصيلي ذڪر ڪرڻ غير ضروري آهي. حالانڪ ان فيصلہ ڪن سوبي

مسلمانن کي سچي علائقي تي مستقل ضابطي رکڻ جو موقعو نہ ڏنو. چو تہ کي علائقا ٽين صدي عيسويءَ ۾ سندن حفاظت مان نڪري ويا. پر اُن جي ڪري برصغير اسلام جي اثر جي دائري ۾ شامل ٿي ويو ۽ هن فتح مسلمانن جي لاءِ برصغير جي سوڀ لاءِ زمين هموار ڪئي.

## مسلمانن جي فتح جا سبب:

اِها حقيقت دلچسپيءَ کان خالي ناهي تہ چند هزار مسلمانن جي لشڪر ڪيئن ايڏو تيزيءَ سان سنڌ فتح ڪئي. هندن جي اڪثريت ۽ ٻڌن جي اقليت ۾ چڱي خاصي ڪشيدگي هئي. هڪڙا برهمڻ ۽ ٻيا ٻڌ. ستين صديءَ ۾ سنڌ جو حڪمران راجا چچ برهمڻ هو. هن ڪمزور ٻڌ حڪمرانن کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيو ۽ کين ڍل ڏيڻ تي مجبور ڪيو (1) چچ کان پوءِ چندر حاڪم ٿيو جيڪو ٻڌ هو. (2) ان کان پوءِ ڏاهر پٽ چچ حاڪم ٿيو جيڪو پيءُ وانگر برهمڻ هو.

جڏهن مسلمانن سنڌ جي زمين تي پير رکيو تہ اُها هندو - ٻڌ جي نفاق سان تپي رهي هئي. ديبل ٻُڌن مسلمانن جي طرف دوستيءَ جو هٿ وڌايو.

## اسلام جو ڦهلاءُ:

سنہ 750ع ۾ مسلمانن راڄ نيتيءَ جي تاريخ ۾ هڪ نئون لاڙو پيدا ڪيو. عباسين اميہ خاندان تي برتري حاصل ڪئي. شام جي بدران عراق مکيہ صوبو ٿي پيو ۽ دارالخلافہ دمشق کان بغداد منتقل ڪيو ويو. هن تبديليءَ جي ڪري برصغير مسلمانن جي مملڪت جي مرڪز جي ويجهو ٿي ويو. سال 756ع ۾ هشام سنڌ جو گورنر مقرر ٿي آيو. هن عمر بن جلال کي سامونڊي ٻيڙي سان گجرات موڪليو. ڪجهہ دير ڪناري سان رهڻ کان پوءِ ڪنهن بہ مقصد حاصل ڪرڻ کان سواءِ عمر واپس موٽي آيو. پوءِ هشام پاڻ ويو ۽ ٻڙوچ جي لڳ 'گنڌار' حاصل ڪيائين ۽ اُتي فتح جي نشاني طور هڪ مسجد اڏايائين. اِهي گجرات جي زمين تي اوائلي قدم هُيا ۽ سنڌ کي ڇڏي برصغير ۾ پهرين مسجد هئي.

عباسي حڪومت جي زوال کان پوءِ اسلامي (حڪومت) ۽ سندس برصغير جي حاصلات ۾ ڪو رابطو نہ رهيو. ڪجهہ وقت مسلمان حاڪم

خودمختيار رهيا، پر پوءِ مجبور ٿي هندو سردارن کي حڪومت سونپيائون. هنن مسلمانن جي مذهبي عقيدي سان هٿ چراند نہ ڪئي ۽ کين مذهبي آزادي ڏنائون(3).

## سنڌو ماٿريءَ جا عربي ماخذ- "چچ نامو"

نهايت اهم سنڌي تذڪري "چچ نامو" يا هند ۽ سنڌ ۾ مسلمانن جي سنڌ ۾ ستين صديءَ جي آخر ۾ شروعاتي سوڀن جو تفصيلي ذڪر آهي ۽ اُن سان گڏ سنڌوءَ جي ڇوڙ جي فتح جو ۽ ملتان جي فتح جو بہ ذڪر آهي. چچ نامہ 13 صدي ۾ فارسيءَ ۾ محمد علي بن حامد ڪوفي عراق جي رهاڪوءَ لکيو هو، جيڪو اچي اُچ ۾ رهيو هو. اسلامي دؤر جي شروعات ۾ عرب مسلمانن ۽ سنڌ جي تعلقات جو ۽ سنڌ جي فتح بابت ڏاڍي سادي پيرائي ۾ ذڪر ڪيل آهي. مسلمانن جي بدنصيبين جو ذڪر بہ سندن فتحن سان گڏ ڪيو ويو آهي. (4)

"چچ نامو" پنهنجي خوبين ۽ خامين هوندي هڪ مسلمان تاريخدان جي لکيل تاريخ آهي، جيڪا مسلمانن جي برصغير ۾ پهرين فتح جو دستاويز آهي.

چچ نامي مان اسان کي پروڙ پئي ٿي تہ ڇهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌوءَ جي ماٿريءَ جو بندر ديبل هو، جيڪو 'ديول' جي بگڙيل عربي صورت آهي. هتي هڪ مندر بہ هو، جيڪو ڏاڍو مشهور هو. (5)

## عرب ليکڪ

### ابن خردازبه (869 عيسوي):

اسلامي دؤر جي ڪنهن بہ ماڳ، منصوره کان علاوه، ايتري علمي،ادبي اهميت حاصل نہ ڪئي آهي جيتري ديبل. جيڪا خبر ديبل جي اصليت جي پئجي سگهي آهي،اُن جو وسيلو عرب تاريخدان ۽ جاگرافيدان آهن. ڪي اُهي جيڪي پاڻ برصغير ۾ آيا، ٻيا اُهي آهن جن سواءِ ملڪ ڏسڻ جي اُن تي لکيو آهي. اُنهن مان خردازبه بہ آهي. پراڻو جاگرافي جو ڪتاب، جيڪو برصغير تي ڪجهہ روشني وجهي ٿو، اُهو آهي'المسالڪ و الممالڪ'، جيڪو هن عظيم جاگرافيدان لکيو آهي. هن اُهو ڪتاب قافلن ۽ پيادن جي رستن لاءِ لکيو،

جيڪي بغداد کان پرپاسي ڏانهن ويندا هئا. ٻين کان علاوه هن برصغير ڏانهن ويندڙ خشڪي ۽ بحري رستن جو به ذڪر ڪيو آهي. هو پاڻ ته سنڌ ۾ نه آيو، پر هن پنهنجي علم جو بنياد ٽالميءَ جي جاگرافيءَ تي رکيو. سنڌ جي سري هيٺ ذڪر ڪندي لکي ٿو ته بلوچستان کان گجرات تائين جيڪو خطو هو، عرب اُن کي سنڌ چوندا هئا. هن سنڌ جي ڪن شهرن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن ۾ ديبل به شامل آهي. هن لکيو آهي ته: ”ديبل کان مهراڻ جو سنگم ٻه فرلانگ آهي“ (6). (اٽڪل16ميل) (7).

## البلاذري (892 عيسوي):

جيئن ذڪر ڪيو ويو آهي، چچ نامو مسلمانن جي سنڌ فتح ڪرڻ جو ٻهريون قابل توجه ماخذآهي. ٻيو تفصيلي ذڪر ڪتاب ”فتوح البلدان“ (ملڪن جي سوڀن جو ڪتاب ) ۾ ملي ٿو، جيڪو احمد بن يحيٰ البلاذري جو نائين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري جو لکيل آهي. اُن ڪتاب جو هڪ باب ”فتح السنڌ“، مسلمان جرنيلن جي مختلف لڙاين تي لکيل آهي،جيڪي هنن سنڌ ۾ ڪيون. اُن ڪتاب ۾ ڪن اهم واقعن جو به ذڪر آهي، جيڪي مفتوح علائقن ۾ ظهور پذير ٿيا. شروع جي دؤر کان بلاذري جي لکڻ وقت تائين ذڪر ڪيو آهي .

بلاذري ”خورالديبل“ جو ذڪر ڪيو آهي. معنيٰ ديبل ڪريڪ. هن اهو ته چيو آهي ته ديبل سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي هڪڙي نار تي آهي، پر ان جي بيهڪ جي ڪنهن طرح نشاندهي نه ڪري سگهيو آهي. پراڻي وقت ۾ ڊيلٽا جا بندر خشڪي تي سمنڊ کان 16 کان 30 ميلن جي مفاصلي تي هئا. ديبل هڪ عام رواجي بندر نه هو، جنهن ۾ چند جهوپڙيون هجن. فتح جي وقت ديبل چڱو خاصو آبادي وارو قلعه بند شهر هو.

بلاذري موجب ديبل جي اونچي عمارت بت خانو هو، جنهن تي محمد بن قاسم منجنيقن سان گولا باري ڪرائي ته جيئن آبادي پيش پوي. محمد بن قاسم مندر کي رهڻ ڏنو، جيڪو ٽين صدي هجري تائين استعمال ۾ رهيو. محمد بن قاسم اُ تي هڪ مسجد به ٺهرائي (8). انهن عباسي خليفي معتصم (833-892عيسوي) جي دؤر ۾ بت خاني جو هڪ حصو قيد خاني طور استعال ڪيو ويو (9).

بلاذري وڏيڪ چوي ٿو تہ جڏهن مسلمان ڪماندر ديبل فتح ڪيو تہ اُن ۾ چئن هزار جوانن جو لشڪر مقرر ڪيو. ايڏو شهر جنهن ۾ ايتري فوج رکي ويئي هجي، يقيناً تمام وڏو هوندو، ۽ سمنڊ کان ڪافي پري تہ جيئن سامونڊي لهرن کان محفوظ رهي سگهي. اُن کان علاوہ ان بندر جي اهڙي بيهڪ هوندي جنهن ۾ ٻاهريان ٻيڙا سولائي سان اچي سگهن، ۽ اُن جڳهہ تان سنڌ ۾ اندر ٻيڙا ٻڻ سولائي سان وڃي سگهن. انهن ڳالهين تي سوچيندي اهو چئي سگهجي ٿو تہ ديبل گهارو ڪريڪ واري جڳهہ تي ئي ٿي سگهي ٿو.

ڏهين صدي عيسوي جي اوائلي مسلمان جاگرافيدانن جي چوڻ مطابق ديبل الهندي ڊيلٽا ۾ هو. پر اُنهن بہ ديبل جي بيهڪ جي پڪي نشاندهي نہ ڪئي آهي. ابن حوقل (995-942 عيسوي) جي ڪتاب اشڪال البلاد، ڪتاب الاقليم ۽ الاصطخري (951 عيسوي) جي ڪتاب المسالڪ و الممالڪ ۾ نقشي ۾ ديبل سنڌوءَ جي اولهہ جي طرف ڏيکاريل آهي، پر اهڙيءَ جڳہ تي جتي سامونڊي طوفانن جو خطرو هجي ۽ پيئڻ جو پاڻي مفاصلي تان آندو وڃي، بندر جو قيام ناممڪنات منجهان آهي.

## المسعودي (915 عيسوي):

المسعودي، جنهن کي پهرين درجي جو تاريخدان ۽ جاگرافيدان چيو وڃي ٿو، تنهن پاڻ سنڌ ڏٺي. هي اصل بغداد جو رهاڪو هو. هن جي ديبل جي بيهڪ متعلق شهادت ڪافي مستند سمجهي وڃي ٿي. هو چوي ٿو تہ "سمنڊ جو چوڙ ديبل کان اٽڪل ٻن ڏينهن جي مسافريءَ تي آهي" (10). جڏهن المسعودي ٻن ڏينهن جي سامونڊي مسافريءَ جو ذڪر ڪري ٿو تہ اهو فاصلو بہ سمجهڻ گهرجي، جيڪو چاليهہ ميل ٿئي ٿو. اُهو پنڌ ٻنڀور جي ديبل طرف سڃاڻپ ڪرائڻ لاءِ مناسب آهي. هن پوءِ ديبل کان نيرون جو فاصلو بہ ڏنو آهي، جيڪو هاڻوڪو حيدرآباد آهي. نيرون ديبل کان چئن ڏينهن جي مفاصلي تي آهي. اهڙيءَ طرح ٻنڀور جو پنڌ حيدرآباد کان 80 ميل ٿئي ٿو، مهراڻ جي چوڙ کان ٻنڀور جو پنڌ ۽ ٻنڀور جو حيدرآباد کان پنڌ، ديبل ۽ ٻنڀور کي هڪ ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.

## هاٽوڪا ليڪڪ

**ايليٽ** جو خيال آهي تہ ديبل ڪراچيءَ جي لڳ يا ڀاڻ ديبل آهي، ۽ مندر منوڙي ۾ هو (11). اها مجيل حقيقت آهي تہ مندر اهڙي جڳهہ تي، جيڪا ڀهچڻ ۾ ڏکي هجي ۽ جنهن کان ملو ڀاٽي پنج ميل پري هجي، ٺٽو ٺهرائي سگهجي. هو انهيءَ ڳالهہ تان لهي وڃي ها. جيڪڏهن ڪيس اِها خبر هجي ها تہ ويجهي ۾ ويجهي رستي سان بہ ڪراچيءَ ۽ نيرون جو مفاصلو 110 ميل آهي.

## ڪننگهم:

ڪننگهم موجب لاهوري يا لهري بندر ئي ديبل آهي. لهري بندر جي ساموندي لهرن جي وچ واري بيهڪ ان کي ڪنهن بہ وڏي شهر ۽ بندر هجڻ لاءِ غير مناسب بنائي ٿي. لهري بندر وٽ سنڌوءَ جو سمنڊ کان 16 ميلن جو مفاصلو آهي، جڏهن تہ المسعوديءَ مطابق اهو پنڌ ڀيٽو هئڻ گهرجي.

## ديبل جي اصليت:

ديبل جي بنياد پوڻ جي آڳاٽي تاريخ لاءِ ڪابہ ڄاڻ نہ ٿي ملي، پر اها مجيل حقيقت آهي تہ ديبل ڊيلٽا جو پراڻو بندر آهي. جيئن ڀنڀور مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اهو سڪندر اعظم جي وقت ۾ بہ هو، ۽ سٿين ۽ پارٿين بہ ان کان ٻي صدي قبل مسيح ۾ واقف هئا (12). شروعاتي عيسوي سن ۾ اهو ساسانين جي قبضي ۾ هو (13). ايليٽ موجب 499 عيسويءَ ۾ هتي راءِ گهراڻي جي حڪومت رهي جنهن شيوا جو مندر ٺهرايو (14). اها جڳهہ چيني سياحن 7/8 صدي عيسويءَ ۾ گهمي (15) - (16).

## نالي جي تبديلي:

جيڪڏهن ديبل ڀنڀور ئي آهي تہ پوءِ ان جي پراڻي مشهور نالي جي تبديلي ڪيئن ٿي. تيرهين صدي عيسويءَ ۾ گهارو ڪريڪ خشڪ ٿيڻ جي ڪري برباد ٿي ويو، ۽ ان جي آخري تباهي خوارزم شاهہ جي حملي ڪئي.

مسلمانن جي فتح کان پنج سؤ سال پوءِ سلطان جلال الدين خوارزم شاهہ ديبل تي حملو ڪري ڪافي دولت گڏ ڪئي (17). سن 1223ع ۾ چنگيز خان کان ڀڄندي هن وري مهراڻ جي ڊيلٽا ۾ پناهہ ورتي هئي (18).

اهو ديبل متعلق آخري نہ تہ بہ آخري حوالن مان هڪ آهي. (19). هڪ صدي پوءِ سن 1334ع ۾ جڏهن ابن بطوطہ ڏيلٽا ۾ آيو تہ ديبل ڪونہ هو. گهٽ ۾ گهٽ هن مشهور سياح ديبل جو ذڪر نہ ڪيو آهي، ۽ ديبل جي بدران لهري بندر استعمال ۾ اچي رهيو هو.

ڪوٽائيءَ ۾ ڪيترائي انساني هڏاوان پڃرا گهرن مان ٽڙيل پکڙيل حالت ۾ مليا آهن. ڪن جي تہ جسم ۾ تير گهڙيل هئا. جن جڳهين تان اهي مليا اتي ڪافي خاڪ بہ پيل هئي. ڊٺل گهر بہ اُن ڳالهہ جي شهادت ٿا ڏين تہ شهر جي بربادي ڪنهن وڳوڙ سبب ٿي. گهر ساڙيا ويا، جنهن ۾ ماڻهو بہ سڙي ويا. ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ خوارزم شاہ شهر جي آخري تباهي آندي (20). قدرت جي قانون ۽ انسان جي تشدد ديبل کي تباهيءَ جي تصوير بڻائي ڇڏيو، جيڪو وري پنهنجو اوج حاصل ڪري نہ سگهيو.

## ڀنڀور جي شناخت:

هيگ موجب ڀنڀور پرپيلس جي دؤر جو باربريڪان ٿئو ٿي سگهي. باربريڪان شاهبندر جي لڳ ڀڳ آهي (21).

ڪننگهم موجب ڀنڀور 1250 عيسويءَ ڌاري برباد ٿيو. 10 صديءَ ۾ اهو ڀنڀور راجا جو تخت گاہ هو ۽ مقامي روايتن موجب سنڌوءَ جي اولاهين شاخ ڀنڀور جي لڳ وهندي هئي (22).

ايليٽ چوي ٿو تہ سنڌ جي قديمي تاريخن ۾ ڀنڀور جو ذڪر ڪونہ ٿو ملي، پر هاڻوڪن سنڌي تاريخدانن موجب هيءَ خليفي هارون الرشيد جي زماني ۾ فتح ڪيو ويو هو. هيءَ ماڳ سسئي پنهونءَ جي داستان جي ڪري بہ ڏاڍو مشهور ٿيو. ان ڪري هن کي سسئيءَ جو تڪر بہ چيو ويندو آهي (23).

ڪوزنس ڀنڀور کي ديبل تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. هن جو چوڻ آهي تہ "ڀنڀور تي سرسري نظر وجهڻ سان ئي ان جي ديبل هجڻ کي رد ڪري سگهجي ٿو، ڇو تہ هيءَ ايترو اهم شهر نہ آهي، جيڪو عربن جي ايتري ڀرپور حملي کي ايتري دير لاءِ رد ڏئي سگهي(24). ڀنڀور سواءِ هڪ چيڪ پوسٽ جي ڪجهہ بہ نہ ٿو ٿي سگهي، جتي ديبل لاءِ ايندڙ ٻيڙن کان ڍل وغيرہ وصول ڪئي ويندي هئي، ۽ ٻيڙا اُتي مال لاهيندا هئا" (25).

مجمدار کوٽاين جي سلسلي ۾، سال 1929ع ۾ ڀنڀور ڏٺو (26). هن تجرباتي کڏا کوٽايا تہ اسلام کان اڳاٽي دؤر جو ڪجهہ پتو ڪڍي، پر ڪيس ناڪامي ٿي. ڪيس هڪ ديوار جي پرسان کڏ مان عرب دور جا ٽامي جا 80 سڪا ۽ چمڪدار ڪاشيءَ جا ٺانوءَ بہ مليا (27).

الڪاڪ، جيڪو پاڪستان جي محڪمہ آثار قديمہ ۾ هڪ آفيسر هو، تنهن سن 1951ع ۾ ڀنڀور جي کوٽائي ڪئي، تنهن اِهو نتيجو ڪڍيو تہ اُهو عرب دؤر جو شهر هو، ۽ ان جو ديبل سان ڪوبہ واسطو ڪونہ آهي (28).

## نيون کوجنائون:

اهڙي سخت چئلينج جي صورت ۾، جو ديبل جي ڀنڀور سان شناخت ڪرڻي هئي، محڪمہ آثار قديمہ 65-1958ع ۾ نئين سري سان هن ليکڪ جي رهنمائي ۾ سڄي مسئلي جو اڀياس ان بنياد تي ڪيو تہ اڳيون سڀ تحقيقون رواجي ۽ مٿاڇريون هيون، ۽ سڄي کوجنا کي ترتيب ۽ گهرائيءَ سان هٿ ۾ کنيو ويو. جيستائين مطمئن نہ ٿجي، ڪنهن بہ نتيجي جو اعلان نہ ڪجي. خوش نصيبي سان نتيجو ڏاڍو سود مند نڪتو.

هن سلسلي ۾ جيڪا غير متوقع ڳالهہ سامهون آئي، اُها ڀنڀور جي ماڳ جي 13 صدي کان وٺي عباسي، اميہ، هندو، ساساني، سٿيو - پارٿين دؤرن تائين ترتيب وار تاريخ هئي.

پهريون تهہ 12-10 صدي عيسويءَ تائين آهي، جيڪو عباسي دؤر جي نشاندهي ٿو ڪري، جنهن ۾ وڏي قلعي جي ڀت نهي. ان کان علاوه سگرافٽيو چمڪندڙ ڪاشيءَ ۽ چينيءَ جا ٺانءَ ملن ٿا (29).

892-750 ابتدائي عباسي دور ۾ قلعي جي ڀت جي مرمت ٿي، ۽ چمڪندڙ ڪاشيءَ جو رواج پيو. ٻنهي عباسي دؤرن جي تهن مان سڪن جو وڏو تعداد پڻ مليو آهي.

اميہ دور (850-711)، جنهن ۾ اسلام برصغير ۾ آيو، ان ۾ شامي طرز جي قلعي جي ڀت جي اڏاوت ٿي. اميہ دور جي عظيم الشان عمارت شاهي مسجد آهي. ڪوفي رسم الخط ۾ تاريخ ڀيل ڪتبہ ان مسجد کي برصغير جي پهرين مسجد ثابت ڪن ٿا. اميہ دور ۾ سفيد ٺانءَ ملن ٿا، جيڪي شام مان آندا ويا. ساساني قسم جا ساوا، نيرا ٺانءَ بہ ملن ٿا.

اميہ دؤر جي هيٺان واضح طور هندو دؤر جا اهڃاڻ ملن ٿا. اهم عمارت شيوا جو مندر آهي. شيوا جا لنگم بہ جهجهي انداز ۾ هتان مليا آهن. هندو دور کان پوءِ ساسانين جا کنڊر ملن ٿا. ساسانين 5 صدي عيسويءَ ۾ مڪران کان وٺي ديبل تائين سنڌ فتح ڪئي هئي. ايران جي واپارين جو سنڌ جي ريشم جي واپار تي پورو قبضو هو، ۽ اُهي رومين کي پنهنجن مقرر ڪيل اگهن تي ريشم وڪڻندا هئا.

هندو ساسانين جي هيٺان سٿيو- پارٿين جي تهذيبي باقيات ڀنڀور جي تاريخ ۾ نئين باب جو اضافو ڪري ٿي. کھڙي خبر تہ سٿيو - پارٿين جي هيٺان زير زمين پاڻي ۾ سڪندر اعظم جو بندر نہ پڌل هجي. چيو وڃي ٿو تہ عظيم فاتح واپس ورڻ کان اڳ ۾ هتي ترسيو هو. سٿيو پارٿين دؤر جي سامان ۾ نفيس پالش ٿيل چمڪندڙ ڳاڙهي يا ڪاري ڀوري لسي سطح جي ٺڪر جا ٿانءَ مليا آهن، جيڪي يوناني ٿانونَ جهڙا آهن. اهڙا ٿانءَ سر جان مارشل ٽيڪسيلا مان پڻ ڳولي ڪڍيا آهن.

## نتيجا:

وڏي پيماني تي ٿيل ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان قلعي واري بندر - شهر جا چٽا اهڃاڻ مليا آهن، جنهن مان چئن مختلف تهذيبن جا آثار قديمہ، هنر ۽ فن ۽ ٻيون متفرق شيون مليون آهن. قلعي جي کوٽائيءَ جي نتيجي ۾ مختلف دور تاريخي (Chronological) ترتيب سان مليا آهن، جيڪي مسلمان اميہ ۽ عباسي دور، هندو - ساساني دور ۽ سٿن پارٿين دؤرن تي مشتمل آهن، ۽ تيرهين صديءَ عيسويءَ کان ٻي صدي قبل مسيح تائين ڦهليل آهن.

وڏي پيماني تي سائنسي بنياد تي ڪيل کوٽائيءَ ۽ کوجنائن جي نتيجي ۾ ڀنڀور ۽ ديبل جي سڃاڻپ جو مسئلو حل ٿي ويو آهي. کوٽائي جي ڪم مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڀنڀور جو ماڳ اهو ساڳيو ئي آهي، جيڪو مسلمانن جي سپريم ڪمانڊر محمد بن قاسم فتح ڪيو هو. ڪتبن ۽ سڪن جي پڙهڻيءَ (30). اهو مسئلو وڏيڪ سولائيءَ سان حل ڪري ڇڏيو آهي (31).

# حوالا

**صفحا**


| | |
|---|---|
| 1. ايليٽ: "چچ نامو" جلد پهريون. | ص 142 ۽ 152 |
| 2. ايضاً | ص 152 ۽ 153 |
| 3. بلاذري: "فتوح البلدان" | ص 437 ۽ 438 |
| 4. ايليٽ: هند جي تاريخ ۾ چچ نامي جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. | |
| 5. ايليٽ: | ص 369 |
| 6. " ايضاً | ص 15 |
| 7. هڪ فرلانگ 8 ميلن جي برابر آهي. | |
| 8. بلاذري: | ص 437 |
| 9. " ايضاً | ص 437 |
| 10. ايضاً | ص 24 |
| 11. ايليٽ: " ايضاً | ص 327 |
| 12. ايف - اي - خان: "پنڀور" | ص 327 |
| 13. ايضاً | ص 11 |
| 14. ايضاً | ص 13 |
| 15. ايچ - يول - ڪيٿي. | ص 13 |
| 16. ايف - اي - خان | "پنڀور" ص 40 |
| 17. راورٽي - طبقات ناصري، جلد پهريون | ص 452 |
| 18. " ايضاً | ص 294 - 5 |
| 19. حيرت جي ڳالهه آهي تہ البيروني ديبل جو نہ پر لوهري بندر جو ذڪر ڪيو. | |
| 20. ڊاڪٽر ايف - اي - خان: "پنڀور" | ص 34-33 |
| 21. هيگ: "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري" | ص 31 |
| 22. ڪننگهم: "ائنشيئنٽ جاگرافي" | ص 294 - 5 |
| 23. ايليٽ | ص 368 |
| 24. ڪوزنس: "ائنٽي ڪوئيٽيز آف سنڌ" | ص 80 |
| 25. " ايضاً | ص 80 |

صفحا

26. ڀنڀور گهڻن نمونن سان لکيو ويندو آهي. ص 19
27. مجمدار: "ايڪسپلوريشنس ان سنڌ"
28. الڪاڪ جي ڀنڀور جي کوٽائيءَ جي رپورٽ اڃان شايع ڪونہ ٿي آهي.
29. ايف - اي - خان: "ڀنڀور" ص 39 - 40
30. فورٽين ڪوفڪ انسڪرپشنس آف ڀنڀور، پاڪستان آرڪيالاجي، 3
31. پروين ٽي - ڪوائنس آف دي ارلي مسلم پيريڊ فرام ڀنڀور، پاڪستان آرڪيالاجي، 6.



# ڀنڀور

## حڪيم محمد سعيد

سنڌو ماٿر جي تاريخ ۽ تهذيب تمام قديم آهي. مختلف تاريخي ماخذن مان پتو پوي ٿو تہ ان جي شروعات 1750 ق - م ۾ ٿي. اهڙين حقيقتن جو انڪشاف قديم آثارن جي انهن کوجنائن ۽ دريافتن مان ٿيو آهي. جيڪي تحقيق جي سلسلي ۾ هن وقت پڌريون ٿيون آهن. هن واديءَ جي حقيقي تاريخ جي شروعات ايران جي لاڳاپن بعد ئي ٿئي ٿي، جڏهن سنڌ کي 515 ق - م ۾ هڪ فتح ٿيل ملڪ جي حيثيت سان ان ۾ شامل ڪيو ويو.

سڪندر اعظم جي فتوحات جو دائرو 326 ق - م ۾ لاڙڪاڻي تائين پهچي ٿو. 100 ق - ۾ سنڌ سٿين ۽ ڪوشانن جي هٿ هيٺ رهي، جن سيوستان تي پنهنجي نالي جي ڇاپ قائم ڪري هڪ مستقل ۽ دائمي نشان ڇڏيو.

ڀنڀور ڪراچي کان 39 ميل پري ڏکڻ اوڀر ۾ واقع آهي، جنهن جي کوٽائي مان سٿين جي آثارن جو پتو پوي ٿو ۽ اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ ڪشن حڪمران راجا ڪنشڪ جي اثر هيٺ سنڌ ٻڌمت کي قبول ڪيو ۽ ٽي سؤ سالن تائين هتي اهو مذهب رائج رهيو.

ڇهين صدي عيسوي ۾ سما قبيلي جي ”راءِ“ خاندان ايران سان پنهنجا ناتا قائم ڪيا، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سمن جي اڳواڻن کي ”ڄام“ جي لقب سان ياد ڪيو ويو. ستين صدي ۾ هڪ غير ملڪي برهمڻ پنڊت ڇچ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري سنڌ تي برهمڻ راڄ مڙهيو، جنهن ڪري خاص طور تي ٻڌمت کي ميڃڻ وارا ظلم جو نشانو بڻيا. ملڪ ۾ ذات پات ۽ اوچ نيچ جي تفريق شروع ٿي ويئي. ڇوت ڇات جي پنڌتن، مشرڪانہ ۽ غير انساني قانونن جي ڪري رعيت ۾ هڪ قسم جي بيزاري شروع ٿي ويئي. جڏهن 711ع ۾ محمد بن قاسم جو راجا ڏاهر سان ٽڪراءُ شروع ٿيو تہ عام ماڻهن ٺئين مسلم سپه سالار جو ساٿ ڏنو.

چنانچہ، ظلم ۽ ڌاڌائي، وحشت ۽ بربريت جو ڏکوئيندڙ دور ختم ٿيو، ۽ عهد اسلامي هڪ نئين روشن صبح جو پيغام کڻي آيو.

## واديءِ سنڌ جي قديم تهذيب

تهذيب ۽ تمدن جا ٽي اسباب زياده مؤثر سمجهيا وڃن ٿا: مذهب، تاريخ ۽ جاگرافي. سنڌ جي قديم تمدني اثرات جي تجزيي مان جتي ٻڌمت ۽ عيسائيت جي سادگي ۽ رهبانيت نظر اچي ٿي، اتي برهمڻ حڪومت جو جبر ۽ ڏاڍ پڻ معلوم ٿئي ٿو، جنهن هتان جي ماڻهوءَ کي ملڪ ڇڏي ايران ۽ عراق ۾ پناھ وٺڻ تي مجبور ڪيو، جنهن ڪري معاشري کي سانت واري زندگي نصيب نہ ٿي سگهي. اسلامي دور کان اڳ ٻڪين جاين ۽ وٿندڙ جڳهين جي عيوض خيما ۽ واديون نظر پئي آيون ۽ ان وقت جي ماڻهن تي پڻ اهڙن ئي ماڻهن حڪومت ٿي ڪئي. زراعت، باغباني ۽ صنعت عوام جي فائدي لاءِ نہ هئا، پر انهن تي برهمڻ طبقي جو مڪمل قبضو هو. انهي دور ۾ سنڌ جي بين الاقوامي اهميت جو سڄو مدار انهيءَ ڳالھ تي هو تہ هو بري ۽ بحري طور تي ٻين ملڪن سان ڳانڍاپي جو هڪ ذريعو هئي. يعقوبي، بلاذري، الاصطخري جي تصريحات ۽ بيانن جي مطابق سنڌ اسلام کان اڳ بہ عربن لاءِ اوپرو خطو نہ هو. هتان جون جاٽ ۽ ميد قومون پکريائين عراق ۽ ايران ۾ رهنديون هيون، ۽ عرب واپاري پڻ سنڌ جي وادي ۾ برابر ايندا رهندا هئا. جاٽن جو تذڪرو تہ حديثن ۾ بہ آيل آهي. عرب جاگرافيدانن سنڌ کي هميشہ هند کان الڳ هڪ ملڪ تصور ڪيو آهي. سنڌ جون ٺهيل شيون خاص طور تي ڪپڙو جاهليت واري دور ۾ بہ مڪي جي بازارين ۾ وڪرو ٿيندو هو. انهي لاءِ اهو چوڻ بيجا نہ ٿيندو تہ جتي انهن جي تهذيب ۾ عرب جي ايام جاهليت وارا اثرات ملن ٿا، اتي مٿن ساساني ايراني تهذيب جي ڇاپ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

## اسلامي دور جي شروعات

محمد بن قاسم جي اچڻ کان اڳ سنڌ اڄ جي مقابلي ۾ تمام وڏي هئي، جنهن ۾ موجوده بلوچستان کان سواءِ مڪران جا اوپر وارا ضلعا پڻ شامل هئا. اتر ۾ هن جي سرحد جهلم ۽ چناب تائين هئي. ڏکڻ ۾ جيسلمير

۽ مارواڙ تائين سندس حدون پکڙيل هيون. ليڪن علاقائي ڳانڍاپن جي مضبوطي نہ هئڻ سبب منجهس ڪو مستقل نظام موجود نہ هو ۽ هي هڪ حقيقت آهي تہ انهي سبب ديبل جو بندرگاهہ ساموندي ڌاڙيلن جو اڏو بنجي چڪو هو. حضرت امير معاويہ جي وقت ۾ مُهَلب^ فوج ڪشي ضرور ڪئي هئي، ليڪن جڏهين ديبل جي بحري قزاقن (ڌاڙيلن) سلون کان عراق ويندڙ ٻيڙي جي لٽ مار ڪئي تہ حجاج هڪ مختصر فوج انهن جي مات ڪرڻ لاءِ رواني ڪئي جا ناڪام واپس موٽي. ڊاڪٽر دائود پوٽي جو هي قياس معقول آهي تہ عبدالله شاه غازي انهيءَ معرڪي ۾ شهيد ٿيل آهي. سنڌ جي مرڪزي حڪومت دراصل بحري ڌاڙيلن جي هٺ ۾ هئي، جنهن کي بالآخر 712 عيسوي ۾ محمد بن قاسم جي اڳواٽي ۾ مسلم فوج ڇهن مهينن جي ڏکي گهيري کان پوءِ رجب جي مهيني ۾ فتح ڪيو ۽ اسلام جو جهنڊو بلند ڪيو، جنهن سان سنڌ ۾ اسلامي دور جي شروعات ٿي ۽ سنڌ جي پيڙيل رعايا کي عدل، انصاف ۽ امن امان مليو، جنهن ڪري علم ۽ فن جي ترقي ٿي. عالمن، صوفين ۽ مورخن جو خاص تعداد پيدا ٿيو ۽ اڳتي هلي سنڌ واقعي ئي ”باب الاسلام“ ثابت ٿي.

## پنڀور

ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ پنڀور جي جاگرافيائي بيهڪ ۽ ماڳ جي سلسلي ۾ قديم ۽ جديد ٻنهين ماخذن ۾ ڪا صراحت نٿي ملي، ليڪن گذريل پندرهن سالن ۾ محڪمہ آثار قديمہ جي طرفان جيڪا کوٽائي ٿي آهي ۽ جيڪي آثار مليا آهن، اهي انهيءَ قياس جي پٺڀرائي ڪن ٿا تہ عوام جنهن کي ”پنڀور“ جي نالي سان ياد ڪري ٿو، دراصل اهي ديبل بندرگاهہ جا کنڊر آهن. ديبل قديم زماني کان سنڌ جو اهم بندرگاهہ رهيو ۽ غالباً تيرهين صدي عيسوي ۾ مٺي پاڻي جي کوٽ سبب ويران ٿي ويو. انگريزي ڪتابڙي ”پنڀور“ (مطبوع محڪمہ آثار قديمہ پاڪستان) مان بہ انهيءَ خيال جي تصديق ٿئي ٿي، ليڪن پنڀور جو نالو بهرحال اسان کي ملي ٿو. هي هڪ عجيب اتفاق آهي تہ جنهن شهر جي جاگرافيائي حقيقت جي وضاحت کان تاريخ جا ورق خالي ملن ٿا، اوتري ئي شدت ۽ اهميت سان سنڌ ۽ بلوچستان جي لوڪ گيتن ۾ اسان کي ان جو ذڪر ملي ٿو. عام چوڻين ۽ ادبي روايتن ۾

ڪوه ڪاف، سيمرغ ۽ هما پکي جي پاڇي وانگيان عوامي تصورات جي گهٽائي ۾ هڪ مجيل ۽ مسلم حقيقت جي صورت اختيار ڪري ورتي آهي. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته ڀنڀور، جيڪو اصل ۾ ديبل جو ڪنڊر هو، اهو سسئي پنهون جي عشقيه داستان جي سبب هڪ رمزي مقام جي حيثيت سان مشهور ٿي ويو.

انهيءَ عشقيه داستان جو تعلق پنجين صدي هجري سان ٻڌايو پيو وڃي، ليڪن ان جون تاريخي شاهديون نٿيون ملن. ان لاءِ اهو چوڻ بي جا نه ٿيندو ته جيڪا شاهراه عرب اقتدار جي زماني ۾ عراق ۽ شام تائين پهچندي هئي، هي داستان ان جي ياد جو پرتو آهي، جنهن کي واقعاتي بجاءِ تصوراتي چوڻ مناسب ٿيندو. هن داستان جو تت يا خلاصو هي آهي ته سسئي جڏهين پيدا ٿي ته ان کي قديم جاهلي تهذيب جي روايت موجب صندوق ۾ بند ڪري درياءَ ۾ لوڙهيو ويو، جنهن کي ڀنڀور جي گهاٽ (ديبل) تي محمد نالي هڪ ڪتي درياءَ مان ڪڍيو ۽ وٽس سسئي جي پرورش ٿي. جڏهين هو جوان ٿي ته سندس حسن ۽ جمال جي هاڪ مڪران جي بلوچ سردار عالي خان جي فرزند پنهون تائين پهتي، جيڪو مٿس اڻ ڏٺي عاشق ٿي پيو ۽ واپاري جي ويس ۾ قافلو وٺي ڀنڀور پهتو ۽ سندس شادي سسئي سان ٿي. پنهون جا پائر سندس ڳولا ۾ ڀنڀور پهتا ۽ واپس وطن ورڻ لاءِ اصرار ڪيائون، جنهن لاءِ پنهون راضي نه ٿيو. اڌي رات جو سندس ڀائر ننډ ۾ ئي پنهون کي اٺ تي جڪڙي مڪران طرف روانا ٿي ويا. سسئي جڏهين سجاڳ ٿي ته پنهون کي پنهنجي پاسي ۾ نه ڏسي نهايت پريشان ٿي ويئي ۽ سندس ڳولا ۾ نڪري پيئي. انهيءَ داستان جو هڪ منظر اهو به آهي ته جبلن جي لڪ ۾ هڪ بڪرار جڏهين ڪيس بري نظر سان ڏٺو ته سسئي انهيءَ بدوءَ کان بچاءُ لاءِ خدا کان دعا گهري جا قبول پيئي ۽ زمين ڦاٽي پيئي ۽ هو اُن ۾ پيهي ويئي، پر سندس گنديءَ جو پلاند ٻاهر رهجي ويو. اسان ان کي هن ڪهاڻيءَ جو آخري منظر به چئي سگهون ٿا. هن سادي ۽ رنگين روماني داستان ۾ شيرين فرهاد ۽ ليلا مجنون جي داستانن جيان ڪا ايڏي مبالغه آرائي ڪانه آهي. غيرت ۽ عفت، خدا تي توڪل جي نتيجي ۾ غيبي مدد هڪ خاص ذهن جي عڪاسي ڪري ٿو، جنهن جو تعلق اسلام جي تهذيبي قدرن سان آهي. انهيءَ ڪري

اسان اهو چئي سگهون ٿا تہ هن داستان ۾ عجميت گهٽ ۽ عربيت زياده نظر اچي ٿي. ۽ اهو قديم سنڌ تي عرب تهذيبي اثرن جو هڪ خاص ثبوت آهي. خير، اهي ٻي طرح جون ڳالهيون هيون، جيڪي اچانڪ قلم جي نوڪ تي اچي ويئون. انهيءَ مان اهو مقصد هر گز ڪين آهي تہ انهيءَ داستان کي حقيقي يا غير حقيقي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. مقصد صرف اهوئي آهي تہ هن عشقيہ داستان ۾ ڀنڀور جو ذڪر ايتري تہ تڪرار ۽ تسلسل سان آيو آهي، جو ذهن ان جي جاگرافيائي حقيقت کي تسليم ڪرڻ لاءِ آماده نظر اچي ٿو.

عالمن ۽ فاضلن مان غالباً مير محمد معصوم بکري 1002هہ ۾ انهيءَ داستان کي فارسي ۾ بعنوان "حسن وناز" سان منظوم ڪيو. انهي فارسي مثنوي ماڻهن جو ڌيان "ڀنڀور" جي طرف ڇڪايو.

سنڌي شاعريءَ ۾ حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جي جد اعليٰ شاهہ عبدالڪريم (1032هہ) جي صوفيانہ شاعري ۾ بہ انهيءَ داستان جا اشارا ملن ٿا. سندس ٻن بيتن ۾ "ڀنڀور" جي شهر جو نالو آيل آهي.

شاهہ عبدالڪريم کان پوءِ 1125هہ ۾ خود شاهہ عبداللطيف جي رسالي ۾ ڪيترن هنڌن تي اسان کي ڀنڀور جي شهر جو نالو ملي ٿو. سنڌي عوام ۾ ان جو تلفظ "ٻن ڀهور" ۽ "ڀنڀور" پئي آهن. هي بہ ممڪن آهي تہ انهيءَ نالي جو ڪو شهر سنڌو ماٿر ۾ موجود هجي ۽ سسئي پنهون جي داستان ۾ ان کي استعمال ڪيو ويو هجي. ۽ اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ اهو "ديبل" جو فرضي ۽ رومانی نالو هجي. انهي جي توجيہ هي بہ ڪري سگهجي ٿي تہ قديم سنڌي روايتن جي مطابق انهيءَ داستان جو پس منظر اهو خطو آهي، جيڪو مڪران جي وادي ڪيچ کان وٺي سنڌ جي ڏاکڻي حصي تائين پکڙيل آهي. عوامي ذهن فطري طور تي مٿي ذڪر ڪيل مقامن کي هن علائقي جي قديم واپاري ۽ تمدني شاهراه جي بنيادن تي منظم ڪيو هجي. ۽ "ديبل" جو اهو فرضي نالو رکيو هجي. زياده وضاحت سان اهو چوڻ مناسب ٿيندو تہ تُربت شهر جي ويجهو نئين ڪيچ جي وادي ۾ ملندڙ آثارن کي پنهون جي والد سردار عالي خان جي "ميري" يعني محل ۽ ڪوٽ تصور ڪيو ويو هجي ۽ ڪراچي کان اوڻيتاليهہ ميل ڏکڻ اوڀر وارن آثارن کي ڀنڀور جي ڪنڊرن سان تعبير ڪيو ويو هجي. سسئي ڀنڀوران نڪري انهي وندر واري واٽ تي رواني ٿي. ان لاءِ زمين ۾

داخل ٿيڻ واري مقام کي ”سنگهر“ جي وادي ۾ متعين ڪيو ويو هجي. بهرحال اتي سندس قبر کي قرار ڏيڻ قياس ۽ اوٽ تي ٻڌل آهي. انهي باري ۾ تاريخي تفصيل بلڪل خاموش آهن، ليڪن ديبل جي کنڊرن جي کوٽائي بعد مليل آثارن جي بنياد تي پنبور شهر جي وجود کان بہ انڪار جو ڪو سبب ٿي نٿو سگهي. جڏهين تہ ڪيترن شاعرن ۽ صوفين پنهنجي ڪلام ۾ انهيءَ شهر جو ذڪر ڪيو آهي.

جبڪڏهين آثار قديمہ وارن جي ڳولا ۾ کوجنا اهڙي طرح جاري رهي تہ عين ممڪن آهي تہ سنڌ جي ثقافت ۽ تاريخ جا ڪئين اهم گوشا سامهون اچن، بلڪ سنڌ ۽ عرب جا اهي تعلقات، جن جو ذڪر بلاذري وغيره ڪيو آهي، انهن جي تلاش ۽ ڳولها لاءِ نيون راهون کلي پون، خاص طور تي ”البيروني“ جو بيان مزيد انڪشافن جو سبب بنجي سگهي ٿو.

## چند سوال:

هن وقت تائين جو ڪجهہ عرض ڪيو ويو آهي، اهو دراصل ”پنبور“ جي متعلق تاريخي تحقيق جو محض هڪ رخ هو، جنهن ۾ خالي سسئي ۽ پنهون جي داستان جي حيثيت هئي. مگر اجا تائين چند سوال تحقيقي نقطئہ نظر کان جواب جا محتاج آهن. آئون انهن سوالن کي ترتيب سان پيش ڪري جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس. پهريون سوال هي آهي تہ:

(1) پنبور جي متعلق محققن کي خيال ڇو ٿيو تہ هي نالو فرضي ۽ رمزي آهي؟ ۽ سسئي پنهون جي داستان کان الڳ ان جي هنڌ ماڳ جي ڪوشش اجائي آهي؟

(2) ٻيو سوال هي آهي تہ جيڪڏهن واقعي انهيءَ نالي جو ڪو مقام يا شهر هو تہ مؤرخن ان کي اهميت ڇو نہ ڏني؟

(3) سوال هي آهي تہ جيڪڏهن اهو صحيح آهي تہ انهيءَ نالي واري ڪا آبادي يا شهر هو تہ اهو ڪٿي هو، ۽ ڪهڙي زماني ۾ هو؟

اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪئين سوال تاريخ لاءِ معمو بنيل آهن. اسان کي انهن سوالن جي جوابن لاءِ سڀ کان پهريائين انهي تي غور ڪرڻو پوندو تہ اسان جي تاريخ جا ماخذ ۽ ذريعا ڪهڙا آهن ۽ انهن جي نوعيت ڇا آهي. سڀ کان پهريان ماخذ تہ عرب جا اهي مستند جاگرافيدان آهن، جن سنڌ جي حالتن

کي پنهنجي اکين سان ڏٺو. انهن ۾ اصطخري، مسعودي ۽ ابن حوقل خاص طور تي ذڪر جي قابل آهن. بلاذري جي بيان ڪيل حالات کي به غير اهم چئي نٿو سگهجي.

ٻئي نمبر تي ماخذ جي حيثيت ۾ انگريزي ۾ لکيل جاگرافي ۽ تاريخي تجزين کي پيش ڪري سگهجي ٿو. ٽئين نمبر ۾ ماخذ جي حيثيت ۾ خود سنڌ جي انهن قديم مؤرخن جو اهو گروهہ آهي، جنهن تحفتہ الڪرام، تاريخ معصومي ۽ چچنامي جهڙا ڪتاب لکيا آهن. انهن ماخذن کان سواءِ انگريزن جي دؤر جي آفيسرن جي ڊائرين ۽ گزيٽيئرس جي اهميت پڻ مسلم آهي. عربن جي علمي ذخيري مان ياقوت حموي، سيوطي ۽ البيروني جي بيانن مان به موضوع جي ڪاڻن ٽڪاڻن تي روشني پوي ٿي.

ليڪن آئون انهي عرض ڪرڻ جي اجازت وٺندس تہ انهي پيچيدگي ۽ مونجهاري جو مکيہ ڪارڻ انگريز مؤرخن جي بياني ٽڏائي آهي. جنهن حد تائين انگريز مؤرخن ۽ جاگرافيدانن جو تعلق آهي، تہ انهن جي بيان کي قابل قدر قرار ڏيئي نٿو سگهجي. سنڌ جي قدامت مسلم ۽ اهو بہ درست تہ هي دنيا جو ٽيتاليهون ملڪ هو. اهو بہ صحيح تہ ان جو نالو حضرت نوح جي پٽ جي نالي سان "سنڌ" رکيو ويو. ليڪن هن عام طور تي عرب ماخذن تان ئي استفادو ڪيو. ان ڪري سڀ کان پهريائين اسان کي ان طرف رجوع ٿيڻو پوندو.

هي عجيب اتفاق آهي تہ سنڌ ۽ عرب جي قديم ترين تعلقات جي باوجود عرب مؤرخن ۽ جاگرافيدانن "پنڀور" نالي ڪنهن بہ مقام جو ڪٿي ڪو ذڪر نہ ڪيو آهي. بلاذري ۽ ياقوت حموي "الديبل" جو ذڪر ضرور ڪيو آهي. انهن ۾ صرف البيروني کي اها انفراديت حاصل آهي تہ هن يارهين صدي عيسوي ۾ "ديبل" سان گڏ هڪ نئين بندرگاهہ "لوهاراڻي" جو ذڪر ڪيو آهي. ابن بطوطہ پنهنجي سفر دوران "لاهري بندر" جو نالو وٺي ٿو. هن هڪ تباهہ ٿيل شهر جا کنڊر پڻ ڏٺا. هن کان اڳ جو بحث کي اڳتي وڌائجي، آساني سان اها ڳالهہ چئي سگهجي ٿي تہ اسلامي دؤر ۾ "پنڀور" جي نالي سان ڪا آبادي نہ هئي. ان لاءِ ذڪر جو مطالبو معقوليت وٽان نہ آهي.

محمد بن قاسم جي اچڻ وقت "ديبل" موجود هو. انهي ڪري سنڌس ذڪر اسان کي هر تاريخ ۾ ملي ٿو. ليڪن اهو فيصلو جلدائيءَ وارو ٿيندو تہ

عربي ماخذات ۾ ڀنڀور متعلق ڪو اشارو ڪونہ آهي. "معجَم، البلدان" ۾ "الديبل" جي سلسلي ۾ "خَورُالديبل" لکيو ويو آهي. (ص102) هينري ايليٽ خور جي معنيٰ خليج ورتي آهي، ۽ صبح الا عميٰ ۾ بہ اهو حوالو ابن سعيد "خور" جي معنيٰ ۾ خليج ورتو آهي. (5-64) هاڻي ڏسڻو آہ تهي ان وقت ڪاريون ڪيٽريون هيون. (Indus delta country) ۾آهي تہ مشهور ٿي ڪاريون هيو. ان ۾ اهم ڪاري گهاري جي هئي. جنهن جي ڪناري تي ڀنڀور جا کنڊر آهن. اهو چئي سگهجي ٿو تہ بلاذري، ياقوت حموي وغيره "خور الديبل" چئي ڀنڀور جي طرف اشارو ڪيو آهي.

اصل قابل توجهہ نقطو خود "ديبل " آهي، جنهن جي بيهڪ جي حد نرواري ۾ ڀين غلطين سان گڏ هڪ غلطي اها بہ آهي تہ اسلام کان اڳ جي ديبل ۽ اسلام کان پوءِ جي ديبل ۾ فرق جي صحيح اپٽار نہ ڪئي ويئي آهي. ديبل جي هنڌ ۽ ماڳ جي سلسلي ۾ ابوالفضل، طاهر نسياني ۽ مير معصوم وغيره کان بہ ڀُل ٿي، جو هنن ٺٽي ۽ ديبل کي هڪ ٻئي جو هم نام ٺهرايو، ۽ ساڳيو مقام ڪري تصور ڪيو، هيگ کان بہ ساڳي غلطي ٿي. انهي غلطي جا سبين اندر سبب آهن ليڪن سڀ کان وڏو سبب هي آهي تہ ديبل جي متعلق تمام گهٽ غور ڪيو ويو، تہ هي ٻہ ڀيرا آباد ٿيو، ۽ ٻہ ڀيرا ويران ٿيو، ليڪن هي عجيب اتفاق آهي تہ عوام هر بار ان جو نالو ديبل رکيو. ان لاءِ اسان کي اسلامي دؤر جي "ديبل" ۽ اسلام کان اڳ جي ديبل ۾ فرق ڪرڻو پوندو.

اصل ديبل، جنهن کي محمد بن قاسم فتح ڪيو، اهو زماني جي انقلاب هٿن برباد ٿي ويو، ليڪن سندس نالو هلندو رهيو. لوهاراڻي ۽ ٺٽي جهڙا شهر "ديبل" سڏجڻ لڳا. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهن مان ڪوبہ ديبل ڪونہ هو. البيروني لوهاراني کي سنڌوندي جي هڪ شاخ لکيو آهي. (ڪتاب الهند ص 122) ۽ ٺٽي جي متعلق غالبا انهي چوڻ جي بہ ضرورت محسوس نہ ڪئي ويئي تہ ڪو ان جو بنياد (1333ع) ۾ رکيو ويو. جڏهن تہ ديبل جي بندر گاهہ جي حيثيت سان ان کان بہ اڳ حوالو ملي ٿو، ايليٽ ڪراچي کي ديبل چئي ڇڏيو. حالانڪ بندرگاهہ جي حيثيت سان ڪراچي (1729ع) ۾ متعارف ٿيو.

عربن جي دؤر ۾ ڪراچي کان ولي ڏکڻ اوڀر جي طرف بگهياڙ جي قديمي وهڪري واري هنڌ تي پراڻيون وسنديون آباد هيون: ڪلفٽن، گذري، ابراهيم حيدري، پنڀور، رتوڪوٽ ، مورڙو يا ٿنڀن واري مسجد، ڏاراج، راڻو ڪوٽ ۽ جاکي بندر. دراصل ابرهيم حيدري يا گهارو واري کاري کي ئي ديبل چيو ويندو هو ۽ گهارو واري کاري جي ڪناري تي پنڀور واقعي هو. اڄ بہ هن شهر جي دڙي جي اتر طرف کان پاٽي چڙي اولهہ واري تلاءَ تائين اچي ٿو، ۽ اهو تلاءَ پنڀور جي کنڊرن جي حد ۾ آهي (تاريخ معصومي از ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ص 370)، ۽ هو ٻين کنڊرن جي مقابلي ۾ تمام وڏو آهي. ڊيوڊ راس ان کي قديم کنڊر قرار ڏئي ٿو. پاٽنجر لکيو آهي تہ هي کنڊر سڪندر اعظم جي زماني جو آهي. پنڀور کي سنڌ جو قديم ترين شهر تسليم ڪري ٿو. هينري ڪزنس لکي ٿو تہ سنڌ جا ماڻهو ديبل کي صوبي جو قديم بندر گاهہ سمجهن ٿا، ۽ پنڀور سمنڊ جي ڪناري جو هڪ خاص حفاظتي قلعو هو. ڪزنس جي بيان مطابق هن جي آبادي ٿوري ۽ ويچار جوڳي نہ هئي. هن پنڀور جي باري ۾ جيڪو جملو لکيو آهي ، اهو هي آهي: (An insignificant site) ، ليڪن ظاهر آهي تہ هن جي اها راءِ صحت تي مبني نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ شهر جا کنڊر ۽ ان جي وسعت اڄ بہ شهادت ڏين ٿا تہ هي پکڙيل آثار اهو چئي رهيا آهن تہ "پنڀور نہ صرف هڪ شهر هو پر ڪنهن زماني ۾ تمام وڏو شهر هو، ۽ اسلامي دؤر ۾ بہ موجود هو." مگر ان جي اهميت گهٽ ٿي چڪي هئي، ڇاڪاڻ تہ درياءَ جو رخ بدلجي چڪو هو، ۽ آبادي آهستہ آهستہ گهٽ ٿيڻ لڳي هئي.

23 مارچ 1959ع جي "ڊان" ۾ انهي حقيقت جو انڪشاف ڪيو ويو تہ پنڀور جي کوٽائي مان هشام بن عبدالملڪ جو سڪو لڌو ويو آهي. اها نهايت وڏي ڳالهہ هئي، جيڪا انهيءَ امر کي هٿي ڏئي ٿي، تہ پنڀور اسلامي دور ۾ موجود هو. باقي سندس ايتري اهميت نہ هئي اها ٻي ڳالهہ آهي. دانش گاهہ پنجاب جي مقالہ نگار جو پنڀور کي محض هڪ خيالي ۽ فرضي شهر چوڻ ۽ ان جي شُهرت صرف سسئي پنهون جي داستان تائين محدود قرار ڏيڻ، ڪنهن ريت بہ صحيح نہ آهي، جڏهين انگريز مؤرخن جا حوالا ياقوت حموي ۽ البيروني جي اشارن کان سواءِ خود تحفتہ الڪرام جو مصنف مير

علي شير قانع لکي ٿو تہ:-

”جڏهن سنڌ تي بنو اميہ جا گورنر حڪومت ڪري رهيا هئا تہ سنڌ جا ڪي حڪمران محض ظاهر داري طور وقت جي حاڪمن جا تابعدار رهيا. انهن ۾ هڪ دلوراءِ بہ هو. هو راءِ گهراڻي جي نسل مان هو، ۽ دلور جي شهر ۾ رهندو هو، جيڪو سندس نالي جي نسبت سان مشهور هو. اهڙيءَ طرح ٻيو راجا ٻنڀوراءِ ٻنڀور شهر ۾ هو، جنهن خود انهي شهر کي آباد ڪيو، ۽ ان ۾ رهندو هو. (تحفتہ الڪرام اردو، سنڌي ادبي بورڊ، 1959ع صفحا 75-76).

مٿئين بيان مان انهيءَ ڳالهہ جو ثبوت ملي ٿو تہ ”ٻنڀور“ واقعي هڪ شهر هو. اتي اسان کي اها شهادت بہ واضح طور تي ملي ٿي تہ راجا ٻنڀوراءِ اتي ئي مقيم هو، ۽ ٻنڀور ئي سندس راڄڌاني جو هنڌ هو. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ هو اموي حاڪمن جو ڏن ڀريندڙ هو. ان لاءِ ايليٽ جو اهو بيان تہ ٻنڀور غير اهم شهر هو، خالي سڪتائي تي ٻڌل آهي. علي شير قانع جو اهو بيان تہ ٻنڀور کي هن پنهنجي نالي تي آباد ڪيو، يقيناً محل نظر آهي، ڇاڪاڻ تہ ٻنڀور کي انگريز مورخن مٿين وضاحتن جي مطابق اسلامي دور کان اڳ جو شهر ڪري لکيو آهي، لهذا احتياط سان اهو چئي سگهجي ٿو تہ اسلام کان اڳ بہ هي شهر وجود ۾ هو، ۽ ٻوڌين جي زماني ۾ بہ هن جو وجود قائم هو. ڇاڪاڻ تہ تاريخ معصومي ۾ ان جو نالو ”وهار“ ڄاڻايو ويو آهي، جيڪو لفظ خانقاهہ ۽ عبادت گاهہ لاءِ مستعمل هوندو آهي، ۽ ٻڌ پنهنجي مرڪزي جڳهين کي اهڙي ئي نالي سان ياد ڪندا هئا. ان سلسلي ۾ تطبيق جي صورت اها ٿي سگهي ٿي تہ ڪو زلزلو آيو يا درياءَ جي ٻوڏ وغيره سبب هي شهر هڪ ڀيرو تباهہ ٿيو، ۽ اسلامي دور جي شروع کان ڪجهہ اڳ وري آباد ٿيو، ۽ راءِ گهراڻي سندس نئين طور ٺاهہ جوڙ ڪئي هجي، ۽ راجا ٻنڀوراءِ ان جي نئين سر اڏاوت بعد ان جو نالو ’وهار‘ مان بدلائي ”ٻنڀور“ رکيو هجي، ۽ ٿورن سالن کان پوءِ اسلامي فتحن ان جي اهميت ختم ڪري ڇڏي هجي. بهرحال هي هر صورت ۾ ٻنڀور هو ۽ قديم ايامن کان موجود هو، ۽ سندس شهرت خالي سسئي پنهون جي داستان سان نہ هئي، پر هڪ ننڍي رياست جي واليءَ جي قيام گاهہ جي سبب ۽ ٻڌن جي زماني ۾ هڪ مرڪزي مقام جي حيثيت سان بہ هئي. قديم زماني جي ديبل جي ويجهڙائي بہ سندس اهميت جو سبب هئي.

عرب مؤرخن جي ذڪر نہ ڪرڻ جو سبب ھيءَ ھو تہ ھنن جي نظر ڪنڌي ۽ ڪارين وارن ماڻھن تي ھئي، ان لاءِ ھنن سيني وسندين کي ”ديبل“ مراد ڪري ورتو، ۽ سندن دور ۾ ھن جي پنھنجي اھميت ختم ٿي چڪي ھئي.

ھن سلسلي ۾ ھڪ وڏي غلطي ھي بہ آھي، جو ڀنڀورکي ماڻھن سسئي پنھون جي داستان جي پس منظر ۾ ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي، جنھن ڪري ھن داستان ۾ مبالغہ آرائي ۽ اڳتي ھلي طلسماتي فضا پيدا ٿي ويئي. ان ڪري انھي داستان جي سچائي سان گڏوگڏ ڀنڀور جي واقعيت ۽ ان جي موجودگي کي بہ بي بنياد سمجھيو ويو، جا ڳالھہ انصاف وٽان نہ آھي.

قديم آثارن جي تلاش ۽ ڳولا ۾ ڀنڀور جي کوٽائي بعد ھشام بن عبدالملڪ جو سڪو ملڻ ۽ علمي نوادر جي دريافت جي امڪانن کي نظر انداز ڪري نٿو سگھجي، ڇاڪاڻ تہ تاريخ معصومي جي مصنف لکيو آھي تہ ”اسلامي دؤر جي شروعات بعد سنڌ ۾ ڪابل، غزني ۽ ھرات جا اھل علم اچي مقيم ٿيا. مشھور محدث ملا بو علي قاري ھروي جو خاندان بہ ھتي اچي آباد ٿيو.“ مؤلف تحفتہ الڪرام جي صراحت مطابق بلخ جا سادات ۽ اڪثر مشائخ، جن جو تعلق قلندري طريقي سان ھو، اھي ھت آيا. تصوف کي علمي ۽ عملي طور شيخ بھاءُ الدين ذڪريا ملتاني واڌارو ڏنو، ۽ سنڌ ۾ قلندري طريقي جي ترويج ۽ اشاعت لعل شھباز قلندر ڪئي. انھن مشائخن، عالمن ۽ محدثن کان سواءِ مولانا غلام رسول مھر شاعرن ۽ اديبن جي بہ ھڪ ڊگھي فھرست ڏني آھي، جيڪي ھت آيا ۽ آباد ٿيا.

سنڌ ۾ اسلامي ثقافت جي سلسلي ۾ مولانا عبدالحئي لکنوي مرحوم پنھنجي مشھور تصنيف ”الثقافتہ الاسلاميہ في الھند“ ۾ سنڌ جي مؤرخن جو ذڪر خاص طور تي ڪيو آھي، جنھن ۾ سڀ کان پھريون ذڪر مير معصوم جي تاريخ جو آھي، ۽ تصنيف جو سال 1009ھ ڄاڻايل آھي. ان بعد طاھر نسياني جي تاريخ جو بيان آھي، جيڪا جھانگير جي زماني ۾ لکي ويئي. قاسم بيگ جي ماثر قاسمي ۽ ترخان نامہ ۽ تاريخ سنڌ جلال شيرازي، مير علي شير قانع جو تحفتہ الڪرام، عبدالفتاح گلشن آبادي جو تاريخ الھند و افغانستان جو ذڪر آھي. (الثقافتہ الاسلاميہ ص 65).

”نزھتہ الخواطر“ ۾ عالمن، محدثن، مدرسن جو ذڪر آھي. انھي جي

مطالعي مان اهو اندازو ٿئي ٿو تہ سنڌ جي سرزمين ۾ الله وارن، مشائخن، علماء ڪرام، محدثن، اديبن ۽ مؤرخن جو هڪ وڏو تعداد ابدي آرام ۾ آهي، ۽ ممڪن آهي تہ ينيور ۽ ٻين اهڙن وساريل ڪنڊرن جي کوٽائي بعد ئي اسان جي ثقافت جا بي بها موتي هٿ اچن، جن جي جرڪ ۽ چمڪ سان سنڌ جي سر زمين ٻهڪي اٿي. في الحال تہ ينيور جي کوٽائي اهڙن نڪتن کي روشن ڪيو آهي، جيڪي اڃ تائين ڳجهي پردي ۾ لڪا پيا هئا.

## مددي ڪتاب


١- ياقوت حموي — معجم البلدان
2- البلاذري — فتوح البلدان
3- مسعودي — مروج الذهب
4- البيروني — ڪتاب الهند
5- لکنوي — الثقافتہ الاسلاميہ في الهد
6- اردو دائرة المعارف اسلاميہ ج 5-11 — دانش گاهہ پنجاب
7- سيد سليمان ندوي — عرب و هند کے تعلقات
8- ابو ظفر ندوي — تاريخ سنڌ
9- مير علي شير قانع — تحفتہ الڪرام
10- مير معصوم — تاريخ معصومي
11- ايچ-ٽي- سارلي — گزيٽيئر آف سنڌ
12- پروفيسر ماٽڪ پٿاوالا — فذيڪل ائنڊ ايڪانامڪ جاگرافي آف سنڌ.
13- رچرڊ ايف-برٽن — سنڌ - ري وزيٽيڊ


(ترجمو: **محمد حسين ڪاشف**)

آلوڙو اکين، آيم نند نياڳ ڪي!
هاڻي هن پنهور ۾، گهاريان ڪارڻ ڪن،
اديون اونيڙن، هنئين سان هاجو ڪيو.

ڪر ڪو واڪو وس، وه مَ منڌ پنهور
چڙهي ڏاڍين ڏونگرين، پير پنهونءَ جو
پس، ڏورڻ منجهان ڏس، پوندءِ هوت پنهون جو.
- ڀٽائي رحہ

# ڀنڀور يا ديبل

## ڊاڪٽر لوئيس فليم

ڀنڀور جو شهر سنڌ جي لوڪ ادب ۾ خاص جاءِ والاري ٿو. ڀنڀور اها جڳهه آهي، جتي سسئي اتفاق سان آئي، پر قدرت هن کي پنهونءَ سان ملائي ڇڏيو. ڀنڀور سان وابسته ايثار ۽ محبت کي پوءِ آيل تباهيءَ سان گڏي بيان ڪرڻ ڏاڍي ڏکوئيندڙ ڳالهه ٿي لڳي. مان هن مضمون ۾ ديبل جي تاريخي ۽ ماحول جي متعلق مليل شهادتن جو ذڪر ڪندس، ۽ ان ڳالهه تي بحث ڪندس ته آيا ڀنڀور جو آثار قديمه وارو دڙو ۽ تاريخي ديبل ساڳيو آهي يا نه.

بدنصيبيءَ سان عرب ليکڪن ديبل جو متاڃرو ذڪر ڪيو آهي. ابن حوقل (ايليٽ 1976:37) رايو ڏيکاريو آهي ته ديبل تلوار سازيءَ لاءِ مشهور هو. هوڏانهن ڊاڪٽر ايف - اي - خان جيڪا ڀنڀور جي کوٽائي ڪئي، ان ۾ تلوار جو نالو نشان به ڪونه مليو. جيڪا جڳهه جنهن خاص شيءِ جي ڪري مشهور هئي، ان مان ضرور ڪا اهڙي تلوار ته ملي ها، پر هڪ به نه ملي.

اڳتي هلي ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ رايو پيش ڪيو آهي ته عرب لشڪر، جنهن ديبل تي حملو ڪيو، اهو گهٽ ۾ گهٽ 20,000 گهوڙي سوارن ۽ ڪيترن ئي پيادن تي مشتمل هو. ڀنڀور جي چوڏهن ايڪڙن جي پکيڙ ۾ اٽڪل 3,500 ماڻهو ماپيا هوندا. چچ نامي يا فتح نامي ۾ ذڪر آيل آهي ته جنهن وقت عربن ديبل تي حملو ڪيو، ان وقت سڀ ماڻهو قلعي ۾ هئا (قليچ: 1900: 18).

بلاذري (ايليٽ 1976: 120) ۽ چچ نامي (قليچ 1900: 83) موجب قلعي فتح ڪرڻ کان پوءِ ديبل جي 3,500 ماڻهن کي ختم ڪرڻ ۾ عربن جي 20,000 جي لشڪر کي ٽي ڏينهن لڳي ويا. جڏهن تاريخي ڏنل انگ اکر صحيح سمجهيا وڃن ته عربن جي هيڏي ساري لشڪر لاءِ ديبل جي ساڍن ٽن هزارن ماڻهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ٽي ڏينهن تمام گهڻا آهن. ديبل جو شهر ڀنڀور جي ڪنڌرن کان يقيناً وڏو هوندو. چچ نامي (قليچ 100: 83)

۾ بہ ذڪر آهي تہ ديبل تي چئني طرفن کان حملو ڪيو ويو هو. هر ڪنهن
کي خبر آهي تہ ائين صدي عيسويءَ کان پوءِ سامونڊي حد ڪافي پوئتي هٽي
آهي. پنڀور جي اڄوڪي بيهڪ کي ڏسندي ۽ اهو اندازو ڪندي تہ ائين صدي
عيسويءَ ۾ اتر واري وير ڪيستائين پهچندي هوندي، چئن طرفن کان فوجي
حملو ناممڪن ٿو لڳي، ڇو تہ چوڌاري وير جو پاڻي چڙهيل هوندو. ها اِهو
ممڪن آهي تہ تاريخي بيان درست نہ هجي تہ پوءِ پنڀور ۽ ديبل لاءِ ماحول
جي حالتن مطابق سوچي سگهجي ٿو. جيئن مٿي ذڪر ٿي آيو آهي تہ پنڀور
هاڻ ويرن جي ايراضيءَ ۾ آهي ۽ ماضيءَ ۾ بہ ائين هو، پر ماضيءَ ۾ سمنڊ
جو وهڪرو اڄ جي مقابلي ۾ گهٽ اتر طرف هو. ويرن جي ايراضيءَ ۾
سمنڊ جو پاڻي ڏينهن ۾ ٻہ ڀيرا لهندو ۽ چڙهندو آهي. سمنڊ جو اهو پاڻي
پنڀور کي ٽن پاسن کان وڪوڙيندو هو. ان کان علاوه موجوده پنڀور جي
ايراضيءَ کي ڏسندي اِهو يقين ڪرڻ مشڪل ٿي پيو آهي تہ هيءَ ايراضي اناج
جي پيدائش لاءِ مشهور هوندي، جيئن ابن حوقل بيان ڪيو آهي.
(ايليٽ 1976:37)، المسعودي (ايليٽ 1976:21) ۽ اصطخري
(ايليٽ 1976:30) جو چوڻ آهي تہ پنڀور[1] سنڌونديءَ جي لڪ هو. پنڀور
جي مٿان ورتل فوٽن جو ريڪارڊ ڏيکاري ٿو تہ سنڌوءَ جي ڊيلٽا جي هڪ
نيڊي شاخ گهاري شهر جي اولهہ ۾ وهندي هئي، پر اها شاخ گهاري جي ڏکڻ
- اوڀر طرف هئي ۽ موجوده پنڀور طرف نہ وهندي هئي، تنهن هوندي بہ اِهو
ٿي سگهي ٿو تہ آبڪلاٽي جي زماني ۾ سنڌوءَ جو پاڻي موجوده ماڳ تائين
گهلجي ويندو هجي. سنڌونديءَ جي هن وهڪري کي هولميس ڪلري
وهڪري جو نالو ڏنو آهي، ۽ هن جي چوڻ مطابق سنڌونديءَ هي وهڪرو
چوڏهين صدي عيسويءَ تائين اختيار ڪونہ ڪيو آهي (Holmes
1968:381) ان وقت تائين ٺٽو سنڌ جي گاديءَ جي هنڌ طور مستحڪم ٿي
چڪو هو ۽ جنگي لحاظ کان سنڌونديءَ جي ڊيلٽا جي ٻن شاخن نالي
ڪلري ۽ بگهياڙ جي وچ ۾ اچي ويو هو. ڪلري برانچ چوڏهين صديءَ کان
اٺوين صديءَ تائين وڏي برانچ طور رهي. ان کان پوءِ سنڌونديءَ جون

---

(١) ابن حوقل، المسعودي ۽ اصطخري پنهنجن ڪتابن ۾ "پنڀور" نالو آندو ٿي ڪونهي. هنن "ديبل" نالو آندو آهي. ايليٽ بہ "پنڀور" نالو نہ ڏنو آهي. هن بہ "ديبل" ٿي لکيو آهي. (م.ع.س)

شاخون اوپر طرف ڪسڪڻ لڳيون ۽ ڀنڀور جي مخالف طرف. اٺين صدي عيسويءَ ۾ عربن جي سنڌ ۾ اچڻ جي وقت سنڌوءَ جي ڪاٻي برانچ ڀنڀور جي پرسان وهندڙ ڪونہ هئي. ماحول جي مشاهدي مان شڪ ٿو پيدا ٿئي تہ موجوده ڀنڀور جي سائيٽ ڪي ديبل ٿي چئي سگهجي ٿو. هولميس (377:1998) مشورو ڏنو آهي تہ ديبل کي جاتيءَ جي اولهہ ۾ ڳولهڻ گهرجي. ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ (1978:350) ديبل جا مختلف رايا پيش ڪيا آهن، جن کي مان هتي دهرائڻ مناسب نٿو سمجهان.

بهرحال ڀنڀور جي اهميت ديبل جي تڪراري شناخت کان مٿانهين آهي، هيءَ ماڳ سنڌ جي تاريخ ۾ اهم آثار جي حيثيت رکي ٿو.

ڊاڪٽر ايف - اي - خان جي کوٽائي جي نتيجي ۾ اسلامي ۽ اسلام کان اڳئين دور جي کنڊرات جي عظيم دولت ملي آهي، جيڪا آڳاٽي ۽ عرب دور جي بين تاريخي ماڳن کي سمجهڻ ۾ ڪسوٽيءَ جو ڪم ڏيندي، ۽ ها، ڀنڀور جي لاءِ اسان جي دلين ۾ خاص قسم جي محبت سسئي ۽ پنهونءَ جي داستان جي ڪري بہ آهي.

# References:


1. *Beg, Mirza Kaleech.*

   *1900, 'The Chachnama, An Ancient History of Sind,' Karachi, Commissioner's Press. (Reprinted by Sarnagati Kuryachee).*

2. *Eliot, Sir, H.M.*

   *1976, 'The History of India, as told by its own Historians,' Volume I, 'The Muhammadian period, Lahore, Islamia Book Service (Reprint).*

3. *Holmes, D. A.*

   *1968 "The Record History of the Indus," (Geographical journal, 139 (3): 367 - 382.*

4. *Pathan, Mumtaz Hussain.*

*1978, 'Sind - Arab Period", Hyderabad, Sindhi Adabi Board.*

ڀڄي جان ڀنڀور کان، ڏونگر ڏوريو مون،
ڪاهي رسيس ڪيچ کي، جتي پاڻ پنهون،
سيت آهئين تون، قضا ڪندين ڪن سين.
- ڀٽائي رحہ

# پنيور ۽ سندس ڳولائو

## ممتاز راشدي

اسپين جي هڪ فيلسوف جو قول آهي تہ، ’جيڪڏهن ڪو تاريخ جي عمل کي صحيح معنيٰ ۾ ڏسڻ گهري تہ پري کان ڏسي.‘ اهو مفاصلو ڪيترو هئڻ گهرجي؟ سولي ڳالهہ آهي، ٿورڙو پرتي بيهو، جيئن ڪلوپيٽرا جو نَڪَ ڏسڻ ۾ نہ اچي، ان جو مقصد ظاهر آهي. تاريخي عمل کي ويجهڙائيءَ سان جاچڻ لاءِ هن ڳالهہ جو امڪان رهي ٿو تہ متان ڏسندڙ جو ڌيان ڪلوپيٽرا جي نڪ ڏانهن ڇڪجي وڃي، ڇاڪاڻ تہ سندس نَڪ، مهانڊي جي تناسب کان گهڻو وڏو آهي. پري رهڻ سان ايترو ٿئي ٿو جو اکين اڳيان ڌنڌ اچي وڃي ٿي، ۽ جيستائين تاريخ جو عمل پورو ٿئي، منظر چٽو نظر نہ ايندو آهي. وقت گذرڻ سان اهڃاڻ ۽ آثار بہ لٽجي وڃن ٿا. تاريخ جا شاگرد خامين ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺن ٿا، پوءِ اها دلچسپي علمي نوعيت جي ٿي پوي ٿي. تنگ نظري ۽ تعصب جا رويا ختم ٿي وڃن ٿا، ۽ پوءِ ذهن مان تاريخ بابت چٽي ۽ صاف تصوير اڀري ٿي.

آثار قديمہ وارا هند، تاريخ جي لٽيل تصوير کي صاف ڪري چٽو ڪري پيش ڪن ٿا. آثار قديمہ جا ماهر جذباتي لاڳاپن جي سيني پهلوئن کي سمجهن ٿا ۽ حاصلات جي اهميت کي بہ ڄاڻن ٿا. مهم ۽ ڪتابي کوجنا پاڻ ۾ ڳنڍيل رهن ٿيون. تفريح ۽ عالمانہ انداز جو مناسب امتزاج بہ ضروري آهي.

پراڻن وقتن جي قتل هندن جي کوٽائيءَ جي ڪم سان جذباتي لاڳاپو نہ هوندو آهي، ۽ ان ڪري فيصلو بہ جذباتي انداز ۾ نہ ٿيندو آهي. اهي شهر يا وستيون ڇو برباد ٿي ويون، تن جا ڪي سبب هوندا آهن، ۽ اهي خالص سبب، علمي کوجنا جا سبب رهن ٿا. قتل هندن جي تلاش ۽ انهن جي کوٽائي روحانيت ۽ عمل جي لاڳاپي وانگر آهي.

تنقيد جي دائري شروع ٿيندي ئي سائنس جي ميدان ۾ پهچي وڃون ٿا، جنهن جو تعلق دماغ سان آهي. مثال طور، سائنسدانن کي گهري دلچسپي

هوندي آهي تہ اهي بيماري جي اڏامندڙ جيوڙن بابت "چو" ۽ "چا" تي ويچار ڪن. پر اهي ڪڏهن بہ انهن جيوڙن ڪي انسان جي دشمن جي حيثيت ۾ نہ ڄاڇيندا آهن. جيتوڻيڪ آثار قديم جي کوٽائيءَ جو هنر، سائنس بہ آهي تہ فن بہ، جنهن لاءِ مهارت جي ضرورت آهي، ان هوندي بہ ڊرامائي خصوصيتون ماڻهن لاءِ ڪشش رکن ٿيون.

ڀنڀور ڀين چند پاڪستاني آثارن وانگر تاريخ ۽ شاعريءَ سان پيار ڪندڙ تاريخدانن ۽ آثار قديم جي ماهرن کي تحقيق ۽ جستجوءَ جو جوش ۽ جذبو ڏياريندڙ آهي. ڀنڀور جي اهميت گهڻو ڪري هن ڳالهہ جي ڪري آهي تہ هتي سنڌ جو مکيہ بندر هو، جنهن کي ديبل سمجهيو ويندو هو، ۽ جنهن کي محمد بن قاسم 712 عيسويءَ ۾ گهيري هيٺ آڻي فتح ڪيو. ڀنڀور جو لاڳاپو، تاريخ جي اڳ واري دور جي وسندين سان معلوم ٿئي ٿو. پر هنن جي پيٽ ۾ هيءُ هنڌ گهڻ اهميت ٿو رکي، جيڪي سڄي سنڌ ۾ پکڙيل آهن.

ڀنڀور، عربن جي فتح ۽ برصغير ۾ اسلام جي روشني پکڙجڻ جي نقطہ نگاه کان گهڻو اهم آهي.

مرحوم ممتاز حسن نفاست جوصاحب، شاعر ۽ ڪيترن ادبي، ثقافتي ۽ تاريخي انجمنن جو بانيڪار ۽ قديم آثارن جو سرپرست هو. ان کان سواءِ پاڪستان جي سول سروس جي اعليٰ عملدار هئڻ سان گڏ منجهس دل موهڻ جي خصوصيت هئي.

مون هن ڳالهہ کي دلچسپيءَ سان جاچيو هو تہ جناب ممتاز حسن، ايم. ڪيوريل، اُن وقت جي ڊائريڪٽر آرڪيالاجي کي ڪيئن ٿو ڀنڀور جي کوٽائي شروع ڪرڻ لاءِ قائل ڪري. جناب ايم. ڪيوريل ائين محسوس ڪيو، ڄڻ تہ "ڪورٽيز نئين دنيا ڳولي لهڻ آيو آهي."

ٻئي سال، ڊاڪٽر ايف - اي - خان کوٽائي شروع ڪئي، جا اٺ سال جاري رهي. سال 1966 عيسويءَ ۾ اسين چين کان موٽي آياسين. پوءِ مون کي هر سال محترم ممتاز حسن سان ڀنڀور وڃڻ جي سعادت ملندي هئي. ان وقت کوٽائي شروع ٿي هئي، ۽ هڪ عمدو ميوزم وجود ۾ اچي رهيو هو. گهڻو ڪري مرحوم پير حسام الدين راشدي بہ اسان سان گڏجي هلندو هو، ڇاڪاڻ تہ هو ميوزم ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ هو.

مرحوم جسٽس فيروز نانا، جيڪو انسان دوست بہ هو، پڻ ميوزم جو ميمبر هو. سنڌ جي تاريخ جا ڪيترا محسن ۽ سنڌ جا شائق هن مهم ۾ اسان سان گڏ هئا.

هيءَ ڳالهہ پنهنجي ليکي شوق ۽ جذبي جو طوفان جاڳائي ٿي تہ اسين هڪ اهڙي هنڌ تي بيٺا آهيون، جيڪو هن خطي ۾ عرب حڪومت جي پهرين بستي هو. هيءَ ڳالهہ پير حسام الدين راشدي، جناب ممتاز حسن يا ڊاڪٽر ايم - اي - غفور لاءِ فخر جهڙي هئي. ڊاڪٽر غفور، جيڪو جڳ مشهور ماهر هو، هينئر بنگلہ ديش ۾ آهي. ڊاڪٽر ايف - اي - خان ٻين نوجوان ۽ ذهين آرڪيالاجسٽ جهڙوڪ ڊاڪٽر رفيق مغل ۽ ميوزم جي فن جي ماهر ڊاڪٽر نقوي سان گڏجي ڪم پئي ڪيو. سڀ ڪي تيار هو، جيئن ڀنڀور کي تاريخي پس منظر ۾ پيش ڪري سگهجي. جيئوٽيڪ اين - جي - مجمودار، 1930ع ۾ سرسري طور جائزو ورتو هو، پر ڀنڀور جو هنڌ، ديبل جي تلاش ڪندي، کوٽاين ۾ ظاهر ٿيو. ڪيترائي اهم ماهر، سڄو سال هن تلاش ۾ رُڌل هئا تہ ڪهڙي طرح سنڌ جي تاريخي شهر کي ڳولي لهجي.

محترم ممتاز حسن ۽ ڊاڪٽر غفور ڪن هنڌن کي ممڪن حد تائين ديبل سمجهي اشارو ڪيو. هيءَ ڳالهہ بہ طئي ڪرڻي هئي تہ ڇا ڀنڀور جو واقعي اُهوئي هنڌ آهي، جيڪو مجمودار ۽ الڪاڪ ڊيڪاريو آهي. ان کان پوءِ ايليٽ ۽ ايلفنسٽون فرشتہ، ابوالفضل، برٽن ۽ ڪوزنس، هيگ ۽ پوءِ ڊاڪٽر بلوچ ۽ پير حسام الدين راشدي جا نالا اچي وڃن ٿا، جن اسان جي دؤر ۾ هن ڏس ۾ ڪم ڪيو.

ڊاڪٽر ايف - اي - خان ٻاران ڪيل کوٽائيءَ جي ڪم ۾ هيٺيون دلچسپ حقيقتون منظر عام تي آيون:

-- ڀنڀور تاريخ کان اڳ واري دور جي وسندي آهي.

-- سائٿيو - پارٿين دور سان تعلق رکندڙ مٽيءَ جا ٿانوَ بہ مليا آهن.

-- ساسانين جي دور کان وٺي ۽ راءِ جي راڄ ۾ هي بندر وارو شهر هو.

-- هتان سون ۽ چانديءَ جا سڪا بہ مليا آهن. اهي سڪا، خليفي هشام بن عبدالملڪ ۽ المامون جي دور سان تعلق رکن ٿا.

-- ٻُڌن واري دور ۾ پڻ هي شهر وڏي اهميت وارو هو.

- هي شهر تن ڏينهن ۾ مختلف نالن سان سڏيو ويندو هو، پر پنڀور جو نالو مٿس ارڙهين صديءَ ۾ پيو.

ان هوندي به لاڳاپيل اهم دور، اميه ۽ عباسي حڪومتن جو هو. جيڪي تحريرن جا چاٽو آهن يا انهن اُڪريل تحريرن مان هن ڳالهه جو پتو لڳايو آهي ته برصغير جي سڀ کان جهوني مسجد پنڀور ۾ ٺاهي وئي. هيءَ مسجد کوٽي ڪڍي وئي ۽ ان ڪري هيءَ دعويٰ به صحيح ثابت ٿي. هن هنڌان چاندي ۽ سون جا سڪا به مليا آهن. هي سڪا، خليفي هشام بن عبدالملڪ ۽ المامون جي دور سان تعلق رکن ٿا.

پنڀور جي کوٽائيءَ جا جيڪي بانيڪار هئا، ميوزم قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشان هئا ۽ ريسٽ هائوس ٺهرائڻ لاءِ مددگار هئا، سي هينئر سڀ ٽڙي پکڙي ويا آهن. انهن مان ڪي ته هميشه لاءِ وڃي آرامي ٿيا آهن.

سنڌ جي عظيم شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه، پنڀور کي پنهنجي محبت ڀرين نغمن سان اعليٰ روحاني مقام تائين رسايو آهي. شاه جي سُورمي سسئي، پنڀور جي اهميت ۾ عجيب طرح سان اضافو ڪيو آهي، جنهن ۾ ترنم به آهي ته محبت جو لافاني ۽ نرم جذبو به. هيءَ لافاني محبت انسان جي ٻٽايل گهرن ۽ هٿن سان جوڙيل سرن کان گهڻو پري اهڙي دنيا تائين رسائي ٿي، جنهن ۾ قربانين ۽ لافاني محبت جي دنيا آهي. پنڀور اهڙو هنڌ آهي، جنهن ۾ نه فقط آثار قديمه جي ماهرن جي دلچسپي آهي، پر اُنهن ماڻهن لاءِ به ڪشش آهي، جيڪي ماضيءَ جي سونهن ۽ علم جي تلاش ۾ آهن.

اُهي ماهر، جن پنڀور جي تلاش ۽ کوٽائيءَ جو ڪارنامو سرانجام ڏنو ۽ هينئر هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا آهن، تن جي روحن کي هيءَ ڳالهه معلوم ڪري ابدي آرام ملندو ته سندن ڪم جي چڱي سار سنڀال لڌي ٿي وڃي. اسان مان جيڪي هتي اچن ٿا، سي اميد ٿا ڪن ته اختياريءَ وارا ريسٽ هائوس کي چڱيءَ حالت ۾ رکندا. زبون حال رستن جي مرمت ڪندا، نوان رستا جوڙيندا ۽ بجليءَ کي پنڀور تائين رسائيندا. اسان جي قومي زندگيءَ لاءِ پنڀور تمام ضروري آهي. ثقافت، تاريخ، علمي ذهانت توڙي مستقبل لاءِ سبق سکڻ لاءِ.

هينئر اسان وٽ سيد غوث علي شاهه صاحب جهڙو نفيس ۽ صاحب ذوق

ماٿهو سنڌ جو تعليم ۽ ثقافت جو وزير آهي.[1] اسان کي اميد آهي تہ هن جهڙي علم دوست ۽ مٿيادار شخص جي ٿورڙي توجهہ سان مڪليءَ تي ڪيترن اهم مقبرن سار سنڀال ٿي سگهندي، ۽ خاص طور عيسيٰ خان ترخان جي مقبري جي حفاظت جو ذمو کنيو ويندو.

ڀنڀور جي موجوده ميوزم ڏي ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي ۽ سڀ کان اهم ھي ڳالهہ آهي تہ اسين پنهنجي تاريخي ۽ ثقافتي ورثي کي وساري نہ وهون.

(ترجمو: شيخ عبدالحليم جوش)

بَرَ مڙوئي بوءِ، ڇپر ڇاتون مُڪيون،
به به ٿي ڀنڀور ۾، هنڌ مڙيئي هوءِ،
راتين وري روءِ، گوندر لنا گوڻئين.

پنهون سين پريت جو، ڪو جو پيچ پيوم،
ڀنڀي هن ڀنڀور ۾، وهڻ وهُ ٿيوم،
متيون موٽڻ سنديون، ڪاڪيون! ڪين ڏيوم،
سرتيون ساهہ سندوم، ٿيو حوالي هوت جي.
- ڀٽائي رحہ

(١) موجوده چيف منسٽر سنڌ. محترم جسٽس (ريٽائرڊ) سيد غوث علي شاهہ صاحب سيمينار وقت سنڌ جو وزير تعليم ۽ ثقافت هو. جنهن نشست ۾ هيءُ مقالو پڙهيو ويو، پاڻ ان جي صدارت ڪري رهيا هئا.

# پنڀور: هڪ بحث

مظهر يوسف

سائنسي سوچ جي عقلي گهرج اها آهي تہ جيسيتائين حقيقتون مفروضن سان ٺهڪي نہ ٿيون اچن تہ مفروضن کي ختم ڪري ڇڏجي. پر هتي اسان وٽ بدقسمتي سان روايت اها رهي آهي تہ حقيقتن کي مفروضن ۾ سلهاڙي مفروضن کي قانون جي حيثيت ڏئي ڇڏجي. مون کي اهو چوندي افسوس ٿئي ٿو تہ پنڀور کي باربريڪان يا ديبل جي سڃاڻپ ڏيڻ جهڙي ڪم ۾ ڏسڻ ۾ اچيم ٿو تہ مفروضي ۽ خيالي ڳالهہ جي سرپرستي ڪئي وڃي ٿي.

ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ پنڀور هڪ اوائلي هنڌ آهي ۽ اهو بہ ناممڪن ڪونهي تہ هي شهر گهاڙ وهڪري کي ويجهو هئڻ واري وقت کان وٺي اوائلي وستي رهيو هجي، جنهن لاءِ سڀئي متفق آهن تہ 325 ق-م ۾ اهو سنڌوءَ جو اولانهون وهڪرو هو.

پر آئون انهي مفروضي سان متفق نہ آهيان تہ پنڀور ساڳيو باربريڪان يا ايسٽائين جو ديبل آهي.[1] انهيءَ ڏس ۾ گهٽيون ڳالهيون منهنجي رهنمائي ڪن ٿيون. انهن مان سڀ کان مکيہ عنصر سنڌوءَ جو زماني کان پنهنجو وهڪرو بدلائڻ وارو دستور آهي. انهي کان سواءِ درياءَ جي ڊيلٽا واري حصي جي آهستي پر يقيني طور انچ انچ وڌندو رهڻ ۽ باربريڪان بابت يوناني لکندڙن جي ۽ ديبل متعلق عرب جاگرافي دانن جي راين کي ان جي ثبوت ۾ پيش ڪري سگهجي ٿو.

ول هيلمي، جنهن سنڌو جي ڊيلٽا جو گهڻو گهرو مطالعو ڪيو، ان جو اهو چوڻ آهي تہ حضرت عيسيٰ جي ڄمڻ کان ٽي سؤ پنجويهہ سال اڳ سنڌو ٽر واري رڻ پٽ سان بلڪل لڳو لڳ وهندو هو. سنڌوءَ جو وهڪرو ڏرتيءَ

---

(۱) ليکڪ پنهنجي راءِ جي سلسلي ۾ جن تحقيق جا نالا اڳتي هلي ڪنيا نہ آهن. انهن جا نہ نالا ڏنا اٿس ۽ نہ حوالا ئي ڏنا اٿس. (م.ع.س)

جي گردش سبب لاڳيتو اَلهندي ڏانهن ٻہ لهندو رهيو آهي. ٻڌاوالا جي لڳايل حساب موجب سڪندر اعظم جي سنڌ ۾ اچڻ وقت سنڌوءَ جو وهڪرو اچوڪي وهڪري کان اٽڪل ٽيهہ ميل اوڀر ۾ هو. انهي اولهہ ڏانهن اچڻ واري لاڙي کان سواءِ درياءَ جي هڪ ٻي خاصيت سندس ڇوڙ واري حصي جو لاڳيتو سمنڊ ڏانهن وڌڻ پڻ آهي. هيگ جي لڳايل حساب موجب تہ اها واڌ چار وال في سال جي حساب سان آئي آهي. ٻڌاوالا پنهنجن حقيقي مشاهدن جي بنياد تي انهي واڌ جي رفتار جي تصديق ڪئي آهي. نتيجو انهي ريت بلڪل پڌرو آهي: اسان کي عيسوي دور يا ان کان اڳ جي ڪنهن بہ جاءِ کي جاچڻ لاءِ اوڀر پاسي نظر ڊوڙائڻي پوندي ۽ ڊيلٽا جي موجوده جاءِ کان پوئتي ڏسڻو پوندو. ان ريت وڏيڪ آڳاٽي دور جي تاريخ کي جاچڻ لاءِ اسان کي وڌيڪ گهرو مشاهدو ۽ پري اوڀر تائين ڏسڻ جي ضرورت پيش ايندي.

مثال طور ٻڌالا، جتي سڪندر پنهنجو بحري اڏو قائم ڪيو هو ۽ جيڪا منهنجي دوست ايم. ايچ. پنهور جي چواڻي تہ پاري پلس (pariplus) جي مناگرا هئي، ان کي هاڻي ايگرمونٽ، نصرپور جي اتر ۾ ٻڌائي ٿو.

جيستائين باربريڪان جو تعلق آهي تہ اهو ول هيلمي ۽ ايگرمونٽ ثابت ڪري ڇڏيو آهي. نيئرڪس پنهنجي ڏيهہ موٽڻ واري سفر جي شروعات سنڌوءَ جي منهن واري شاخ تي ٺهيل بحري اڏي کان ڪئي هئي. انهي سفر ۾ هو موجوده سمارا ڍنڍ جي اولهہ ۾ وبهن کان ٽيهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ اهڙي بندرگاهہ ويجهو پهتو، جنهن کي مستقل طوفاني هوائن کان هڪ ٻيٽ ذريعي محفوظ ڪيو ويو هو. نيئرڪس انهيءَ بندرگاهہ کي تمام وڏو ۽ سٺو سمجهي مٿس سڪندر جي جنت جو نالو رکيو. سڪندر جي اهائي جنت پاريپلس جي گمنام ليکڪ جي وقت ۾ باربريڪان جي هڪ عاليشان ڪاروباري شهر جي صورت ۾ اڀري سامهون آئي. اهو شهر سنڌ جي وچ واري وهڪري، جنهن کي سنٿس (Sinthus) يا سنڌو جو نالو ڏنو ويجي ٿو، وٽ موجود هو. انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سڪندر جي وقت واريون ايرندي ۽ الهندي واريون شاخون جهاز راني لائق نہ رهيون هيون ۽ ٻي صدي ۾ رڳو

وچيون وهڪرو ٿي جهاز راني لائق وڃي بچيو هو.

هاڻي جيڪڏهين باربريڪان وچئين وهڪري يا شاخ وٽ آهي ته اهو ساڳئي وقت الهندي وهڪري وٽ به نه ٿو ٿي سگهي، جتي ڀنڀور جي ڪوٺائي ڪئي ويئي آهي. انهي ڪري اهي ٻئي جايون هڪ ٻئي کان جدا ۽ مختلف آهن. ڊيلٽا جي جاگرافيائي حالتن ۾ گذريل ارڙهن صدين ۾ جيڪي تبديليون آيون آهن انهي جي ڪري اسين اڄان تائين باربريڪان جي نشاندهي نه ڪري سگهيا آهيون، پر انهيءَ جو اهو مطلب به ڪونهي ته اسان ايندڙ وقت ۾ به ائين نه ڪري سگهنداسين. سوال اهو آهي ته باربريڪان کي ڪٿي ڳولهڻ کپي. منهنجي راءِ موجب اهو گهوڙا ٻاڙي يا شاهه بندر جي سرحدن ڀريان ڪٿي هئڻ گهرجي. هيگ پڻ اهو چيو آهي ته باربريڪان گهٽو ڪري شاهه بندر کان گهٽي پنڌ تي ڪونهي.

جيڪي ڪجهه باربريڪان لاءِ سچ آهي، اهو ساڳئي وقت ديبل لاءِ پڻ صحيح آهي، جيڪو مضبوط قسم جو قلعو هو، جنهن کي محمد بن قاسم شروعات ۾ سنڌ ۾ پنهنجن پيرن کي مضبوط ڪرڻ لاءِ فتح ڪيو هو.

ديبل سنڌو جي بلڪل الهندي وهڪري وٽ ڪونه هو، جيڪو ٿالمي لاءِ سڳايا، عربن لاءِ سنڌو ساگر ۽ هن وقت گهاڙ سڏجي ٿو. چاڪاڻ ته عرب ڪاهه ڪندڙن متعلق چيو وڃي ٿو ته انهن پنهنجن ٻيڙين کي ڪنهن درياءَ ۾ آندو هو، انهي کي سنڌ ساگر چيو ويندو هو. هيگ ته انهي ٽڪڙي مان بلڪل صحيح نتيجو ڪڍي ٿو ته ديبل سنڌ ساگر وٽ نه هو، چاڪاڻ ته جيڪڏهن اهو اتي هجي ها ته ٻيڙيون ته اڳئي اتي موجود هيون، جن کي اتي نه هئڻ کپي ها.

هيگ، ريورٽي، ڪزنس، ميڪ مرڊو، الفنسٽن، برٽن، پاٽنجر ۽ اسان جي پنهنجي تاريخ نويس مير معصوم سڀني اها ڳالهه ڪئي آهي ته ديبل هڪ وڏي آبادي وارو اهم شهر هو. مٿين نالن مان پهرين ٽن انهي ڳالهه ڏانهن اشارو ڪيو آهي ته اهو لاهري بندر ۽ ٺٽي جي وچ ۾ ڪنهن هنڌ واقع هو.

هيگ ٺٽي کان ذڪڻ اولهه ۾ ويهن ميلن جي مفاصلي تي ڪاڪڙ بڪيرا

جي تباهہ ٿيل جاءِ کي ديبل جي ممڪن شهر طور سڃاڻپ ڪري ٿو. جڏهن تہ پير حسامر الدين راشدي پنهنجي هڪ مضمون ۾ پير پٺي واري جاءِ کي ديبل جي هڪ ممڪن هنڌ طور سڏيو آهي.

بهرحال، پنهنجي بحث کي پوري ڪرڻ لاءِ آئون پٽاوالا کي حوالي طور پيش ڪندس، جنهن جو چوڻ آهي تہ ڀنڀور واري جاءِ جي نندي هئڻ ڪري اسان کيس ديبل جهڙي وڏي شهر جي امڪاني هنڌ طور پيش نہ ٿا ڪري سگهون. سنڌ جي طبعي جاگرافي ۾ هڪ ٻئي هنڌ پٽاوالا اها ڳالهہ پڻ چوي ٿو تہ اهو ممڪن آهي تہ ڀنڀورا يا ڀنڀور اها ساڳئي جاءِ نہ هجي جيڪا پاربيلس جي باربريڪان چئي ويجي ٿي.

ڪزنس چواٿي تہ هيستائين جو رڳي هڪ سرسري جائزي سببان اها خبر پئجي ويجي ٿي تہ ڀنڀور جهڙي غير اهمر جاءِ ديبل نٿي ٿي سگهي، جنهن اٺين صديءَ ۾ عربن کي ڏچي ۾ وڌو هو. مجمدار، عرب دور جي سڪن ملڻ ڪري چوي ٿو تہ، اهو ممڪن آهي تہ عرب دور ۾ بہ گهارو ڪريڪ جي حفاظت لاءِ هتي سندن ڪا چوڪي وغيره هجي. هڪ ٻيرو وري ڪزنس جي حوالي سان ۽ آئون سمجهان ٿو تہ سائنس ۽ مجمدار سان انهي ڳالهہ ۾ متفق آهيان تہ ڀنڀور جي هڪ چوڪي کان وڌيڪ حيثيت نہ هئي، جيڪا ڪريڪ يا نندي بندرگاهہ جي حفاظت لاءِ ٺاهي ويئي هجي، جيڪا ٻاهران سمنڊ رستي ايندڙ سامان کي ملڪ اندر پهچائڻ ۽ انهن تي محصولن وغيره اڳاڙڻ جو ڪم ڏيندي هجي، جڏهن ڪريڪ گهاڙ جي سڪي وڃڻ ڪري سنڌ کان ڪٽجي ويئي تڏهن ئي اها ڳالهہ ممڪن ٿي سگهي ٿي تہ ڀنڀور کي خالي ڪيو ويو هجي ۽ اهو نيٺ ڪنڊرن ۾ بدلجي ويو هجي.

اسان کي انهيءَ حقيقت کي وسارڻ نہ گهرجي تہ سنڌو جا وهڪرا ايترا تہ منجهيل رهيا آهن ۽ اجا تائين ڊيلٽا ۾ جنهن تيزي سان تبديليون اچي رهيون آهن، انهن جي ڪري انهيءَ علائقي ۾ هر جاءِ جي سڃاڻپ اٽڪل ناممڪن ٿي پئي آهي، ايستائين جو مجمدار بہ پنهنجي ڳولا ۾ ڪنهن خاص حد تائين ئي ڪامياب ٿي سگهيو.

گذريل ڪجهه صدين ۾ جيڪي بہ بندرگاه ديبل، لاهري بندر، گهوڙا ٻاڙي، شاهہ بندر، ڏاريجا، ڪيٽي بندر جي نالن سان موجود رهيا آهن، اهي سڀ ڊيلٽا جي واڌ ڪري اندرئين پاسي ڏڪجي ويا آهن. پٽاوالا جي چوڻ موجب رڳو 1861ع ڌانهن موٽي وڃڻ سان اسان کي خبر پوي ٿي تہ سنڌ ۾ سمنڊ جي منهن وٽ پنجن کان گهٽ بندر نہ هئا. اهي ڪراچي، گذري، واڳو در، ڪيٽي ۽ سئير گونڊا هئا. انهن مان هن وقت رڳو ڪراچي منهوڙي جي ٻٽرائين ٻيٽ جي ٿورن سان پنهنجي وجود کي برقرار رکندو پيو اچي.

انهي ڪري جيڪڏهين اسان کي هيستائين ڊيلٽا ۾ پراڻا ساموندي بندر نہ مليا آهن، خاص طور تي ديبل ۽ باربريڪان تہ اسان کي اڀرائي ڪري اهو نتيجو نہ ڪڍڻ گهرجي تہ هتي پنڀور کان سواءِ ٻيو ڪجهہ موجود ئي نہ هو.



# ديبل - سامونڊي بندر

ڊاڪٽر حميده کهڙو

”ٻئي ڏينهن، جو ديبل ۾ رهڻ جو نائون ڏينهن هو، جيئن سج مشرق کان اڀريو، تيئن محمد بن قاسم جعونه کي گهرايو. هن جتان چيو اتان منجنيق کي کپيائون. پوءِ لشڪر تيار ڪري قلعي کي چؤ طرف ڦري اچي تير وسايائون. پڻ پنج سؤ رسا ڇڪيندڙ ماڻهو آڻي بيهاريائون. جعونه پهريون پٿر اڇلايو ۽ مسلمانن تڪبير هنئي. پهرئين ئي ڌڪ سان بيرق ڦاٽي پئي ۽ لڪڙي جي چوٽيءَ کان ڏار ٿي وئي. ٻيو پٿر سڌو بيهاري، تول ڪري بت خاني جي چوٽيءَ تي هنيائين ۽ چوٽي ڀڄي پئي (بس پوءِ) جڏهن چوٽيءَ جو گبنذ ڊهي پيو ۽ جادوءَ جا طلسمات پريشان ٿي ويا، تڏهن ديبلي حيران ٿيا. (هوڏانهن) خداوند عزوجل جي حڪم سان قلعو به اچي ہٹ پيو.“

مٿيون ٽڪرو چچ نامي مان ڏنل آهي، ۽ اُهو پهريون موقعو هو جو ديبل بندر عرب مسلمانن جي سامونڊي ٻيڙي فتح ڪيو، جنهن جي ڪمان نوجوان سپه سالار محمد بن قاسم وٽ هئي، جيڪو سال 712ع ۾ بنو اميہ خاندان جي آخري فتح جي سربراهي ڪري رهيو هو. دنيا جي تاريخ ۾ هي واقعو انتهائي ڊرامائي ۽ ذڪر ايشيا جي تاريخ ۾ نهايت اهم تصور ڪيو ٿو وڃي. اِها تاريخي حقيقت آهي ته برصغير جي هزارن سالن جي تاريخ ۾ اهو پهريون موقعو هو جو حملہ آور فوجن سامونڊي رستي کان ڪاھ ڪري ملڪ فتح ڪيو. ان واقعي کان هزار سال پوءِ وري انگريز فوجن سترهين صديءَ ۾ اِها ساڳي راه اختيار ڪئي.

اسلام جي تاريخ ۾ هن فتح نئون باب رکيو آهي. اُهو پهريون ڀيرو هو جو عرب مسلمانن جي مفتوح علائقن ۾ هندو ۽ ٻڌمت جا بت پرست پوئلڳ رهندڙ هئا. جيڪي هونءَ ته موت جو ٻک ٻڻجن ها پر مسلمانن اُها اُمہ جي ذميداري سمجهي هنن سان صبر ۽ رحم جو ورتاءُ ڪيو. حجاج بن يوسف، جيڪو عرب جي تاريخ ۾ ڏاڍ ۽ بي رحميءَ جي علامت ليکيو ويندو آهي، هن

معاملي ۾ سنڌ جي تاريخ ۾ اعتدال جو هيرو ٿو نظر اچي. سندس نائب جي ڪمان ۾ قائم ڪيل حڪومت نئين آبادي نظام جو نمونو ٿي لڳي.

عربن جي ديبل جي فتح کان پوءِ هنن جي حڪومت ملتان تائين ڦهلجي ويئي. هن فتح اِڳتي هلي عرب- هند جي تهذيبي ميلاپ جو ڪم ڏنو. عربن کي تهذيب جو پيغامبر چيو ويو آهي. يوناني فلاسافي ۽ نظريات يورپ ۾ هنن ئي پهچايا ۽ اهو سنڌ جي ڪري ئي ممڪن ٿي سگهيو ته هنن هندوستان ۾ رائج سائنسي علم ڀهريون پاڻ سکيو ۽ پوءِ يورپ ۾ پهچايو. انهن مان قابل ذڪر علم رياضي ۽ معاشيات آهن، جيڪي هندوستان ۾ ئي علم اعداد طور دريافت ڪيا ويا. عالمن جي نظرين جي متاسنا ڪيتريون ئي صديون جاري رهي. ڪيترائي عالم سنڌ ۾ آيا ۽ اُنهن جي تعليم جي طفيل آباديءَ جو وڏو حصو مسلمان ٿي ويو. اُميه ۽ عباسي دور ۾ سنڌ جهجها عالم پيدا ڪيا، جيڪي عرب ۾ اڄ به عزت سان ياد ڪيا ٿا وڃن. مذهب ۽ فلاسافيءَ کان سواءِ غير مذهبي ادب ۾ به سنڌ چڱو نالو ڪڍيو. تازي کوجنا اهو ثابت ڪيو آهي ته الف ليليٰ جا داستان به هندستاني بنياد تي ٻڌل آهن. سنڌ ۾ عرب ۽ مقامي تهذيبن جي ميلاپ سان وچٽري انتهائي نرالي تهذيب جنم ورتو آهي، جيڪا اُن تهذيبي آسودگيءَ جو ئي ڪرشمو آهي، جنهن دنيا جي برک عالمن کي هن طرف ڇڪيو آهي. اُڇ، ملتان، سکر، بکر، روهڙي، سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ عالمن ۽ بزرگن ۽ صوفين جي ايتري ته گهڻائي آهي، جو شايد ايران کان پوءِ دنيا ۾ ڪٿي به نظر نه ايندي.

عربن جي معرفت عربي ٻولي سنڌ ۾ آئي. سنڌي جيڪا هڪ قديم ٻولي آهي، تنهن عربيءَ کان ڪافي اثر ورتو ۽ لفظن ۾ وڏيڪ آسودي ٿي. سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪا فصاحت ۽ بلاغت پيدا ٿي، اُها برصغير جي ٻين ٻولين ۾ نظر نه ايندي. اهو ديبل جي فتح جي ڪري ئي ممڪن ٿيو، جنهن سوچ ۽ بيان ۾ ميلاپ پيدا ڪيو، جيڪو شاهه عبداللطيف تائين ۽ سسئي ۽ ڀنڀور جي دائميت تائين وڃي ٿو وڃي.

منهنجي نظر ۾ ان شيءَ جي وڏيڪ اهميت آهي ته تاريخ دان ديبل ۽ سندس همعصر ساموندي بندرن جو تقابلي جائزو وٺن ۽ مسلمانن جي ابتدائي دور جي ساموندي قوت جو اڀياس ڪن. اسان وٽ محترم ڊاڪٽر بلوچ جو

انڊونيشيا جو اڀياس آهي، جنهن مان ڇاڻ ٿي پوي ٿي تہ سامونڊي رستي اسلام جي ڦهلاءَ ۾ ڪيترو نہ اهم رول ادا ڪيو آهي. ڇچ نامو پڻ سري لنڪا ۽ بحري طاقت رکندڙ مسلم ملڪن جي وچ ۾ سٺن ناتن ۽ مواصلاتي لاڳاپن جو شاهد آهي. هاڻي اُهو سنڌ جي تاريخدانن تي مدار ٿو رکي، جيڪي دنيا جي هن اهم ترين بندر جا پاسبان آهن تہ ان جي بطور فوجي قلعي ۽ تجارتي بندر جي حقيقت ڳولي ڪڍن ۽ قديم وقت ۾ مسلمانن جي اچڻ کان اڳ ۾ ۽ پوءِ جي دؤر ۾ ديبل، ايشيا، وچ اوير ۽ دنيا جي ٻين ملڪن جي بحري قوت جو اڀياس پيش ڪن، جيڪو تاريخي طور اجا ڪافي تحقيق طلب آهي.



سَرهي منجها ساٿ، آئي بوءِ ٻنيور ڪي،
بينا بازارن ۾، لائي جَت جبات،
سندي هوت حمات، ڪيچ پهتو قافلو.
-ڀٽائي رحہ

# ڀنڀور - جاگرافيائي بيهڪ ۽ تاريخي پس منظر

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

ڪن ڪتابن کان سنڌو درياءُ سوين ميل لتاڙي سمنڊ ۾ وڃي ڇوڙ ڪري ٿو. قديم زماني کان انهن جي ميلاپ جا عجيب رنگ ۽ ڍنگ رهيا آهن. انهن جي ملڻ جو نمونو به سدائين ساڳيو نه رهيو آهي. جيڪڏهن درياءُ ور وڪڙ کائي نوان ڦاٽ ۽ گهير گهڙيا آهن، ته سمنڊ جي ويرين به جدا جدا هنڌن تي ڪاريون ڏاهيون آهن. درياءَ جا ڦاٽ ۽ سمنڊ جون ڪاريون وقت بوقت بدلجنديون رهيون آهن. ڪڏهن هڪڙيون ڪاريون ۽ ڦاٽ لٽيا ۽ ڊٺيا آهن، ته وري ٻيا ڦٽي، نروار ٿيا آهن. اهوئي سبب آهي، جو ساموندي ۽ دريائي بندرن ۽ سنڌ جي جاگرافيائي حالتن تي وڏو اثر پيو آهي. ڪنهن زماني ۾ هڪڙن شهرن ۽ بندرن جي هاڪ هئي، ته اڳتي هلي اهي ويران ٿي ويا، ۽ ٻين شهرن ۽ بندرن انهن جي جاءِ والاري. ساموندي بندرن جو به اهوئي حال ٿيو آهي. اڄ ڀنڀور بندر، دڙن جي صورت ۾ موجود آهي، جيڪو ڪنهن زماني ۾ دنيا جو مشهور ساموندي بندر هو. ديبل بندر جو نالو وڃي فقط ڪتابن ۾ قائم رهيو آهي، باقي ان جي بيهڪ بابت اختلاف آهن. ڪي چون ٿا ته ڀنڀور اصل ۾ ديبل آهي، ڪن جو خيال آهي ته ديبل، پير پٺي وٽ هو. ڪاڪي ڀيرو مل جو رايو آهي، ته ديبل بندر اُتي هو. جتي هينئر شاهه ڪپور آهي. انهن کان سواءِ ٻين ساموندي بندرن جا نالا به ملن ٿا، جهڙوڪ: لاڙي/ لاهري بندر، اورنگا بندر، شاهه بندر، ڪيٽي بندر، ڪارڪ بندر وغيره. اهي به پنهنجو وارو وڄائي، ويران ٿي ويا. ڪن دريائي بندرن جو به اهڙو ئي حال ٿيو آهي. پاتال بندر جو اڄ اهڃاڻ به ڪونه ٿو ملي. ڪنهن زماني ۾ عاليشان بندر ۽ وڏو واپاري مرڪز هو. يوناني تاريخ نويسن ان جي وڏي واکاڻ ڪئي آهي. انهن ڄاڻايو آهي ته پاتال بندر وٽ سنڌو درياءَ ٻن وڏين شاخن ۾ ورهائجي

ويندو هو.

آثار ۽ اهڃاڻ ٻڌائين ٿا تہ ڀنڀور، سنڌو نديءَ جي الهندي شاخ گهارو ۽ سمنڊ جي گهارو ڪاريءَ جي اُترئين ڪپ تي عاليشان شهر هو. درياءَ جي اها شاخ سڪندر يوناني جي ڪاهہ وقت بہ قائم هئي، تہ سومرن جي دور تائين بہ سلامت هئي. سسئي جي پيتي انهيءَ ئي شاخ ۾ وهي اچي، ڀنڀور بندر وٽ پهتي هئي.

ڪن صاحبن جو خيال آهي تہ هتي "ڀنڀور راءِ" نالي راجا راڄ ڪندو هو، انهيءَ ڪري شهر تي نالو ئي پيو "ڀنڀور." سنڌ ۾ اڄ تائين "ڀنڀور" نالو رکيو وڃي ٿو.

گنگارام سمراٽ جو خيال آهي، تہ آفريڪا جي قوم "بربر" هتي اچي آباد ٿي. انهيءَ قوم هي شهر آباد ڪيو، ۽ ان جو "بربريڪ" نالو رکيو، جيڪو اڳتي هلي "ڀنڀور" ٿي ويو.

يونانين جي ڪاهہ واري زماني ۾ ڀنڀور هڪ عاليشان شهر هو، ۽ ان کي بين الاقوامي بندر جي حيثيت حاصل هئي. سنڌ، هند، چين ۽ ڏور اوڀر جو تجارتي مال هن ئي بندر تان ڏورانهن ڏيهن ڏانهن ويندو هو. يوناني ڪتابن ۾ سنڌ جي نامڪنئيءَ "بربريڪ" بندر جو نالو ملي ٿو. يوناني ليکڪن بين الاقوامي بندر بربريڪ بندر کان سواءِ سنڌ جي دريائي بندر "پاتال" جو نالو بہ کنيو آهي، بلطيموس جي دنيا جي نقشي ۾ "بربريڪ" بندر جو نالو ملي ٿو، جيڪو سنڌ ۾ هو. پريپلس (Pariplus) هن بندر کي "بربريڪ" سڏيو آهي. انهن ڏينهن ۾ چين جو ريشم، شاهراهہ ريشم جي ذريعي ڀنڀور بندر تان روم تائين ويندو هو. نہ فقط ايترو پر هي بندر مختلف ملڪن سان ساموندي دريائي ۽ خشڪي رستن ذريعي ڳنڍيل هو. چين جي ريشم کان سواءِ سنڌ جو سوٽي ڪپڙو، نير، لاک ۽ گهوڙا بہ هن بندر کان ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليا ويندا هئا. ڏکڻ هندستان، سلون، انڊونيشيا ۽ ملائيشيا جو مال بہ ٻيڙين هتي پهچندو هو، ۽ هتان مغربي ملڪن ۽ ايشيائي ملڪن ڏانهن ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ گجرات جو ڀڙوچ بندر ڪونہ هو. ٻيڙين

صدي عيسوي جي پڇاڙي ۾ مغربي ملڪن جا ٻيڙا "پڙوچ" بندر تائين پهچڻ لڳا، انهيءَ ڪري چين، ڏکڻ هندستان ۽ سلون جو مال "پڙوچ" تان ٻاهر وڃڻ لڳو. ان صورتحال جي ڪري پنيور بندر جو روانگي واپار ڪجهه قدر متاثر ٿيو.

يوناني ليکڪن سنڌ جي ٻن بندرن جو ذڪر ڪيو آهي: هڪ دريائي بندر ۽ ٻيو سامونڊي بندر. تراڪڙن ٻيڙن ذريعي تجارتي مال دريائي بندر تان سامونڊي بندر تائين ايندو ويندو هو. سڪندر يوناني جي زماني ۾ دريائي بندر جو نالو پٽالہ/ پاتال ملي ٿو، ۽ سامونڊي بندر جو نالو "ڪارا ڪولا" ملي ٿو. منهنجي خيال ۾ "ڪاراڪولا" مان مطلب آهي "ڪاري وارو"، يعني "ڪاري وارو بندر"، جنهن کي باربريڪ، بربريڪ، باربريڪا ۽ باربريڪم به چاڻايو ويو آهي. پريپلس، سامونڊي بندر جو نالو باربريڪم ۽ دريائي بندر جو نالو "ميٺانگر" چاٺائي ٿو. بلطيموس ڏيکاريو آهي، ته پٽالہ/ پاتال 21 درجہ ۽ 8 دقيقہ ويڪرائي ڦاڪ، ۽ 112 درجہ ۽ 30 دقيہ ڊگهائي ڦاڪ ۾ واقع آهي. باربريڪ 22 درجہ ۽ 3 دقيہ ويڪرائي ڦاڪ ۽ 13 ادرج ۽ 15 دقيہ ڊگهائي ڦاڪ ۾ واقع آهي.

ان کان پوءِ اسان کي چينين توڙي عربن، ايرانين توڙي آرمينين جي ڪتابن ۾ بربريڪ يا پنيور جو نالو نہ ٿو ملي. ان کان پوءِ نيم تاريخي قصي سسئي پنهون ۾ پنيور جو نالو اچي ٿو. تاريخي اهڃاڻن جي ڇنڊڇاڻ کان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو تہ سسئي- پنهون جو داستان يارهين صدي عيسويءَ جو آهي. قصي جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو. تہ انهن ڏينهن ۾ سنڌو درياءَ جي شاخ پنيور وٽان وهندي هئي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ يارهين صدي عيسويءَ کان پوءِ اهو وهڪرو ڦٽي ويو، ۽ نتيجي ۾ شهر بہ ويران ٿي ويو. انهن ڏينهن ۾ پنيور هڪ عاليشان شهر هو، ۽ واپاري مرڪز هو. سنڌ جي شهرن کان سواءِ ڪيچ- مڪران جا واپاري قافلا بہ هتي پهچندا هئا.

سنڌ جي سامونڊي بندر "ديبل" جو نالو سڀ کان پهريائين آرميني مؤرخ ۽ جاگرافيدان موسي خورين جي ڪتاب ۾ ملي ٿو، جيڪو چوٿين يا

پنجين صدي عيسويءَ ۾ ٿي گذريو. هو ساساني حڪومت جون حدون بيان ڪندي لکي ٿو تہ "دي بول" (Dibul) حڪومت جي اولهائين ولايت آهي، جنهن سان گڏ مڪران ۽ سنڌ آهي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ عربن جي فتح کان اڳ "ديبل" هڪ علائقي جو نالو هو.

ٻيو غير عرب جاگرافيدان چين جو رهاڪو "ڪئا تان" (Kia Tan) آهي، جنهن "ديبل" جي لڳ ڀڳ نالو آندو آهي. هو ڪئنٽون (Canton) ۽ ايراني نار جي وچ وارن ماڳن ۽ بندرن جا نالا ڄاڻائيندي علائقي (Ti-yu) "تي- يو" جو نالو آڻي ٿو، ۽ لکي ٿو، تہ ان جي وچ مان عظيم ندي "ميلان" (Mi-Lan) وهي ٿي. ظاهر آهي تہ "تي- يو" "ديبل" جو (Mi-Lan) ۽ "مهراڻ" جو چيني اُچار آهي. ان مان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ "ديبل" هڪ علائقو هو. هن چيني جاگرافيدان 785ع ۽ 805ع جي درميان پنهنجو ڪتاب مرتب ڪيو.

عرب مؤرخن ۾ سڀ کان پهريائين جنهن "ديبل" نالو آندو آهي، اهو آهي شاعر "جرير"، جنهن جي ولادت 640ع ۾ ٿي، ۽ 727ع ۾ وفات ڪيائين. هن پنهنجي شعر ۾ "الديبليہ" نالو آندو آهي، ۽ اتي جي ڳئن جي تعريف ڪئي آهي. سندس همعصر خالد القناس بہ ديبل جي ڳئن جو ذڪر ڪيو آهي. ابن العربي "الديبلان" نالو آندو آهي. يعني ٻہ "ديبل". هن جي ولادت 767ع ۾ ٿي ۽ 845ع ۾ وفات ڪيائين.

ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ ديبل هڪ علائقي جو نالو هو، جنهن ڪي ٻہ بندر هئا. انهن مان ضرور هڪ سامونڊي بندر هوندو، ۽ هڪ دريائي بندر هوندو. علائقي جي نسبت سان ٻاهرين ماڻهن انهن کي ديبل جا بندر ٿي سڏيو. جيئن تہ هنن وٽ بندر يا بندرن جا مقامي نالا مشهور نہ هئا، تنهن ڪري ئي عرب تاريخدانن، سياحن ۽ جاگرافيدانن جي ڪتابن ۾ اصلوڪو مقامي نالو نہ ٿو ملي، پر "ديبل" نالو ملي ٿو. ان جي تصديق هڪ ٻئي مثال مان بہ ٿئي ٿي. اهو هي آهي:

"لاڙ" سنڌ جي هيٺاهين علائقي جو نالو آهي، ان کي "لاهہ" بہ چيو

ويندو هو. شاهه ڪريم چيو آهي:

”جي اتر جي لاهه، سڄڻ سڀ پرڪئا.“

انهيءَ نسبت سان ڀنڀور/ ديبل جي ڦِٽڻ کان پوءِ جيڪو ساموندي بندر نمودار ٿيو، ان تي ”لاهري“/ لاري نالو پيو، يعني بندر تي علائقي جي نالي پٺيان نالو پيو. اهو ساڳيو بندر ٻاهرين ماڻهن ۾ ”سنڌي بندر“ جي نالي سان بہ مشهور هو. يورپي سياح ۽ طبيب نڪولاس منوچي شاهجهان جي ڏينهن ۾ يورپ کان هندستان ويندي هن بندر وٽان لنگهيو. هن پنهنجي ڪتاب ”اسٽوريا ڊي مو گور“ ۾ ڏيکاريو آهي تہ هندستان کان اڳ ۾ اسان جو ٻيڙو ”سنڌي“ بندر وٽ ترسيو. اهو ڏيکاري ٿو، تہ ٻاهرين ماڻهن سنڌ جي بندرن کي مقامي نالي جي بدران علائقي جي نالي سان سڏيو آهي.

حقيقت اها آهي تہ ”ديبل“ بہ ٻاهرين جو تلفظ آهي، ۽ نہ سنڌ جي مقامي ماڻهن جو. اندازو آهي، تہ اهو ”ديو ٻيلو“ يا ”ديوي ٻيلو“ هوندو، جنهن کي غير سنڌين بگيڙي ”ديبل“ ڪيو آهي. علائقن جي نالن ۾ اسان کي ”ٻيلو“ پڇاڙي وارا ڪيترا ئي نالا بہ ملن ٿا، جهڙوڪ: لس ٻيلو، در ٻيلو، وغيره. خود عربن جي ڪتابن ۾ بہ سنڌ جي شهرن ۽ علائقن ۾ ”بيل“ پڇاڙي وارا نالا ملن ٿا، جهڙوڪ: ارما بيل، قندا بيل.

”ديبل“ جي علائقي هجڻ جو ثبوت عرب مؤرخن ۽ سياحن جي ڪتابن مان بہ ملي ٿو. بشاري مقدسي (375هہ) لکيو آهي تہ ”هن جي پسگردائيءَ ۾ هڪ سؤ ڳوٺ آهن. وڏيڪ تعداد هندن جو آهي. سڀ ماڻهو واپاري آهن، ۽ سندن آمدني تمام گهڻي آهي. زبان سنڌي ۽ عربي ڳالهائي وڃي ٿي.“

اڳ ۾ بيان ڪري آيو آهيان تہ ”ڀنڀور“ عاليشان بندر هو، ۽ يارهين صدي عيسويءَ تائين قائم هو. عربن فقط ”ديبل“ نالو ڪنيو آهي؛ ”ڀنڀور“ نالو آندو ئي ڪونهي. اهو ڏيکاري ٿو تہ ”ڀنڀور“ جدا بندر ڪونہ هو، پر ”ڀنڀور“ کي ئي ”ديبل“ سڏيو ويو. جيڪڏهن ”ڀنڀور“ ۽ ”ديبل“ جدا جدا بندر يا شهر هجن ها، تہ عربن جي ڪتاب ۾ بگڙيل صورت ۾ سهي ”ڀنڀور“ نالو

ضرور اچي ها. هنن انهن قافلن جو ذڪر به ڪيو آهي، جيڪي ان زماني ۾ پنجگور ڪان ديبل ايندا هئا. ڏيڪاريو اٿن، ته پنجگور ڪان ديبل ويندڙ سڙڪ "منجاري" يا منجاتري وٽان لنگهي ٿي. جيڪڏهن پنبور، ديبل ڪان جدا شهر هجي ها، ته ان جو نالو به ضرور ڪٿي ها. ڇاڪاڻ جو هيءَ اهائي سڙڪ آهي، جنهن تان سسئيءَ واري زماني ۾ قافلا ايندا ويندا هئا.

اڳ ۾ اچي چڪو آهي ته "پنبور" سمنڊ جي "ڪاري" تي واقع هو. علامه ابو عبدالله ياقوت بن عبدالله حموي (متوفي 262هه) پنهنجي ڪتاب "معجم البلدان" ۾ "ديبل جي ڪاري" جو ذڪر ڪيو آهي. لکيو اٿس:

"ديبل جي ڪاري سنڌ جي طرف ڏانهن واقع آهي، ۽ ديبل سمنڊ جي ڪناري تي هڪ شهر آهي."

پائنجي ٿو ته هو انهيءَ ڪاري جو ذڪر ڪري ٿو، جنهن سان پنبور جو تعلق آهي.

آثار قديمه جي کوٽائي مان صاف ثابت ٿيو آهي، ته موجوده پنبور واري هنڌ تي ابتدائي دور کان عرب رهيا آهن. نه فقط ايترو، پر کوٽائيءَ مان اهو پڻ ظاهر ٿيو آهي ته پنبور عرب دور کان اڳ ايرانين، سٿين ۽ يونانين جي دور ۾ به هڪ عاليشان شهر هو. اهو ڏيکاري ٿو ته هي اهوئي باربريڪم/ بربريڪا آهي، جنهن جو يونانين ۽ عربن ذڪر ڪيو آهي. جيڪڏهن ديبل ۽ پنبور به جدا جدا شهر هجن ها، ته عربن جي ڪتابن ۾ پنبور شهر جو نالو به ملي ها. ڇاڪاڻ جو هتي عرب آباد ٿيا هئا، ۽ وڏيا ويجهيا هئا.

اسان جي عالمن ۽ ماهرن مان محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ محترم ڊاڪٽر ايف. اي. خان به اهو ثابت ڪري چڪا آهن، ته پنبور ئي اصل ۾ ديبل آهي. محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ته ان وقت ئي اهو رايو ڏيکاريو هو، جڏهن اڃا پنبور جي کوٽائي به نه ٿي هئي. سڀ کان پهريائين محترم ڊاڪٽر صاحب چچ نامه جي حاشيءَ ۾ اهو رايو ڏيکاريو آهي.

## ماخذ

1- علامه سيد سليمان ندوي: عرب و هند کي تعلقات، هندستاني اڪاڊمي اله آباد، 1930ع.

2- علامه سيد سليمان ندوي: عربن جي جهاز راني، اسلامڪ ريسرچ ايسوسئيشن بمبئي، بار دوم.

3- مولانا مسعود علي ندوي: هندستان عربن جي نظر ۾، دارالمصنفين اعظم ڳڙهه، ٻه جلد، 1960ع.

4- خورشيد احمد فاروق: عربي لٽريچر ۾ قديم هندستان، ندوة المسلمين دهلي1973ع.

5- مولانا قاضي اطهر مبارڪپوري: اسلامي هند کي عظمت رفته، ندوة المسلمين دهلي، 1969ع.

6- ڊاڪٽر محمد اسحاق: علم حديث ۾ پاڪ و هند ڪا حصه، اردو ترجمو شاهد حسين رزاقي، اداره ثقافت اسلاميه لاهور، 1977ع.

7- نڪولاس منوچي: اسٽوريا ڊي موگور، اردو ترجمو، ملڪ راج شرما، جلد 3.

8- چچ نامه سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد، تشريح: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ، 1954ع.

9- مير رحيمداد خان مولائي شيدائي: جنت السنڌ، سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع.

10- مير رحيمداد خان مولائي شيدائي: سنڌ جا پراڻا شهر، سچل نيشنل سيمينار ڪميٽي خيرپور 1983ع.

*11- Qudaratullah Fatimi: "The Twin ports of daybyl", Paper read in the International Seminar on "Sindh-through the Centuries", Karachi, 1975.*

*12- M.H. Panhwar: "International Trade of Sindh from*

*its Port of Barbaricon (Bhambhore)", journal of Sindhological Studies, Institute of Sindhology University of Summur, 1981. Sindh,*



آيا آس ٿيام، ٻاروچا، ٻنيو رڃ،
پسي پهر پنهون جو نه سين نيڻ ٺريام،
گوندر وسريام، سڪن شاخون مڪيون.
- ڀٽائي رحہ

# ڀنڀور جي واپار جو تاريخي جائزو

عزيزه چنہ

ڀنڀور سنڌ جو تمام پراڻو ۽ تاريخي نقطهٔ نگاھ کان ڪنھن وقت ۾ بين الاقوامي ساک رکندڙ شھر هو. شاه سائين پڻ هن شھر جو بيان سر سسئي ۽ سسئي آبريءَ ۾ ڪيو آهي. مير علي شير قانع ٺٽوي (1) لکي ٿو تہ هي شھر راجا ڀنڀوراءِ ٻڌرايو هو، ان ڪري ئي سندس نالي تي "ڀنڀور" سڏيو هو. ڀنڀور، الور، بهمڻ آباد، سدو مانيا (سيوهڻ)، پٽالا (نيرن ڪوٽ)، هالڪنڊي (هالا)، سمانگر (قديم ساموئي)، اسڪلنڊ (اُچ)، ڪساڪيا پورا يا ڪساياپورا (ملتان)، اجوڌن (پاڪپتن)، سڪالا (سيالڪوٽ)، تڪشلا (ٽئڪسلا)، پشڪاوي (پشاور)، ياوانگر (جهونا ڳڙهہ)، سوپارڪا (سورت)، برڪي (دوارڪا)، بروص (ڀڙوچ)، ڪيز (Kiz) (ڪيچ)، سنڌو ماٿريءَ جي جهونن شھرن جو همعصر هو.

ڀنڀور، ھاٹوڪي تعلقي ميرپور ساڪري ۾ سنڌونديءَ جي الهندي شاخ گهارو، گهارو ڪاريءَ جي اُترئين ڪناري تي هڪ تمام وڏو وسندڙ شھر هو ۽ ھاٹوڪي گهارو شھر کان، جيڪو دابيجي اسٽيشن کان ستن ميلن تي آهي، ان کان ٽن ميلن جي پنڌ تي حيدرآباد کان ڪراچي ويندڙ قومي شاهراه جي ڪاٻي پاسي کان سڏ پنڌ تي هو.

شاه لطيف سائين جي زباني چاڻ پوي ٿي تہ ڀنڀور مردم خيز ۽ تمام دولتمند تجارتي شھر هو. منجهس بازاريون، باغ، سھڻا گهر، ڪارخانا ۽ ماڙيون هيون. شھر جا رهاڪو، هن شھر جي تجارتي مرڪز هئڻ ڪري تمام گهڻا سکيا ستابا هئا. سسئي بہ هن ئي شھر ۾ سکن ۽ لاڏ ڪوڏ سان ساماڻي هئي. ڀنڀور جي باري ۾ سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي جي جرنل (2) ۾ لکيل آهي تہ "هي شھر هندو مسلم تهذيب ۽ تمدن جي ياد ڏياري ٿو." هن ئي جلد ۾ وڌيڪ چاڻايل آهي تہ "سسئي ۽ پنهون ٻئي سنسڪرت نالا آهن، سسئي (شاسئين) معنيٰ "چنڊ"، پنهون (پنون) معنيٰ "سج".

## ڀنڀور جو ساموندي واپار:

ڀنڀور سنڌونديءَ جي دوآبي جي الهندي ڪنڌ تي مهراڻ جي ماٿريءَ جو هڪ تمام وڏو بندر گاه هو، جتي ٻيڙيون ڏيساورن ڏي ويندڙ مال پهچائينديون هيون، ۽ هتان اهو مال ساموندي غورابن ۾ چڙهندو هو. واپارين کي ڪسٽم ڊيوٽي يا محصول ڏيڻو پوندو هو. "تاريخ تمدن سنڌ" ۾ ڄاڻايل آهي ته "شهر کان مال نڪرڻ وقت واپارين کي بندر ۽ سرحد تي مال جي رقم جو پنجون حصو ڍل طور ڏيڻو پوندو هو." ساڳئي ڪتاب ۾ لکيل آهي ته "شهر جي عالمپناه جي دروازن مٿان بندر تي خاص برج جڙيل هو، جتي هڪڙو خاص سرڪاري عملدار محصول ۽ ڪمرگ اڳاڙيندو هو." ڌارين ملڪن جا واپاري پروانه راهداري يا پاسپورٽ به انهيءَ عملدار کان وٺندا هئا. وٽس مسلح فوج جو دستو به رهندو هو. جيڪي واپاري چوري مال نيڪال ڪندا هئا تن کي ڏاڍيون سخت سزائون ملنديون هيون. هن آفيسر يا عملدار وٽ باقاعده هڪ رجسٽر به هوندو هو جنهن ۾ اهو ڄاڻايل هوندو هو ته واپاري ڪهڙي ملڪ کان آيو آهي، وٽس ڪهڙو مال آهي ۽ پروانه راهداري (پاسپورٽ) به اٿس يا نه؟ واپاري عملدار کي سموري مال جي رقم ڀڏائيندا هئا ۽ پوءِ ئي هو مال نيڪال ڪري سگهندا هئا. انداز کان وڌيڪ نفع خورن کي سزائون ملنديون هيون. رستن ۽ چوڪين تي سرڪاري جاسوس ويهاريل هوندا هئا، جيڪي واپارين جي ڄر ٻر کان سرڪار يا حاڪم کي اطلاع پهچائيندا هئا.

هن بندر تي ڪوڪن، ملبار، سلون (سرانديپ)، ڪارو منڊل، ايراني نار، سوراشٽر، مشرقي ٻيٽن، چين، حضرالموت، مصر، فنيقي، ڪلداني ۽ يمن جا ساموندي غوراب اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. اهڙي بين الممڪلتي واپار هئڻ ڪري ڀنڀور جي تمام گهٽي هاڪ هئي ۽ سڄي دنيا ۾ تمام گهڻو ناموس هوس. ان متعلق رحيمداد خان مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب "جنت السنڌ" ۾ ڄاڻائي ٿو ته "ملڪ جنت السنڌ هندستان جي ٻين صوبن کان وڌيڪ دولتمند هو ۽ سنڌونديءَ جي جهاز رانيءَ ۽ مغربي ملڪن کي ويجهو هئڻ سبب سنڌس واپار هزارين ورهين کان مغربي ملڪن سان هلندڙ هو."

مهراڻ جي ماٿري ۽ ٻيءَ وارن ملڪن جي پيداوار ۽ صنعتي شين جي باري

۾ ڪوزنس پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته "هتان مشڪ بيد، لاک، نير، سوٽي ۽ سنهي تند واريون ململون، چمڙو، ريشمي ۽ اوني ڪپڙو، سنڌوءَ جا گهوڙا مغربي توڙي مشرقي ملڪن ڏانهن موڪليا ويندا هئا. نير، لاک ۽ ململ جي مصرين کي تمام گهڻي گهرج هوندي هئي جو ته اهي شيون مصري لاشن کي "ممين" ٺاهڻ لاءِ ڪتب آڻيندا هئا.(7)."

اهڙو ئي اظهار علامه ابن الفقيہ همداني ڪندي لکي ٿو ته "الله تعاليٰ سنڌ کي هيءَ خصوصيت بخشي آهي جو منجهس هر قسم جون شيون جهڙوڪ جواهرات، ياقوت، الماس، عاج، عمارتي ڪاٺ، بيد، خوشبودار مصالح، لونگ، دار چيني، عنبر، سنبل، ناريل، صندل، ڪارا مرچ، ساگوان، جانورن ۽ پکين ۾ گينڊا، هاٿي، گهوڙا، مور، طوطا، دوائن ۾ هريڙون ۽ توتيون پيدا ٿين ٿا. ان کان سواءِ سنڌ جا ميوا، انب، ليما، نارنگيون، ڪرمچي رنگ، نير، لاک، چمڙو، جنهن جي رڱڻ جو پنڀور ۾ وڏو ڪارخانو هوندو هو ۽ اهو ٻير جي وڻن جي چوڏن ۾ رڱيو ويندو هو، ڪپهه ۽ چانور، ريشمي ڪپڙو ۽ سوٽي ململ "سنڌو". اهي سڀ اهڙيون شيون آهن جن جي دنيا جي هر مهذب ملڪ کي ضرورت هئي، هتان ئي ٻين ملڪن ڏانهن ايراني نار ۽ يمن جي بندرن کان مغربي دنيا ڏانهن ويندڙيون هيون. قريش واپاري انهن شين کي شام ۽ مصر جي مارڪيٽن تائين رسائيندا هئا. وڌيڪ لکي ٿو ته بابلي ۽ اشور وارا سنڌ مان عمارتي ڪاٺ، مصر وارا پنهنجن مڙدن کي ممين ٺاهڻ واسطي هتان نير، لاک ۽ سنهي ململ گهرائيندا هئا. ڪلديا جا قديم بندر "اونير"، "سپارا" ۽ "نپور" سنڌ جي پيداوار جي واپار ڪري دولتمند هئا ۽ ٻاهرين دنيا اهڙين قيمتي شين جي ڪري "جنت السنڌ" اڳيان محتاج هئي ۽ اهوئي سبب هو جو هن ملڪ جي دولت کي لٽڻ لاءِ ڌارين قومن وقت به وقت مٿس ڪاهون ڪيون هيون ۽ اهو سلسلو هر صدي جاري رهيو." (8)

مشرق ۽ مغربي دنيا جي تعلقات تي ايچ. جي. راولنسن ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾ هڪڙو تفصيلي باب سنڌ جي پيداوار ۽ صنعتي شين بابت ڏنو اٿس ۽ لکي ٿو ته "سنڌ جي سوٽي ململن جي هنڌين ماڳين هاڪ هوندي هئي ۽ سنڌ جي نالي پٺيان "سندان" (Sindon) سڏبيون هيون." (9) "سندان" بابت دنيا جي قديم تاريخ توريت ۾ به ڇاٽايل آهي. اهي ململون دنيا جي هر

حصي ۾ خريديون وينديون هيون ۽ خاص ڪري مصر وارا خريد ڪندا هئا. ان ڪان سواءِ ڪٺ يا ڪٿو، جو ٻير جي ڇوڏن مان جڙندو هو، سنڌي چوني سان ملائي پان ۾ ڪتب آڻيندا هئا، مگر ٻاهرين ملڪن ۾ دوا طور ڪم آڻيندا هئا. نيرُ، ڪمند، لاک، توت، ڪنئور، بيدُ ۽ بانس اهي ٻئي وڻ اوڀر ايشيا ۾ ٿين، مگر سنڌ جي آب و هوا تن ڏينهن ۾ انهن وڻن لاءِ موافق هئي ۽ اهي 12 صدي عيسويءَ تائين سنڌ ۾ ٿيندا هئا. جن جي گهاٽن ٻيلن ۾ هاٿي ۽ گينڊا رهندا هئا، ۽ انهن گينڊن جا سڱ عرب واپاري سنڌ مان خريد ڪري چين ۾ وڪرو ڪندا هئا، جن تي وري اتان جا ماڻهو ۽ واپاري تصويرون ڪڍندا هئا ۽ انهن مان صندوقون بہ جوڙيندا هئا. جيڪي تمام وڏي رقم تي وڪرو ٿينديون هيون. عرب سوداگر هتان گدامڙي، جنهن کي هو "سنڌي کجور" سڏيندا هئا، سُنڌ ۽ پان خريد ڪري ويندا هئا. يمن وارا پان جي پنن کي تازه رکڻ لاءِ ماکيءَ ۾ رکندا هئا. ماکي بہ سنڌ مان ئي گهرائي ويندي هئي. عرب پانن کي "تنبول" سڏيندا هئا. ۽ پوءِ اڳتي هلي پانن جي پوک عربن ذريعي عمان ۾ ٿيڻ لڳي. ٻن ٿوهن وارا اٺ، جن کي "فالج" سڏيندا هئا، جن تي امير سواري ڪندا هئا ۽ نهايت ئي قيمتي هوندا هئا، جن جو نسل آهستي آهستي ايران ۽ بلخ ڏي کڄي ويو، اهي هتان ئي ٻاهر ويندا هئا. سنڌ جون مينهون ۽ ڪُڪڙ آل مهلب وارن عراق ۽ شام تائين پهچايون(11).

تيرهين صديءَ جو سياح مارڪو پولو پنهنجي تصنيف ۾ چاٽائي ٿو تہ "سنڌ جا قيمتي گهوڙا وڏين وڏين رقمن تي وڪامندا هئا ۽ دکن ۾ في گهوڙي جي رقم پنج سؤ اشرفيون هئي. (12) عربن جي ڪاهہ وقت سنڌ ۾ جيڪو سڪو (طاطري سڪو) رائج هو اهو سوماترا کان ايندو هو. اهڙي قسم ۽ ٻئي وڻج واپار ۽ دولت ڪري يوناني جاگرافيدانن کي "ٻنڀور" جي سنڌ ۾ هڪ وڏو تجارتي مرڪز هئڻ جي ڄاڻ هئي. بلطيموس، جنهن سڀ کان اول دنيا جو نقشو ٺاهيو هو، اهو "ٻنڀور" کي باربريڪ ايمپوريم (Barbarik Emporium) يعني "واپار جو وڏو مارڪيٽ" جو نالو ڏئي ٿو. اهڙوئي خيال Schoff. W. H. ظاهر ڪندي ٻڌائي ٿو تہ ٻي صدي عيسويءَ جو برک جاگرافيدان ايرين ٻنڀور کي "Barbarke" جي نالي سان

پڻ ڪوٺيو آهي.

سنڌي واپاري، وڻج ۽ شين جي مٽا سٽا ۽ ڏيتي ليتي ڏاڍي ايمانداريءَ سان ڪندا هئا ۽ سنڌن انهيءَ خوبيءَ جي مختلف صدين ۾ مختلف ماڻهن ڏار ڏار واکاڻ ڪئي آهي، جيئن عيسوي ستين صديءَ ۾ هوئن ٽانگ، عيسوي ٻارهين صديءَ ۾ شريف ادريسي، عيسوي تيرهين صديءَ ۾ مارڪو پولو ۽ عيسوي ٻندرهين صديءَ ۾ ڪمال الدين عبدالرزاق سمر قنديءَ جهڙن ماڻهن ڪئي آهي ۽ انهن جو ذڪر مٺڪس ملر پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي.سنڌين جي ساک ۽ ڳڻ جي ڪري فريزر لکي ٿو ته "هن تجارتي شهر ۾ فنيقيا، يهودي، ايراني، عرب ۽ مصري سوداگرن جون وڏيون وڏيون واپاري ڪوٺيون هيون، جن اصطخر، حيره، بابل، انطا ڪير، تدمر، پٽيرا، صور، صيدان ۽ مصر ۾ ٻئنڪون، واپار لاءِ وڏا وڏا مرڪز ۽ ڪوٺيون کوليون هيون." (14)

سڪندر اعظم مقدونيءَ لاءِ چيو وڃي ٿو ته 325 ق - م ۾ ڀنڀور پهتو ته اتي سنڌوءَ جي ڪناري تي ڪجهه گهوڙا قربان ڪري پوءِ پنهنجي سپه سالار نيئرڪس کي جهازن جي دستي سان مڪران طرف روانو ڪيو (15). سڪندراعظم ڪنهن به شهر تي ڪاهه ڪرڻ کان اڳ پنهنجي يوناني ديوتائن جي نالي جانور، خاص ڪري گهوڙا ان لاءِ قربان ڪندو هو ته جيئن اهي ديوتائون ساڻس خوش ۽ مهربان ٿين ۽ کيس فتح ٿئي ۽ ان سان گڏ اهڙن موقعن تي لشڪر کان چوگان بازي ۽ ٻيون رانديون ڪرائيندو هو ته جيئن هو چست ۽ تازه توانا رهن ۽ جنگ ۾ چڱي طرح وڙهي سگهن (16).

سڪندر اعظم حقيقت ۾ مشرق ۽ مغرب جي واپار تي قبضي ڪرڻ لاءِ سنڌ تي حملو ڪيو هو ۽ ڀنڀور کان وٺي حب ندي تائين واري علائقي تي قبضو ڪري Arabitae (ارابتائي)، حب کان هنگلاج يا هنگلاز (لس ٻيلو) تي Oritae (ارتائي) ۽ سون مياڻي (Rhambacia راهمبيڪيا) تي اسڪندريه نالا رکيا. سڪندر اعظم کي جيڪو مال غنيمت مهراڻ جي زرخيز ميدان مان هٿ لڳو، تنهن مان خاص طور تي چوپايو مال يونان ڏانهن موڪليائين(18).

## ڀنڀور جو خشڪيءَ جي رستي واپار:

پنيور جو خشڪيءَ جو واپار ڪيچ (Kiz) جي هوت بلوچن جي قافلن رستي قلات، سوا، قنذار، همدان، عرب، سيستان، خراسان، ڪرمان، فارس، چين، سلون، ڪشمير، بابل ۽ مصر وغيره سان هلندو هو. قافلا گهڻو ڪري رات جو سفر ڪندا هئا ۽ ستارن جي وسيلي وقت معلوم ڪندا هئا (19).

حجاج بن يوسف ثقفيءَ جي ڏينهن ۾ مڪران جو حاڪم محمد بن هارون الحمري هو، ۽ ان ڪان پوءِ سندس پٽ مير جلال خان مڪران جو والي ٿيو. مير جلال خان کي ٻه زالون هيون. پهرئين زال مرزا جهان بيگ جي ڌيءَ هئي جنهن مان ڪيس ٽي پٽ "رند" "لاشار" "ترائي" ۽ هڪ نياڻي "جتو" هئا ۽ ٻي زال "هوت" خاندان مان هئي، جنهن مان به ڪيس هڪ پٽ "هوت" نالي هو، جنهن پنهنجي پيءُ مير جلال خان جي مرڻ وقت ڪيچ جي گاديءَ تي قبضو ڪيو. "آري" ۽ "چام" هوتن جا لقب هئا. هوت حڪمراني ڪرڻ ڪان علاوه وڻج واپار به ڪندا هئا. سندن قافلا مختلف ملڪن ۽ شهرن ۾ مختلف شيون جهڙوڪ ڪتوري، شيراز جو عطر ۽ شراب، ڪجور، جابلو جڙي ٻوٽيون، سيستان جو اطلس، خراسان جا خشڪ ۽ تازا ميوا، قلات جون ڪلابتون ۽ سچا موتي، ڪرمان جا ريشمي ڪپڙا، وولگا جو چمڙي جو سامان ۽ روس جو سئمور وغيره پنيور، ديبل ۽ سانگر جي شهرن ۾ وڪڻي، هتان جون شيون مثال طور سوٽي ۽ سنهي تند واري ململ خاص ڪري هالڪندي (هالا) جي ململ جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته راجا جي مهر لڳائڻ ڪان سواءِ ٻاهر موڪلي ڪونه سگهبي هئي (21). سوٽي ۽ ريشمي ڪپڙو، ايلائچيون، خوشبودار مصالح، نير، لاک، جواهرات، ياقوت، الماس، عنبر، عاج، عمارتي ڪاٺ، سون جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته مڪران واري ٻيٽ استولا ۾ سون جون کاڻيون هيون ۽ اهو سون سوا، اصطخر، همدان (ايڪباتانا) ۽ بابل وارا سنڌ مان خريد ڪندا هئا، ۽ سندن خزانا سنڌ جي سون سان ڀريل هوا ۽ انهن ملڪن وارا وري ٻين ملڪن ۾ اهو سون کڻي وڃي وڪرو ڪندا هئا. قريش واپاري پڻ سنڌ جي مال سان ڀريل قافلا مڪي جي گلين مان لنگهندا يمن، مصر، پيٽرا، بيت المقدس ۽ تدمر تائين پهچائيندا هئا. هر هڪ قافلي ۾ ٽي هزار اٺ هوندا هئا ۽ هي اهو زمانو هو جڏهين عربن جي جاهليت عروج تي پهتل هئي. قسطنطنيه ۽ روم جي شهزادين کي سنڌ

جو ريشم، عطر، سنهي تند واري ململ ۽ سچا موتي ڏاڍا وڻندا هئا ۽ انهن جي لاءِ اهي شيون هتان ئي گهرايون ويندڀون هيون.(23)

اسلام کان اڳ قريش جي واپار جي باري ۾ ڄاڻايل آهي تہ قريش سوداگرن ۽ قافلي وارن کي ساليانو ٻہ ڪروڙ رپيا سنڌ مان واپاري آمدني يا نفعو هو. پنڀور جو مال ۽ پيداوار سنڌ جا واپاري اصطخر، همدان ۽ مدائن تائين پهچائيندا هئا. انهن ڏينهن ۾ مڪران جي ڪجور جو حلوو (هنب)، جنهن کي عرب "فانين" چوندا هئا، پري پري تائين ڏاڍو مشهور هو ۽ ڌارين ملڪن ۾ تمام وڏي رقم تي وڪامندو هو. سنڌ ۾ عباسي خليفن جي دؤر ۾ مڪران، بغداد جي درٻار کي ساليانيء ڏل ۾ ڪجور جو حلوو ڏيندو هو ۽ اهڙي قسم جو خيال شبلي نعماني هن طرح ڪيو آهي: "عباسي درٻار ۾ ڪرمان ويهہ هزار رطل، سيستان ويهہ هزار رطل، حلوو ۽ ڪجور ساليانيء ڏل ڀريندا هئا." (24) هتي اٽڪل هڪ سؤ کان ٻہ وڌيڪ قسمن جي ڪجور وڪامندي هئي. ڪجور کان سواءِ مڪران ان وقت ۾ اسلامي دنيا کي ڪچي ڳاڙهي ڪنڊ ۽ ڳڙ بہ روانو ڪندو هو. قلات جون چمڪندڙ ڪلابتون بہ وڏي رقم تي وڪامنديون هيون. (25)

## پنڀور جو ڏکڻ ايشيا تي اثر:

ڏکڻ ايشيا ۾ علم جي حيثيت اڃا زباني هئي. لکڻ جو رواج اڃا ڪونہ پيو هو. ٽڪشلا ۽ نلندا فقط ٻہ تعليم گاه يا يونيورسٽيون هيون، جن ۾ زباني تعليم ڏني ويندي هئي. (26) سيلوڪس جي طرفان ميگسٿينز، جيڪو چندر گپت جي درٻار ۾، پٽاليپترا (پاٽنا) ۾ سفير هو، اهو ڄاڻائي ٿو تہ حڪومت جو سمورو ڪاروبار زباني هلندو هو. نلندا (نالندا) يونيورسٽيءَ ۾ آسوڪا يا اشوڪ تائين تعليم جو طريقو زباني هلندو هو. چندر گپت پڻ انهيءَ نلندا يونيورسٽيءَ ۾ تعليم پرائي هئي. (27) برهمڻن کي چئني ويدن جا اٽڪل هڪ لک شلوڪ زباني ياد هئا، ڇو تہ هو پنهنجي مقدس تصنيفات کي لکت ۾ آڻڻ پسند ڪونہ ڪندا هئا. قديم سنڌي تاريخ مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ چچ بن سيلائج کي چارئي ويد زباني ياد هئا.

پنڀور ۾ جيڪي فنيقيا سامي آرامي واپاري، واپار سانگي هن شهر ۾ رهندا هئا، تن هتي جي واپارين کي واپار جي ترقي ۽ ڏيتي ليتي ڪاڻ سامي

آرامي خط سيکاريو، جيکو هو ڪپڙي تي لکندا هئا، ڇو تہ ان وقت تائين ڪاغذ جو رواج اڃا ڪونہ پيو هو. ڪاغذ فقط چين ۽ مصر ۾ ٺهندو هو. مصر وارا "Papyrus". جيڪو هڪ ٻورو هو ۽ نيل جي جهنگن ۾ پيدا ٿيندو هو، ان مان ڪاغذ جو ڪم وٺندا هئا ۽ چيني وري ڪپڙي مان ڪاغذ تيار ڪندا هئا. سو اڳتي هلي اهو ساڳيو سامي آرامي خط سنڌي واپارين جي وسيلي ننڌي ڪنڌ ۾ اشوڪ جي ڏينهن ۾ (259 - ق.م) رائج ٿيو ۽ اهو ٻن نمونن جو هو: هڪڙو "آرين پالي،" جنهن کي "خروشتي خط" يا "گنڌرا" سڏين ٿا ۽ اهو ساڄي کان کاٻي طرف لکجڻ ۾ ايندو هو، انهيءَ خروشتي خط جا اکر يوناني ۽ هندي حڪمرانن جي سڪن تي بہ استعمال ٿيل آهن. اهو خط فنيقيا وارن (500 ق.م) آئونين ٻيٽن وارن يونانين کي پڻ واپارَ ۾ سهولت خاطر ايشيا مائينر ۾ لکڻ سيکاريو هو. (28) ٻيو نمونو کٻي کان سڄي طرف لکيو ويندو هو، ان کي "هندي پالي" يا "برهمڻي" سڏيو ويندو هو ۽ قديم تاريخ سنڌ ۾ ڄاڻايل،آهي تہ اشوڪ ((آسوڪا) جا ڪتبا گهڻو ڪري پوئين خط يعني "هندي پالي" يا "برهمڻي" ۾ لکيل آهن.(29)

## ٻنڀور جي تباهي ۽ ويراني:

سنڌ جا جيڪي بہ تباہ ۽ ويران ٿيل ڳوٺ يا شهر آهن، اهي گهڻو ڪري زلزلن، مهراڻ جي پاڻڻ يا آبڪلاٿي يا وري مهراڻ جي رخ بدلائڻ جي ڪري ويران ٿي ويا آهن يا وري ٻاهرين غنيمن جون مهربانيون اٿن. ٻنڀور جيڪو عيسوي ٻي صديءَ ۾ اوُج تي هو ۽ سنڌ ۾ واپار، زرخيزي ۽ تهذيب ۽ تمدن جو هڪ اعليٰ مرڪز هو، تنهن لاءِ ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ پنهنجي انگريزي ڪتاب، "سنڌ ۾ المنصوره جي عرب حڪومت" ۾ جدا جدا تاريخ نويسن "المسعودي،" "الاصطخري" ۽ "ياقوت الحموي" جا حوالا ڏيندي لکي ٿو تہ "ٻنڀور"[1] سنڌ جو هڪ مکيہ بندر هو ۽ المنصوره حڪومت ۾ سنڌ جو ٽيون نمبر وڏي ۾ وڏو شهر پڻ هو. هن شهر جي آدمشماري تمام گهڻي فقط ان سبب جي ڪري هئي جو هي سنڌ جو هڪ خاص ۽ مکيہ بندر هو، جنهن جو دنيا جي هر ملڪ سان واپار هلندڙ هو. ان کان سواءِ هتي

(١) ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ مذڪور ڪتاب ۾ "ٻنڀور" نالو آندوئي ڪونهي. بندر جو نالو "ديبل" لکيو آهي جيئن المسعودي يا قوت الحمودي ۽ (الطغري ڄاڻايو آهي. (م.ع.س)

تلوارن ٺاهڻ جو هڪ وڏو ڪارخانو پڻ هو ۽ اهي تلوارون هتان عرب ملڪن ۾ موڪليون ويندي يون هيون." (30)

پنڀور جو علائقو پنهنجي واپار ۽ صنعت جي ڪري عرب توڙي عجم ۾ تمام گهڻو مشهور هو. هڪ مشهور بندرگاهہ هئڻ سان گڏوگڏ هي سنڌ ۽ هند جي جدا جدا علائقن ڏانهن ويندڙ قافلن جو لنگهہ بہ هو، تنهن ڪري ئي ٻاهران ايندڙ حملہ آورن جو نشانو بہ رهيو ۽ سنڌ جي هن قدرتي وسيلن سان مالا مال بندرگاه جي تباهيءَ جو سبب ان جي خوشحالي ئي هئي.

## حوالا


1. مير علي شير قانع ٺٽوي: "تحفة الڪرام،" ج 3. ص 23.

2. *"Studies in Indo Muslim History." p.p. 2,3.*
   *Vol: 1, January 1941, Karachi, Journal of Sind Historical Society.*

3. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 127

4. *William Vincent: "The Voyage of Nearchus from Indus to Euphrats," P. 135, London.*
   مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 128-127

5. ساڳيو حوالو نمبر 4 (انگريزي)

6. مولائي شيدائي، "جنت السنڌ،" ص 33-32

7. *Cousens. H. : "Antiquities of Sind," 1929 p.p 80-81.*

8. علامه ابن الفقيه همداني: "ڪتاب البلدان،" ص 251
   مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 171، 170، 169.
   *Kennedy. j: "The Early Commerce of Baybylon with India." 1898. p.p. 241-288*

9. *Rawlinson, H. G: "Intercourse between India and Western World," p. 27.*

10. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 191، 170، 57

11. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 21، 20، 19

12. Schoff, W. H: "The Priplus of the Erythroen Sea," p. 37.
13. Max Muller, F: "India What can it teach us," Oxford p.p: 56_57
14. Frazer, R. W: "British India, Cities of Mediterranean Sea," p. 11.
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 9
15. "Cambridge History of India," Vol: 1, p. 379
16.مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 104
17. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 105, 106
18. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 104
19. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 85-99
20. قانع ٺٽوي: تحفة الڪرام، ج 4 ص 28
مخدوم امير احمد: فتح نامه سنڌ، ص 123
21. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 83
22. مولائي شيدائي: جنت السنڌ، ص 42
مولائي شيدائي: تاريخ تمدن سنڌ، ص 97
23. E. Gibbon: "History of the Decline and Fall of the Roman Empire," Vol: VII, pp 9-100 London, 1802
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 127
24. شبلي نعماني: "المامون،" ص 136
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 198
25. محمد جميل الرحمان: "مسلمانن جي صنعت، حرفت، زراعت و تجارت،" ص 72
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،"
26. V. A. Smith: "Early History of India," p. 16, Oxford
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 22
27. Max Muller, F: "India What can it teach us." p. 207

مولائي شيدائي: "جنت السند،" ص 73
مولائي شيدائي: تاريخ تمدن سنڌ، ص 22، 21
28. *Max Muller, F: "India What can it teach us," p. 207. Oxford.*
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 22
29. *Max Muller, F. "India what can it teach us" p. 207 Max Muller, : "History of Ancient Sanskrit Literature." p. 497*
مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ،" ص 22-21
مولائي شيدائي: جنت السنڌ ص 23
30. *DR: Mumtaz Hussain Pathan: "Arab Kingdom of AL-Mansoora in Sind" pp. 104-105-*

ڪو گهمندي گهور، آيم ڀاروچن جو
ڇڏينديس ڀنڀور، هنئون هت نہ وندري.

ڀينرا ڀنڀوران، ڀجو تان اُڀهو
اڳي اِن ماڳان، سرتين سور پرائيا.
- ڀٽائي رحہ

# ڀنڀور مان لڌل ڪتبا

عبدالله ورياهه

سنڌ جي قديم آثارن ۾ ڀنڀور وڏي اهميت واري ۽ تاريخي جاءِ آهي، جنهن بابت ڪوبہ پڪ وارو ثبوت اڃا نہ مليو آهي، جنهن مان هن شهر جي نالي جي خبر پئجي سگهي، پر محڪمہ آثار قديمہ جي کوٽائي جي نتيجي ۾ هتان هڪ صدي قبل مسيح کان تيرهين صدي عيسويءَ تائين جا نشان مليا آهن، جن جي آڌار ۽ چند ڄاڻ بعد اهو اعلان ڪيو ويو تہ ڀنڀور جا قديم آثار سنڌ جي تاريخي شهر ديبل جا نشان آهن. پر اڃان تائين بہ ڪيترن عالمن ۽ محققن کي ڀنڀور جي ديبل هجڻ بابت ڪافي شڪ شبها آهن.

شهر جي پکيڙ، گهرن جي بناوت، شوَ جي مندر، قلعي جي دروازن ۽ مسجد جي عمارت بابت ذهن ۾ ڪيترائي سوال اڀرن ٿا، جن جي وضاحت ۽ تحقيق بعد ئي صحيح فيصلو ڪري سگهبو تہ هي ديبل آهي يا ڪو ٻيو شهر، جنهن جو نالو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي.

ڀنڀور جي قديم آثارن جي 1958ع کان 1962ع تائين ٿيل کوٽائي ۾ ٺڪر جي ٿانون، سون چانديءَ ۽ ٽامي جي سڪن، پٿر، لوهہ ۽ شيشي جي ٻين شين کان سواءِ چوڏهن پٿر جا عربي ڪوفي رسم الخط ۾ لکيل ڪتبا پڻ مليا آهن، جن مان پن ڪتبن تي سن ۽ ان وقت جي حاڪمن جا نالا موجود آهن، باقي ٻين تي قرآني آيتون ۽ مذهبي دعائون لکيل آهن. هن مقالي ۾ صرف پن ڪتبن تي ڄاڻايل سن ۽ ماڻهن جي تاريخي اهميت بابت ڪجهہ وضاحت ڪري سنڌ جي تاريخ سان سندن تعلق کي ثابت ڪيو ويو آهي.

پهريون ڪتبو، جيڪو 1959- 1960ع جي کوٽائي ۾ ڀنڀور جي ان حصي مان لڌو ويو آهي، جنهن کي مسجد چيو وڃي ٿو، ان جي ماپ 1.11x1.4 ۽ ٿولهہ تقريباً هڪ فوٽ ٿيندي. عام پيلي پٿر تي عربي ڪوفي رسم الخط ۾ ڇهن سٽن جي هي لکيت پهريائين 1960ع ۾ جناب ڊاڪٽر ايف - اي - خان پنهنجي "ڀنڀور" بابت ڇپيل رپورٽ ۾ هن طرح ڏني آهي.

1- بسم الله الرحمن الرحيم 1- الله جي نالي سان جيڪو نهايت رحم وارو آهي.
2- مها امربه الا مير مرون (؟) بن 2- موجب امير مروان پٽ.
3- محمد مولي امير المومنين اعزه 3- محمد مولي امير المومنين سندس عزت وڌائي.
4- الله علي يدي علي بن موسي (؟) 4- الله، هٿان علي بن موسي
5- مولي امير المومنين اڪرمه الله سنه تسع ومئة (؟). 5- مولي امير المومنين اڪرمه الله سنه نَو ۽ هڪ سو (109هہ).

پر ان کان پوءِ جناب ڊاڪٽر ايم. اي. غفور 1966ع ۾ اڳئين پڙهڻي ۾ ڪجهہ تبديلي ڪئي. سندس پڙهڻي هن ريت آهي.

1- بسم الله الرحمن الرحيم 1- الله جي نالي سان جيڪو نهايت رحم وارو آهي.
2- مما امربه الا مير هيرون بن 2- موجب امير هارون پٽ.
3- محمد مولي امير المومنين اعزه 3- محمد مولي امير المومنين سندس عزت وڌائي.
4- الله علي يدي علي بن عيسي مولي 4- الله هٿان علي پٽ عيسي مولي.
5- امير المومنين اڪرمه الله سنه تسع وثلثين. 5- اميرالمومنين اڪرمہ الله سنه نو ۽ ٽي (239هہ)
6- و (مائتين) 6- ۽ (ٻہ سؤ).

پهرين پڙهڻي ۾ ڊاڪٽر ايف - اي - خان، جنهن پنڀور جي کوٽائي جي شروعات ڪئي هئي، صرف پنهنجي ابتدائي پڙهڻي ظاهر ڪئي آهي. پر ان کان پوءِ ڊاڪٽر عبدالغفور وڌي ڇنڊ ڇاڻ بعد سندس پڙهڻيءَ کي صحيح ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن صاحب جو خيال آهي تہ ڪتبي ۾ ذڪر ڪيل هارون بن محمد اصل ۾ هارون بن ابي خالد المروزي، عباسي خليفي المتوڪل (232-247 هہ) طرفان مقرر ڪيل سنڌ جو گورنر آهي، جنهن کي عمر بن عبدالعزيز هباري 240هہ ۾ قتل ڪري سنڌ ۾ هارين جي حڪومت قائم ڪئي هئي. انهيءَ هارون اهو ڪتبو 239هہ ۾ ديبل جي عمارتن جي مرمت ڪرائڻ دوران لڳايو هو. پر هتي ڊاڪٽر عبدالغفور ڪتبي ۾ ڏنل هڪ

ٻئي نالي علي بن عيسيٰ کي بلڪل وساري ڇڏيو آهي ته هو ڪير هو ۽ سنڌ جي تاريخ سان هن جو ڪهڙو تعلق آهي. ٻيو ته هن صاحب اعزه الله ۽ اڪرمه الله جي معنيٰ ته سمجهائي آهي، پر مولي امير المومنين بابت ڪابہ وضاحت نہ ڪئي اٿس، سواءِ ان جي ته عباسي دور ۾ اميرن جو لقب هو ۽ هتي بہ ٻنهي لاءِ ساڳيو لقب استعمال ٿيل آهي. ان ڪري ٻيئي هڪڙي درجي جا امير هئا. پر منهنجي ناقص راءِ مٿين ٻنهي صاحبن کان مختلف آهي.

زماني جي گردش ۽ اٿل پٿل ان پٿر جي ڪتبي جي ڪجهہ حصن کي ايترو ته متاثر ڪيو آهي جو ڪجهہ لفظ صحيح پڙهڻ ۾ نٿا اچن، خاص طرح سان ڪتبي ۾ لکيل هيٺيون ٽي سٽون، ڪتبي جي چوٿين سٽ ۾ پنجين ۽ ڇهين سٽ ۾ ڪتبي جو سن. هاڻي ڏسبو ته ڪتبي ۾ ڏنل نالن جو تاريخ ۾ ڪو ذڪر آهي يا نہ ۽ انهن جو دور ڪهڙو آهي. هن ڪتبي ۾ پهريون نالو "امير هارون بن محمد مولي امير المومنين اعزه الله" آهي ۽ ٻيو "علي بن عيسيٰ مولي امير المومنين اڪرمه الله". هتي ٻنهي نالن پٺيان مولي امير المومنين جو لقب ڏنل آهي. جنهن مان شڪ ٿو ٿئي تہ ٻيئي هڪڙي درجي جا امير هئا. هن کي سمجهڻ لاءِ "مولي امير المومنين" جي لقب کي سمجهڻ ضروري آهي تہ اُن جي معنيٰ ڇا آهي ۽ اهو ڪنهن جي لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. عربيءَ ۾ مولا جي معنيٰ آهي آزاد غلام، پاڙيسري، يار، مدد ڪندڙ، خداوند، سردار، مالڪ، قوم جو وڏو، آزاد ڪندڙ، آزاد ڪيل، لائق، سوٽ ۽ هڪ طريقي وارو، ۽ امير المومنين جي معنيٰ مومنن جو اڳواڻ آهي، ۽ هي لقب صرف خليفن جي نالن سان استعمال ٿيندو هو. پر مولي جي معنيٰ تمام وسيع آهي، جيڪو نہ صرف خليفن جي نالن سان پر ٻين قابل احترام نائبن ۽ اميرن لاءِ پڻ استعمال ڪيو ويندو هو. سندن وچ ۾ فرق کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪن جاين تي مولا اڪبر ۽ ڪن جاين تي مولا اسفل معنيٰ وڏو امير ۽ ننڍو امير پڻ لکيو ويندو هو. پر جيڪر اها وضاحت ڪيل نہ هجي تہ هن کي سمجهڻ جو ٻيو طريقو هي آهي تہ جتي ان لقب کي بہ دفعا ساڳئي نموني دهرايو ويو هجي تہ اتي پهرين ذڪر ڪيل امير کي وڏو امير ۽ پوءِ ذڪر ڪيل امير کي ننڍو يا نائب امير سمجهڻ گهرجي.

هتي ڄاڻايل پهريون نالو هارون بن محمد مولي امير المومنين، پنجين

عباسي خليفي هارون الرشيد بن محمد المهدي جو آهي، جنهن 170هه کان 193هه تائين حڪومت ڪئي. ۽ ٻيو نالو سندس ڪنهن نائب علي بن عيسيٰ جو آهي. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو ته هارون الرشيد جي دور ۾ ايران ۽ مشرقي ملڪن تي سندس پٽ المامون حاڪم هو. علي بن عيسيٰ کي خراسان، بلخ ۽ بخارا جو حاڪم مقرر ڪيو ويو هو. علي بن عيسيٰ بداخلاقي جي ڪري اتي جي عوام ۾ مقبول نه ٿيو ۽ هن جون شڪايتون خليفي هارون الرشيد کي پهتيون، پر هن ان طرف ڪو ڌيان نه ڏنو، نتيجي طور هن جا ظلم وڌي ويا ۽ جن ماڻهن سندس شڪايتون ڪيون هيون انهن کي تنگ ڪري وير ورتائين. آخر مجبور ٿي خراسانين نصر بن يار جي پوٽي رافع بن ليث جي اڳواڻيءَ ۾ دربار خلافت کان ٿي بغاوت جو اعلان ڪيو. علي بن عيسيٰ ان بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجي پٽ عيسيٰ بن علي کي فوج ڏيئي موڪليو، پر هو ان لڙائيءَ ۾ مارجي ويو.

هارون الرشيد جڏهن معاملي کي هن حد تائين وڌيل ڏٺو ته خراسانين کي راضي ڪرڻ لاءِ علي بن عيسيٰ کي هٽائي هرثمه بن اعين کي خراسان جو گورنر مقرر ڪيو ۽ علي بن عيسيٰ ۽ سندس ساٿين کي واپس بغداد گهرائي ورتو. ڪين نالي ماتر سزائون ڏنيون ته جيئن خراساني خوش ٿين. پر ان هوندي به بغاوت مڪمل طرح ختم نه ٿي. آخر مجبور ٿي هارون الرشيد کي هن مهم لاءِ پاڻ وڏو لشڪر وٺي ايران وڃڻو پيو، پر طوس ويجهو بيماريءَ سبب پاڻ گذاري ويو. ان وقت مامون خراسان ۾ ۽ امين بغداد ۾ موجود هئا. ٻنهي پنهنجي پنهنجي خلافت جو اعلان ڪيو. امين خلافت تي پنهنجو حق ٿي سمجهيو، تنهن ڪري مامون جي خلافت جي اعلان ڪرڻ تي سنه 195هه ۾ امين ساڳئي مشهور سپهه سالار علي بن عيسيٰ کي پنجاهه هزار لشڪر ڏيئي مامون جي مقابلي لاءِ موڪليو. امين جي ماءُ زبيده کي پڪ هئي ته مامون جي شڪست ٿيندي ۽ هو گرفتار ٿيندو، انهيءَ ڪري هن علي بن عيسيٰ کي چانديءَ جي زنجير مامون کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ڏني. مامون کي خراسان ۾ جڏهن خبر پئي ته هن پنهنجي هڪ سالار طاهر بن حسين جي اڳواڻي ۾ چئن هزار خراسانين جو لشڪر مقابلي لاءِ موڪليو. علي بن عيسيٰ خراسانين جو حاڪم ٿي رهي چڪو هو ۽ ايراني عوام اڃان سندس ظلمن کي وساري نه

سگهيا هئا، ان ڪري انهن پڪو پهہ ڪيو تہ مقابلو ڪري هن ڪي ڪنهن بہ صورت ۾ شڪست ڏيڻي آهي. علي بن عيسيٰ کي پنهنجي وڏي لشڪر ۽ تجربي تي ناز هو. هن طاهر کي غلام ۽ ناتجربيڪار ٿي سمجهيو، ان ڪري هن ڪوبہ احتياط يا جنگي حڪمت عملي اختيار نہ ڪئي.ٻنهي لشڪرن جو مقابلو 196هہ مطابق 811ع ۾ ري جي ميدان ۾ ٿيو. خراساني نهايت دليري ۽ بي جگري سان وڙهيا. جنگ هلندي علي بن عيسيٰ تير لڳڻ سبب مارجي ويو. سندس لشڪر ڀاڄ کاڌي ۽ طاهر بن حسين کي فتح نصيب ٿي، ۽ هن علي بن عيسيٰ جو سر وڍي مرو ۾ مامون ڏانهن موڪليو، جنهن طاهر کي علي بن عيسيٰ جهڙي سپہ سالار تي فتح حاصل ڪرڻ تي "ذواليمين" جو خطاب ڏنو.

اموي توڙي عباسي دور ۾ ايران، مشرقي ملڪن ۽ سنڌ تي ساڳيو حاڪم مقرر ڪيو ويندو هو، جيڪو پنهنجي طرفان نائب مقرر ڪري اتي جو انتظام هلائيندو هو. علي بن عيسيٰ جي بلخ ۽ بخارا تي حاڪميت جو هڪ ٻيو پڪو ثبوت سندس جاري ڪيل چاندي ۽ ٽامي جا سڪا آهن، جيڪي 185هہ ۽ 190هہ بلخ ۽ بخارا مان جاري ڪيا ويا آهن. سندس سڪن تي سندس ساڳيو لقب "مولي امير المومنين" لکيل آهي. بخارا مان جاري ڪيل ٽامي جي سڪي تي "185هہ" ۽ "امربه الا مير علي بن عيسيٰ" لکيل آهي، جڏهن تہ "190هہ" ۾ بلخ مان جاري ڪيل چاندي جي درهم تي هڪ طرف ٽن سٽن ۾ لکيل آهي.

محمّد رسول الله
مما امربه الامير علي بن عيسيٰ
مولي امير المومنين.
ع

هتي اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ هن ڪتبي تي لکيل نالا ۽ لقب ڪن ٻن هڪ جهڙي حيثيت وارن جا نہ پر خليفي ۽ سندس نائب جا آهن، آئون هڪ ٻئي سڪي جو ذڪر ڪندس، جيڪو 185هہ ۾ محمديه مان جاري ڪيو ويو. هن سڪي تي لکيل آهي.

"مها امربه ولي عهد المسلمين محمد بن امير المومنين علي يدي الحرب

مولي امير المومنين"                    (۽ ٻئي پاسي)

حزب هذالفلس بالمحمديه في سنة خمس وثمنين وسة".

جنهن جي معنيٰ آهي تہ "هي سڪو مسلمانن جي ولي عهد محمد بن امير المومنين پاران حزب غلام امير المومنين هتان جاري ٿيو."

"هي ٽامي جو سڪو ضرب ڪيو ويو محمديه مان سن 185هہ ۾."

هن سڪي تي لکيل لقب ۽ انداز کي ڏسي ڪتبي تي لکيل نالن ۽ لقبن سان ڀيٽ ڪبي تہ معلوم ٿيندو تہ بلڪل ساڳئي انداز ۾ نالا ۽ لقب ڏنل آهن، صرف نالا ٻيا آهن. ان مان ثابت ٿيو تہ ان دور ۾ اهي لقب عام طرح لکڻ ۾ ايندا هئا.

ڪتبي تي لکيل سن کي هن کان پهرين 109 ۽ پوءِ 239 پڙهيو ويو آهي، جيڪو منهنجيءَ نظر ۾ صحيح نہ آهي. 109هہ ان ڪري نٿو ٿي سگهي جو "تسع و مئة" جي وچ ۾ هڪ ٻيو لفظ بہ آهي، جيڪو پڙهڻ ۾ نہ اچڻ سبب ڇڏي ڏنو ويو آهي. جڏهن تہ ٻيو سن 239هہ "تسع وثلثين و ملتين" ڪري پڙهيو ويو آهي. پهرين لفظ تسع معنيٰ 9 ٿي سگهي ٿو، پر ثلثين ان ڪري نٿو ٿي سگهي جو ڪتبي کي ڏسڻ سان معلوم ٿيندو تہ پنجين سٽ ۾ ثلثين جي ث ۽ ل جي وچ ۾ هڪ ٻيو بہ اکر نظر ايندو، جيڪو م کان سواءِ ٻيو ڪو لفظ ٿي نٿو سگهي. ان ڪري اهو لفظ ثلثين نہ پر ثمانين ڪري پڙهڻ گهرجي. آخري ۽ ڇهين سٽ ۾ صرف هڪ لفظ آهي جنهن کي ماتين پڙهيو ويو آهي. لفظ سٽ جي وچ ۾ لکيل آهي. جيڪر لفظ جي ٻنهي پاسي خالي پيل جاءِ جي ماپ ڪبي تہ ماتين جي صورت ۾ لفظ وچ ۾ نہ پر ڪاٻي پاسي وڌي ويندو، پر مئة هجڻ جي صورت ۾ اهو لفظ نظر ايندو. ۽ ٻنهي پاسن کان جاءِ هڪ جيتري ڇڏيل نظر ايندي. انهيءَ کان سواءِ مانين جي نون جو ڪوبہ نشان ڪتبي تي نظر ڪونہ ٿو اچي، ان ڪري "مئة" پڙهڻ گهرجي. ۽ ان لحاظ کان ڪتبي تي لکيل سنة "تسع وثمانين و مئة" يعني 189هہ ٿيندو، جيڪو هارون الرشيد جي حڪومت جو اٺويهون سال ۽ خراسان ۾ سندس نائب علي بن عيسيٰ جي حڪمراني جو دور آهي.

مٿين ڳالهين ثابت ٿيڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو تہ "189هہ ۾ هارون الرشيد جي حڪم سان علي بن عيسيٰ جي هٿان اهو ڪتبو نهرائي ڪنهن جاءِ

تي لڳايو ويو هو."

هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته علي بن عيسيٰ جو سنڌ جي تاريخ ۾ ڪوبه ذڪر نه ٿو ملي، ان ڪري ڪيئن ثابت ٿئي ته علي بن عيسيٰ سنڌ ۾ آيو هو ۽ هن ڪتبي جي لکڻ سان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي.

سنڌ جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته سنڌ ۾ عرب حڪومت دوران اچي هتي آباد ٿيل قبيلن ۾ اختلافن ۽ جهيڙن سبب بدامني وڌي ويئي، ان لاءِ هارون الرشيد طرفان مختلف حاڪم موڪليا ويا پر اهي ناڪام ٿيا. آخر 185هه ۾ دائود بن يزيد بن حاتم مهلبي کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو، جنهن پنهنجي پاران پنهنجي ڀاءُ مغيره بن يزيد کي نائب ڪري سنڌ موڪليو، پر هن کي نزارين منصوره ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنو. مغيره نزارين جو مقابلو نه ڪري سگهيو ۽ مجبور ٿي پوئتي موٽيو. ۽ سموريون حالتون دائود کي لکي موڪليائين، جيڪو وڏي فوج وٺي سنڌ ۾ آيو. ڪافي مقابلن کان پوءِ سنڌ ۾ امن امان بحال ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن مطالعي کان پوءِ اهو سمجهڻ ۾ ڪابه ڏکيائي نه ٿيڻ کپي ته مغيره جي ناڪامي سبب دائود پهريائين خراسان آيو، جتان علي بن عيسيٰ خليفي هارون الرشيد جي حڪم سان فوج سميت هن سان گڏجي سنڌ آيو ۽ هتي جي بغاوت ۽ بدامني کي ختم ڪري سنڌ جي حڪومت دائود جي حوالي ڪري پاڻ پنهنجو يادگار ڀنڀور ۾ ڇڏي مڪران واري رستي يا سمنڊ وسيلي واپس وريو.

ايران جي فوج ۽ علي بن عيسيٰ جو اچڻ ان ڪري به سمجهجي ٿو ته محمد بن قاسم جي سنڌ فتح ڪرڻ کان وٺي، سنڌ جي انتظام هلائڻ ۽ بغاوتن کي منهن ڏيڻ لاءِ هميشه ايران کان مڪران رستي يا سمنڊ وسيلي فوجي ڪمڪ ۽ سازو سامان ايندو رهيو آهي.

مٿين وضاحت کان پوءِ 185هه کان پوءِ ۽ 189هه کان اڳ سنڌ ۾ عباسي خليفي هارون الرشيد جي فوجي جرنيل علي بن عيسيٰ جو اچڻ ثابت ٿئي ٿو، جنهن جو ڪتبو ڀنڀور جي قديم آثارن مان لڌو ويو آهي. هيو ڪتبو به انهيءَ ساڳي مسجد واري جاءِ تان 1960ع جي کوٽائي دوران لڌو آهي، جيڪو پٿر جي ٽن ٽڪرن تي گلن واري ڪوفي عربي رسم الخط ۾ لکيل

آهي. هن جي ماپ اٽڪل ساڍا 14 انچ ۽ ساڍا 7 انچ ٿيندي، پر سڄو ڪتبو ڀڳل حال ۾ مليو آهي. هن تي لکيل اکر ٽن سٽن ۾ آهن. محترم ڊاڪٽر ايف. اي. خان جي پڙهڻي موجب لکيت هن ريت آهي:

(1) بسم الله الرحمن الرحيم لاالله الاالله (وحده) وان محمد رسوله و عبده.

(2) انما يعمر مسا (جد) الله من امن با الله واليوم الاخر واقام (الصلوا واتي) لزڪا ولم بخش الاالله فعسا (اولئڪ).

(3) ان يڪونو امن الـهتدين هذا مما امر بنصبه الامير محمد بن عبدالہ. . . . (في ذي) القعده (؟) سنه اربع وتسعين و ماتين.

جنهن جي معنيٰ آهي تہ:

(1) شروع ڪريان ٿو الله جي نالي سان، جيڪو نهايت رحم وارو آهي. نہ آهي ڪو الله کان سواءِ هڪ الله جي ۽ محمد ان جو رسول ۽ ٻانهو آهي.

(2) فقط اهو ماڻهو ئي الله جي مسجد آباد ڪندو آهي، جيڪو الله تي ايمان آڻيندو، نماز پڙهندو ۽ زڪوات ڏيندو آهي ۽ الله کان سواءِ ڪنهن کان بہ نہ ڊڄندو آهي.

(3) اهي ئي سنئين رستي تي هوندا آهن. هي امير محمد بن عبدالہ. . . . جي حڪم سان ذوالقعد 294هہ ۾ لڳايو ويو.

ڊاڪٽر عبدالغفور جي هن ڪتبي جي پڙهڻي بہ تقريبا ساڳي آهي. صرف اهو فرق آهي جو ڊاڪٽر خان صاحب امير جو نالو محمد بن عبدالر. . . . ۽ ڊاڪٽر عبدالغفور صاحب امير جو نالو محمد بن عبدالہ!. . . . (عبدالله) ڪري پڙهيو آهي. ۽ سندس خيال مطابق اهو محمد بن عبدالله، سنڌ جي هباري حڪمران عمر بن عبدالعزيز جو پوٽو هو، جنهن پنهنجي پيءُ جي حڪمراني دوران 294هہ ۾ ان مسجد جي نئين سر مرمت ڪرائي اهو پٿر لڳايو هو.

پر منهنجيءَ سمجهہ موجب اهو محمد بن عبدالرحمن آهي، جيڪو پنهنجي پيءُ عبدالرحمن کان پوءِ سنڌ جو حاڪم ٿيو.

جڏهن تہ سنڌ جي ڪنهن بہ حاڪم عبدالرحمن بابت ڪنهن بہ تاريخ مان خبر نہ پئي آهي، پر منصوره ۾ ضرب ٿيل هڪ چاندي جو درهم اهڙو لڌو ويو آهي، جنهن جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ عباسي خليفي

المڪتفي با الله جي دور حڪومت 289هہ کان 295هہ ۾ سنڌ جو حاڪم عبدالرحمٰن هو. سنڌس سڪي ۾ خطبي ۾ عباسي خليفي جو نالو استعمال ٿيندو هو. ان درهم تي هڪ طرف ٽن سٽن ۾ ڪلمو ۽ ٻئي طرف،

عبدالرحمٰن

بامراه مام

المڪتفي باالله

۽ چوڌاري "ضرب هذا درهم المدينة المنصوره" ۽ هن کان پوءِ سن پڻ لکيل آهي. پر اهو پاسو ڪٽجي وڃڻ سبب سن پڙهي نٿو سگهجي. پر عباسي خليفي المڪتفي باالله جي نالي هجڻ سان چئي سگهجي ٿو تہ هي سڪو 289هہ کان 295هہ جي دور ۾ جاري ٿيو هوندو، جيڪو المڪتفي باالله جو دور حڪومت آهي ۽ ان وقت سنڌ تي هباري حڪمران هئا. انهن سڀني ڳالهين کي نظر ۾ رکندي چئي سگهجي ٿو تہ عبدالرحمٰن بہ سنڌ جو هباري حڪمران هو، جنهن جي گذاري وڃڻ بعد 294هہ ۾ محمد سنڌ جو حڪمران ٿيو ۽ پنهنجي حڪومت جي پهرين سال تعميراتي ڪم شروع ڪري يادگار طور اهو پٿر نصب ڪيائين. محمد جي عبدالرحمٰن جي پٽ هجڻ بابت هڪ ٻيو ثبوت منصوره، ڀنڀور ۽ سنڌ جي ٻين قديم آثارن تان لڌل عبدالرحمٰن ۽ محمد جي ٽامي جي سڪن جو هڪ جهڙو هجڻ پڻ آهي، جن ۾ صرف نالي جو فرق آهي. باقي لکيت ۽ ڊزائن بلڪل هڪجهڙي آهي. ائين ٿو محسوس ٿئي تہ محمد پيءُ کان پوءِ حڪومت هٿ ڪرڻ بعد ساڳيا سنڌس پيءُ جي سڪن جهڙا سڪا پنهنجو نالو شامل ڪري جاري ڪرايا. هي پٿر جو ڪتبو ۽ لڌل سڪا ٻيئي هڪ ٻئي کي صحيح ثابت ڪرڻ ۾ مدد ڏين ٿا، جن جي مدد سان پڪ سان چئي سگهجي ٿو تہ ڪتبي تي لکيل امير محمد بن عبدالرحمٰن سنڌ جو هباري حاڪم هو، جنهن سنڌ تي 294هہ کان 300هہ تائين حڪومت ڪئي.

چاڪاڻ تہ جڏهن 303هہ ۾ المسعودي سنڌ ۾ آيو تہ هن عمر بن عبدالله کي سنڌ جو حاڪم ڏٺو. جيڪو ڪجهہ وقت کان سنڌ تي حڪومت ڪري رهيو هو. سنڌس نالي جي منصوره مان جاري ٿيل ۽ ڀنڀور مان پٿر جي

ڪتبي ليڻ سان اهو به پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته سنڌس حڪومت جو مرڪز منصوره ۽ پنيور [1] سنڌس حڪومت ۾ شامل هو.

[هن مقالي جي مواد حاصل ڪرڻ لاءِ آئون محترم ڊاڪٽر ايف - اي - خان صاحب، نيشنل ميوزيم ڪراچي جي محترم هدايت الله صديقي صاحب ۽ آرڪيالاجي لائيبريري جي جناب محمود بيگ صاحب جو شڪر گذار آهيان، جن جي مدد کان سواءِ مون لاءِ هي مقالو لکڻ ممڪن نه هو.]

(١) عرب ليکڪن مان ڪنهن به تاريخدان، جاگرافيدان ۽ سياح 'پنيور' شهر جو نالو ڪونه آندو آهي. سيني 'ديبل' ئي لکيو آهي. ڪتبن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته اهي ڪتبا سن 109 هه ۾ يا 239 هه ۾، 189 هه ۾ 294 هه ۾ لڳايا ويا. اهو ڏيکاري ٿو ته ڪتبن وارو ماڳ 'ديبل' هو يا 'ديبل' سان لاڳاپيل، 'ديبل' جو حصو هو. (م. ع. س)

# ڀنڀور-آڳاٽي اسلامي دور جي ڪوزه گري

مسرت مرزا

712 عيسوي ۾ محمد بن قاسم جي فتح سنڌ جي نتيجي ۾ سنڌ جي ماڻهن جي روزمره جي زندگيءَ ۾ تبديليون پيدا ٿيون. انهن نون ثقافتي لاڙن، انهن جي فن، هنر، ادب ۽ عمارت سازي جي هنرن تي گهرو اثر وڌو. مسلمان پنهنجي گهريلو استعمال جون شيون يا تہ پنهنجي روايتن پٽاندر ٺاهيندا هئا يا اهي مصر، دمشق، بغداد ۽ اسلامي دنيا جي ٻين ڪيترن ملڪن مان درآمد ڪندا هئا.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان مسلم دور جا جيڪي ٿانو مليا آهن، انهن تي مصر ۽ شام جي روايتي ٿانون جي نمونن جا گهرا نشان ملن ٿا. انهن ٿانون تي نهايت وضعداريءَ سان جا ڪوفي خط ۾ صناعي ڪئي وئي آهي، تنهن مان پتو پوي ٿو تہ مسلمانن جو هتي جي گهڻي ۾ گهڻي علائقي تي غلبو ۽ اثر موجود هو. مسلم دنيا جي ملڪن: جهڙوڪ رڪا، ري، نيشاپور، ڪاشان، روسانہ، سلطان آباد ۽ سوسا، ٻاهر جي دنيا کي، جن تي سنڌن قبضو ۽ تسلط ٿيو، ڪوزه گري جي روايتي فن جي معاملي ۾ بہ متاثر ڪيو. مثال طور سنڌ ۾ ٺٽي، هالا، نصرپور ۽ سيوهڻ ۽ ان کان علاوه ملتان جي علائقن تي سنڌن انهيءَ فن جو اثر پيو تہ اهي شهر ڪوزه گري جي فن ۾ نمايان حيثيت حاصل ڪري ويا، جن مان ڪن شهرن کي تہ جديد دور تائين اها حيثيت حاصل رهي.

ڀنڀور جي ابتدائي مسلم دور جا جيڪي ٿانو مليا آهن، تن ۾ نمايان قسم جا اهي هلڪا ۽ سانچن ۾ گهاڙيل سنها برتن شامل آهن، جن جي اڀاريل نقشن تي ڏاڍي سهڻائيءَ سان ڪوفي طرز ۾ گلن ڇٽن توڙي هندسي تناسب جون رچنائون رچيون ويون آهن، جن مان اڪثر تي ڪوريل يا لاڳاپيل آرائشي ڇٽن جو اضافو بہ ڪيل آهي. اهي شام کان درآمد ڪيل فنڪاريءَ جو نمونو آهن ۽ جنهن جي تعميل ۽ تڪميل جو ڏانءُ اختيار

ڪرڻ ۾ مقامي چٽڪارن ڪو گهڻو چاڙهو نہ ڏيکاريو آهي. هن ئي قسم ۽ سلسلي جو هڪ هٿين وارو ننڍو پيالو ڏکڻ الهندي ايران جي شهر سوسا مان پڻ هٿ آيو آهي، جنهن تي ڪوفي خط ۾ هڪ شعر يا هڪڙو نقش اڪاريل آهي. پنڀور توڙي منصوره مان هٿ آيل صيقل ڪيل ٺانون مان هي ڳالهہ معلوم ٿئي ٿي تہ انهيءَ فن تي ايراني فن جو گهرو اثر آهي. انهيءَ فن جي انهيءَ درجي ۾ اسان کي جيڪي القلي (ڪار يا چانهيو) سان ٺهيل صيقل ٿيل مرتبان مليا آهن، جن تي شيشي جي ڪم جو ڳوڙهو تهہ چڙهيل آهي، جيئن نيرو - سائو شيشو ڏسڻ ۾ اچي ۽ جن تي گلڪاري جي طرز تي انگورن جي ولين ۽ عمودي توڙي ور وڪڙ ڪائيندڙ ليڪن جي سنجوڳ سان سجاوٽ ڪيل آهي، ۽ جنهن سان انهن مرتبانن جي مٿاڇري تي ايراءَ سان پٽيون ۽ بند ٺاهيا ويا آهن، سي ساساني طرز فن جا نمونا آهن. انهيءَ قسم جا نمونا، جن مان انهيءَ فن جي خصوصيت ظاهر ٿيندڙ آهي ۽ جيڪي سوسا مان هٿ آيا هئا، سي هن وقت پئرس ۾ موجود آهن.

پنڀور جي تمدن تي ايراني اثر عباسي خلافت توڙي ان کان بعد جي دورن ۾ اجان ئي وڌيڪ سرس ٿيو. انهيءَ خصوصيت جو نمايان طور تي انهن ٺانون مان پتو پوي ٿو، جيڪي مٽيءَ مان ٺهيل آهن يا جيڪي صيقل ٿيل آهن. انهن جو نمونو ۽ ايران ۾ نوين کان يارهين صديءَ تائين ٺهندڙ ٺانون جي سامگري هڪ ٻئي سان گهڻو ملندڙ جلندڙ آهن. انهن ۾ نائينءَ کان يارهين صدي عيسويءَ جا اهي ٺانو شامل آهن، جيڪي ڪاٺ يا شيهي سان ٺاهيل آهن ۽ جن تي چندن يا چندڪار سان چٽ ٺهيل آهن يا جيڪي صيقل ٿيل آهن. انهن مان ڪن تي عربي رسم الخط ۾ مختلف سجاوٽي طرز سان لفظ لکيل آهن. اهي ڏاڍا وڻندڙ نقش آهن ۽ جيڪي نائين ۽ ڏهين صديءَ ۾ نيشاپور ۾ ٺهندڙ خطاطي سان بلڪل ملي اچن ٿا.

يارهين کان تيرهين صديءَ جي عرصي ۾، انهيءَ شيشي جي پالش (صيقل) واري فن جي جاءِ هڪ نئين طرز اچي والاري جنهن کي ”سگرافياتو“ جو فن يا طرز سڏيو ويو. هن فن يا طرز موجب ٺانو يا ڪنهن بہ مرتبان تي ڪرڙ يا اڪير ڪري ان ۾ آرائشي چٽن جي صيقل يا شيشہ پالش ڪئي ويندي هئي ۽ اها طرز تقريباً ڪوفي خطاطي جي طرز سان ملندڙ هوندي هئي.

هن دور جا لسا ۽ بنا صيقل ڪيل (لڪر جا) ٺانو بہ مليا آهن، جن تي پڻ ايراني فن ڪوزه گري جا اثرات صاف ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهن لسن ٺانون، خاص ڪري سنهي تر جا ٺاهيل ۽ گهڻ رنگن ٺانون مان اسلام جي اڳ واري دؤر کان ان وقت جي دور تائين جو هڪ تسلسل صاف معلوم ٿئي ٿو.

انهيءَ گهڻ رنگائي واري ٽيڪنڪ ۾ اٽت، جڙت توڙي سجاوٽ جون سڀ ٽيڪنڪ استعمال ڪيون وينديون هيون. انهن تي ٺاهيل چٽن ۾ ڪپڙي جي رونءَ سان اڀاري ٺاهيل بدڪن جا پيڪيدار چٽ، پاٺيءَ جي ٻين پکين، ڪيڪڙن، مڇين، نانگن ۽ مورن جا چٽ شامل هوندا هئا. مور جو پکڙيل خوبصورت پڇ توڙي ڏاڍي وضع سان ٺاهيل هندسي شڪليون: جهڙوڪ، ايرندي سج وغيره بہ ميٺوڙي يا هلڪي ڳاڙهي رنگ جي ڪانيءَ تي ڪاري، ڳاڙهي ۽ گهري برائون رنگ ۾ ٺاهيا ويندا هئا. انهن چٽن ۾ خوبصورت پکين جون شڪليون ڏاڍي يڪسانيت سان ٽپڪيدار پس منظر تي ٺاهيون وينديون هيون. اهي رنگ ڪيل چٽ توڙي (ٺانو تي) اڀاريل هندسي شڪليون اڪثر ڪري هڪ ٻئي سان گڏي ٺاهيون وينديون هيون. هڪ وچولي ماپ ۽ ڪاچي جو هڪ چٽ ڪمرو ڪوزو، (عام طور تي) ڪوزه گري جي انهيءَ فن جو هڪ خاص نشان يا نمونو آهي.

پنيور عجائب گهر ۾ رکيل ٺڪر جا ٺانو

(1) سگرافتو طرز سان ٺهيل هڪ تراڪڙي رڪيبي، جنهن تي ڪرڙ سان ۽ ڪانچن سان هندسي شڪل ٺهيل آهي ان تي رنگ جي رچنا - سائي، ميٺوڙي، هيڊي رنگ جي چٽڪار واري ٽيڪنڪ جي بنياد تي ٺيل آهي.

دور:- ٻارهين کان چوڏهين صدي عيسويءَ جي.

(2) ٿلهي تر واري، ڪار چانيهي سان شيشي پالش ٿيل هڪ مرتبان، جنهن ۾ ڪڙن جهڙا ٽي هٿيا جڙيل آهن. ان جي مٿاڇري تي انگورن جي ڇڳي، ول ۽ هندسي شڪلين سٽيل سجاوٽ ڪيل آهي. دور: 11-9 صدي عيسويءَ، اوچائي: 5. 24 انچ.

(3) ڪار چانيهي سان شيشي پالش ٿيل ٻن هٿين وارو مرتبان. دور:- -9 11 صدي عيسوي. اوچائي 8.5 انچ.

(4) ڪوفي طرز جو هڪ گولائين هٿئي وارو اچي ليئي سان ٺهيل، سڀ

ٿي چٽ اُڀر تي (اڀريل) ٺهيل آهن.

دور:- 11-9 عيسوي صدي. اوچائي: 3.2 انچ.

(5) اڇي ليٽي سان ٺهيل هڪ مرتبان جو ٽڪرو، جنهن تي ٻوٽن جون شڪليون ٺهيل آهن. دور:- نائين کان ٻارهين صدي عيسوي. اوچائي: 5 انچ.

(6) هڪ شيشي پالش ٿيل پيالو، جنهن تي نزاڪتدار ڪوفي خط لکيل آهي.

دور:- ٻارهين کان تيرهن صدي عيسوي. اوچائي: 2 انچ، گهير: 6 انچ.

## ٻيا مثال (نمونا)، جن جي ڀنڀور وارن ٿانون سان مشابهت آهي.

(1) اڀر تي شيشي پالش ٿيل سجاوٽي شڪلين سان هڪ جڳ. نائين صدي بغداد مان مليل ۽ لارو پرنس ۾ (موجود).

(2) هڪ پيالو، جنهن تي چوبي طرز سان رنگ ڪيل آهي ۽ جنهن تي ڪوفي خط جي تحرير سان سجاوٽ ڪيل آهي. گهير ساڍا نَو انچ. دور: ڏهين صدي سمرقند جو نمونو. (تهران جي عجائب گهر ۾).

(3) هڪ رڪابي، جنهن تي اُڀر سان هڪ ناچڻي ۽ چرخ جي Lakabi جي آرائشي تصوير اڀريل آهي. گهڻ رنگي رچنا سان شيشي پالش ٿيل. دور: ٻارهين صدي. ايران مان مليل. (نيشنل گيلري آف وڪٽوريا ميوزيم ۾).

(4) شيشي پالش سان رنگيل مٽي جا ٿانو. دور: ٻارهين صديءَ جي آخر. شام مان (مليل) (فري گيلري آف آرٽ واشنگٽن ۾ رکيل.)

(ترجمو: فضل احمد بچاڻي)

ڀُليو هو ڀنڀور، جو ڀُنيءَ هوت نہ هلئو،
شهر سجاتو ڪين ڪي، آرياڻيءَ اتور،
ماڻيو تنين مور، ڏيکيو جنين دل سين.
- ڀٽائي رحہ



# ديبل جي تاريخيت

حافظ ارشد انڊڙ

سنڌ جا اهي تاريخي شهر، جن بين الاقوامي شهرت حاصل ڪئي ۽ جن جو نالو ديسان ديس مشهور ٿيو، ديبل جو هي قتل شهر به انهن مان هڪ آهي. ڪو زمانو هو، جڏهن ديبل، جوان هو، خوبصورت هو، پر رونق ۽ دل وندرائيندڙ شهر هو، واپار جو مرڪز هو، سياحن لاءِ دل لڀائيندڙ هو. هتي وڻج ۽ واپار هو، هتان ئي سنڌ جا وڻجارا ٻيڙا جوڙي، ڪارو ڇاڻي، لنڪا، بندر، ايران، آفريڪا ۽ ٻين ملڪن ڏانهن رمندا هئا. دنيا جي مؤرخن، سياحن، جاگرافي دانن ۽ عالمن، ديبل جي متعلق پنهنجن ڪتابن ۾ وڏي فخر سان ذڪر ڪيو آهي، ۽ سچ پچ ته ديبل تي اسان کي به فخر آهي. اڄ هي شهر ويران کنڊرن ۽ اُجاڙ جڳهين جي صورت ۾ اسان جي آڏو آهي ۽ سندس محل وقوع به اسان لاءِ اختلافي مسئلو بڻيو بيٺو آهي. تاريخن مان فقط ايتري پروڙ پوري ٿي ته ديبل سنڌو درياهه جي ڇوڙ لڳ سمنڊ جي ڪناري تي آباد شهر هو ۽ گهاري جي اولاهين ڪپ تي واقع هو. مان هن مضمون ۾ انهن مؤرخن ۽ سياحن جو ۽ انهن جي حوالن ۽ ڪتابن جو ذڪر ڪندس، جن ۾ ديبل جو مذڪور موجود آهي.

ديبل ڪڏهن آباد ٿيو ۽ ڪنهن آباد ڪيو، مٿس نالو ڪيئن پيو ۽ ڪنهن وڌو، ان بابت پراڻي دؤر جا ٽوٽي هاٿوڪا مؤرخ ڪا به چٽي روشني ڪو نه وجهي سگهيا آهن. البت ايتري ڳالهه ضرور ثابت ٿي آهي ته ديبل جو نالو پنجين صدي عيسوي کان تاريخ جي ورقن تي نظر اچي ٿو. ان مان اها ڳالهه خودبخود ثابت ٿئي ٿي ته هي شهر پنجين صديءَ کان گهڻو اڳ وجود ۾ اچي چڪو هو ۽ پنجين صدي عيسويءَ ۾ ان شان ۽ مان کي رسيل هو، جو مؤرخن ان کي تاريخ ۾ جڳهه ڏني.

"فارس نامي" جي مصنف ابن بلخي (510هه / 1117ع) جي چوڻ موجب ديبل، ايراني حڪمران بهرام گور پٽ يزدگرد پٽ شاپور کي (442

- 465 عيسوي)، جيڪو ساساني خاندان مان هو، سنڌ جي راجا ڪيس نياٿيءَ جي ڏاج طور ڏنو هو. سنڌ جي آڳاٽي مؤرخ علي ڪوفي جي چوڻ مطابق ديبل سنڌ جي حڪمران راءِ گهراڻي جي ڏينهن ۾ پڻ هڪ وسندڙ شهر ۽ ناماچارو بندر هو. راءِ گهراڻي سنڌ تي 137 سال حڪومت ڪئي، مگر ديبل سندن ڏهاڙن ۾ ساساني قبضي هيٺ هو. [١] 677ع ڌاري چچ برهمڻ، ديبل تان ساسان قبضي کي ختم ڪرائي، ديبل کي وري سنڌ ۾ شامل ڪيو هو.

مورخ ابن جرير طبري لکي ٿو ته ايراني جهاز سلون ڏانهن واپار لاءِ ديبل وٽان اچي لنگهندا هئا. جيڪي سلون کان ايران ڏانهن سلڪ کڻي ويندا هئا. انهن ئي جهازن ۾ هڪ ڀيري بهرام گور ديبل ۾ آيو، سنڌ جي راجا سان سڱابندي ڪيائين ۽ سنڌ جي راجا، ديبل جو شهر ڪيس نياٽيءَ جي ڏاج طور ڏنو هو. 5 صدي کان وٺي 11 صدي عيسويءَ تائين سنڌ ۾ فقط هڪ ئي ساموندي بندر هو ۽ اهو ديبل هو. ديبل جي زوال کان پوءِ سنت ئي سنڌ جي ڀين ساموندي بندرن زور ورتو.

تاريخ مان اهو پڻ پتو لڳي ٿو ته سنڌ جي راءِ گهراڻي، برهمڻ گهراڻي ۽ عرب دؤر حڪومت ۾ ديبل عروج تي رهيو، ۽ عربن جي سنڌ تان زور ٽٽڻ بعد هن شهر پنهنجي رونق وڃائڻ شروع ڪئي. ابن بطوطہ 1334ع ڌاري جڏهن سنڌ ۾ آيو، تڏهن هو لاهري بندر ذريعي سنڌ ۾ داخل ٿيو. شايد هن جي ڏينهن ۾ ديبل يا ته ماڳهن ختم ٿي ويو هو يا سندس حيثيت ثانوي بڻجي چڪي هئي، ان ڪري ابن بطوطہ ديبل جو نالو ئي نہ ورتو آهي. (ابن بطوطہ لاهري جي ڀرسان هڪ قتل شهر جو ذڪر ڪيو آهي.)

”فتوح البلدان“ ۾ بلاذري لکي ٿو ته ديبل سنڌ جو هڪ جهونو بندرگاه آهي، جنهن ۾ ”البُد“ جو هڪ مندر هو ۽ هي شهر مهراڻ جي اولاهين ڪپ تي آباد هو. ديبل سنڌ جو ڀريون شهر هو، جنهن کي محمد بن قاسم ثقفي فتح ڪيو هو. (البلاذري مطبوعہ قاهره ص 442).

---

(١) اهيا ڳالهہ صحيح ناهي. چچ نامي مان معلوم ٿئي ٿو ته ديبل راءِ گهراڻي جي حڪومت جي حدن ۾ هو. چچ نامي ۾ راءِ سيهرس بن سهاسي جي حڪومت جي علائقن جو ذڪر هن طرح آيو آهي: ”هن پنهنجي ملڪ تي چار حڪمران مقرر ڪيا. هڪ بهمڻ آباد ۾ ۽ نيرون ڪوٽ جي قلعي کا وٺي ديبل، لوهاڻو، لاکو ۽ ويندي سمنڊ تائين هن جي انتظام هيٺ ڏنائين.“ (سنڌي ترجمو ٢١-٢٢) هن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته ديبل، راءِ گهراڻي جي حڪومت جي حدن ۾ هو. (م. ع. س.)

ابن حوقل نصيبي پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "صورت الارض" جي ص 274-75 ۽ 276 تي ديبل ڏانهن اينڊڙ رستي جو هن طرح سان ذڪر ڪري ٿو: "ثم ياخذ طريق من قزدار الي قنبلي علي البحر و عليہ ارمابيل وياخذ من قنبلي طريق آخر الي اليسار عليہ منجابري ثم المنصوره علي مهران وياخذ من هذا النهر خليج بين الديبل والمنصوره" الخ.

(يعني: خضدار ڪان رستو قنبلي ڏانهن وڃي ٿو، جيڪو هڪ درياهہ جي ڪپ تي آهي، ۽ ٻيو رستو قنبلي ڪان ساڄي ڪان ٿيندو منجابري ڪان ٿيندو منصوره ڏانهن اچي ٿو. منصوره مهراڻ جي ڪپ تي آهي ۽ درياه منصوره ڪان ٿيندو ديبل ڏانهن اچي ٿو.)

ابن حوقل سنڌ جي شهرن ڪي ڳڻيندي ديبل ڪي بہ بيان ڪري ٿو:

"سنڌ جا شهر هي آهن، باميرامان (برهمڻ آباد)، جيڪو منصوره شهر جو سنڌي ۾ نالو آهي. ديبل، قالري، انري، بلڙي، مسواهي، فهرج، بانيہ، منجابري، سدوسان وغيره."

مؤرخ ۽ سياح مسعودي پنهنجي مشهور تصنيف "التبينہ ولاشراف" جي ص 55 تي سنڌ درياءَ جو ذڪر ڪندي ديبل جو نالو بہ ورتي ٿو. لکي ٿو: و منها نهر مهران بارض السند و مخرجہ من الاقليم الخامس من عيون اعلي السند و جبالها... و تفسير المولتان فرج الذهب و هناک سيمي مهران ثم ينتهي الي بلاد المنصوره و يصب في البحر علي نحومن فرسخين من مدينتہ الديبل من ساحل السند".

(يعني: مولتان ڪان هيٺ سنڌو درياءَ تي مهراڻ نالو پوي ٿو. ملتان ڪان درياءَ منصوره اچي ٿو ۽ منصوره ڪان ديبل وٽ اچي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو.)

مشهور سياح ۽ معتمد عباسي جو ڈاڪ آفيسر عبيدالله ابوالقاسم خردازبه (211-300هہ / 826-912ع)، جنهن جاگرافي بابت مسلمانن مان سڀ ڪان پهريون ڪتاب "المسالک و الممالک" لکيو، پنهنجي ڪتاب جي صفحي 56-57 تي سنڌ جي شهرن ڪي بيان ڪندي ديبل ڪي ڳڻي ٿو. لکي ٿو: "و قضدار والنوقان القندابيل وقربنور و ارمابيل و الديبل و قنبلي و ڪنبايا و سهبان." الخ.

بلاذري، جنهن جو مان اڳ ۾ بہ ذڪر ڪري آيو آهيان، سندس پورو

نالو احمد بن يحيٰ ابو جعفر هو ۽ هي ٽن عباسي خليفن معتز، متوڪل ۽ مستعين جو درٻاري هو. فارسي ٻہ ڄاڻندو هو، سنڌ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ آيو پر سنڌ بابت اسلامي فتوحات جو ذڪر ڪندي ديبل جي فتح بابت هن طرح سان رقمطراز ٿئي ٿو: ”فقدم محمد الديبل يوم الجمعہ و وافقتہ السفن ڪان حمل عليها السلام والرجال والا داة. فخندق حين نزل الديبل ور ڪزت الرمام علي الخندق و نشرت الا علام و انزل الناس علي رايا تهم و نصب منجنيقا تعرف باالعروس ڪان يمد فيها خمسر ماة رجل و ڪان بالديبل بد عظيم عليہ دقل طويل و علي الدقل رايہ حمراء اذاهبت الريح اطافت بالمدينتہ وڪانت تدور و البد فيما ذا ڪروا منارة عظيمتہ يتخذفي بنا لهم فيہ صنم لهم او اصنام يثهر بها وقديڪون الصنم في داخل المنارة ايضا وڪل شي اعظموه من طريق العباده فهو عندهم بد والصنم ايض بدً“ الخ.

(يعني محمد بن قاسم ديبل ۾ جمعي جي ڏينهن ٻيڙن سميت اچي پهتو. شهر جي چوڌاري کاهي کوٽايائين، کاهي جي چوڌاري نيزا اُڀا ڪرايائين ۽ جهنڊا پڻ کڙا ڪيائين. ماڻهن کي پنهنجي جهنڊن هيٺ ترسايائين ۽ عروس نالي هڪ منجنيق مندر جي سامهون بيهاريائين. ان منجنيق کي پنج سؤ ماڻهو ڇڪيندا هئا. ديبل ۾ هڪ وڏو مندر هو، جنهن جو هڪ تمام اچو منارو هو، جنهن ۾ هڪ لڪڙو پڻ لڳل هو، جنهن ۾ هڪ ڳاڙهي رنگ جو جهنڊو جهولندو هو.)

تاريخ يعقوبي جي مصنف، احمد بن يعقوب بن جعفر (متوفي 284هہ / مطابق 897 عيسوي) پنهنجي ڪتاب ۾ ديبل کي هڪ شهر جي بجاءِ هڪ مستقل حڪومت شمار ڪندي هن طرح سان لکيو آهي: ”ثم مملڪتہ سرانديب ثم مملڪتہ قمار وهي مملڪتہ جليلتہ القدر ثم مملڪتہ الديبل، ثم مملڪتہ الفاربط ثم مملڪتہ السليمان ولهم في بعض ممالک يليها النساء“. ص (106). هندستان جي حڪومتن کي بيان ڪندي لکي ٿو تہ: ”ان کان پوءِ سرانديب (سلون) جي حڪومت آهي، تنهن کان پوءِ قمار آهي ۽ اها وڏي شاندار مملڪت آهي ۽ ان کان پوءِ ديبل جي حڪومت آهي.“

ابن الفقيہ همداني پنهنجي ڪتاب ۾ دنيا جي مختلف شهرن جو ذڪر ڪندي ديبل کي بہ صفحي 161 ۽ 162 تي بيان ڪري ويو آهي. (حوالو

ورتل "هندستان عربون کي نظر مين." ڪتاب تان).

مسعر بن مهلل پنهنجي ڪتاب "حدودالعالم" ۾، جيڪو هن سن 982ع ڌاري لکيو هو، ان ۾ به ديبل جي شهر جو ذڪر ڪيو آهي.

ابو ريحان البيروني پنهنجي ٻن مشهور تصنيفات ۾ ديبل جو ذڪر ڪيو آهي. بيروني پهريون مؤرخ آهي، جنهن ديبل سان گڏ نئين اڀرندڙ بندر 'لاهري' جو به ذڪر ڪيو آهي. بيروني جي لکتي مان معلوم ٿئي ٿو ته ديبل ان وقت ۾ پنهنجو عروج چڙهي چڪو هو ۽ لاهري ان جي مقابلي ۾ پر رونق بندر هو، جتي دنيا جي مختلف ملڪن کان واپاري ٻيڙا ۽ سياح اچي رهندا هئا.

"طرائف الاديبه"، مرتب علامه عبدالعزيز ميمني، مطبوعه قاهره سن 1937ع جي صفحي 102 تان نقل ڪندي، خالد قناص شاعر جو هڪ قصيدو، جيڪو 'عروس' سڏيو وڃي ٿو، تنهن کي هن طرح سان لکيو آهي. هنن شعرن ۾ ديبل جي خوبصورتي ۽ سير سياحت لاءِ هڪ دل وندرائيندڙ پر فضا مقام جي حيثيت معلوم ٿئي ٿي. شعر هن طرح سان آهن:

عوجو اعلي طلل باالقفص خلاني،
افدي قفطار اري الهيقاني.
ڪاالديبليات اواجل قراهيته،
من بين احمد يرعي ويثيران.

(يعني: منهنجا دوستو! دل خوش ڪرڻ لاءِ قفص جي ويران شهر ڏانهن هلو، جيڪو هن وقت پنهنجي رونق وڃائي چڪو آهي، پر تصور ۾ ان جو شاندار ماضي ذهن ۾ رکو، جتي ديبل جي پُر فضا مقام وانگر نيل گايون چرن ٿيون.)

ان شعر کي لکندي، سنڌ جو عظيم عالم ۽ محقق، پير حسام الدين راشدي مرحوم پنهنجي ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون" ۾ لکي ٿو ته "شايد ان زماني ۾ ديبل ۽ ان جي آس پاس گايون چرنديون هونديون، جن جو شاعر ذڪر ڪري ويو آهي."

"ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون" ۾ پير صاحب، "المعجم ما استعجم" تصنيف ابي عبدالله بن عبدالعزيز جي حوالي سان، ديبل جي باري ۾ هي عربي شعر به نقل ڪيو آهي.

ڪان ذراعہ المشڪول منہ،
سليب من رجال الديبلان.

(يعني: شراب جو ڪارو مٽ، جنهن جو مُنهن ٻَڌل آهي، (يعني ان ۾ شراب بلڪل پڇي ڪري ۽ پاروٿو ٿي ڪري اهڙو نشيدار بڻجي چڪو آهي، جيڪو دل مغموم کي فرحت ۽ سُرور بخشيندو) اهو مٽ ديبل جي ماڻهن جي رنگ وانگر ڪارو ٿي چڪو آهي.)

"تاريخ الڪامل" جي مصنف علامہ ابن اثير پنهنجي ڪتاب ۾ ديبل جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي، ۽ ديبل ۾ آيل زلزلن کي بہ بيان ڪري ويو آهي.

ياقوت حموي پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "معجم البلدان" ۾، جنهن ۾ هن دنيا جي هنڌن، ماڳن، ڳوٺن، شهرن ۽ ملڪن جو ذڪر ڪيو آهي، ديبل جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪري ٿو: "ديبل بفتح اولہ و سڪون ثانيہ وباء موحد مضمومہ ولام مدينہ مشهورة علیٰ ساحل بحرالهند والديبل في الاقليم الثاني. . . . واليہ تقضیٰ مياه لهور و مولتان فصتب في البحرالملح و قدنسب اليها قوم من الرواه، منهم ابو جعفر محمد بن ابراهيم الديبلي جا ورمڪتہ رویٰ عن ابي عبدالله سعيد بن عبدالرحمٰن المخزومي و حسيني بن حسن المروزي، و ابنہ ابراهيم بن محمد الديبلي يزوي عن موسیٰ بن هارون." (معجم البلدان، مطبوعہ بيروت، جلد 5، صفحو 495).

(يعني: ديبل عربي سمنڊ جي ڪناري تي هڪ شهر آهي، جتي درياه اچي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. هي شهر ٻي ولايت ۾ آهي. هن شهر سان حديث رسول جا راوي تعلق رکن ٿا، جن مان ابو جعفر الديبلي ۽ ان جو پٽ ابراهيم بن محمد الديبلي، جيڪي هن وقت مڪي مڪرمہ ۾ اچي آباد ٿيا آهن، گهڻو مشهور آهن).

محڪمہ ء آثار قديمہ پاڪستان طرفان شايع ٿيندڙ جرنل "Pakistan Archaeology" جي شماري 3 ۾ (مطبوع 1966ع) ڊاڪٽر محمد عبدالغفور پنهنجي هڪ مضمون ۾ " Kofic Inscriptions of Bhambhore, the site of Debul." ۾ ڄاڻائي ٿو تہ هي شهر گهاري جي اولاهين ڪپ تي آباد هو.

عرب مورخن پنڀور جو ڪٿي بہ نالو نہ ورتو آهي، ان جو مطلب ٿيو تہ پنڀور نالو بعد جو آهي. پنڀور پهريون ڀيرو مؤرخ مير علي شير قانع ۽ سنڌ جي شاعر حضرت لطيف سائين رحمتہ الله عليہ استعمال ڪيو آهي. (منهنجي خيال ۾ ڊاڪٽر عبدالغفور هت غلطي ڪري وينو آهي، ڇو تہ پنڀور جونالو هنن بزرگن کان اڳ ۾ بہ ملي ٿو). ڊاڪٽر غفور لکي ٿو تہ عرب دور اقتدار ۾ ديبل منصوره کان پوءِ سنڌ جو ٻيو نمبر مکيہ شهر ۽ سنڌ جو مشهور بندر هو. پهريون مسلمان، جنهن ديبل ۾ پير پاتو، سو حضرت عثمان بن ابو العاص ثقفي هو، جيڪو هجري 15 ڌاري حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنہ جي دور اقتدار ۾ ديبل تي حملہ آور ٿيو هو. محمد بن قاسم هن شهر کي فتح ڪرڻ کان پوءِ هتي هڪ شاندار مسجد بہ تعمير ڪرائي هئي، ۽ چار هزار عرب مسلمان خاندان بہ ديبل ۾ آباد ڪيا هئا.

علامہ ابن الجوزي ڪتاب "المنتظر" ۾ ان جي حوالي سان، علامہ ابن جرير طبري تاريخ طبري ۾ ۽ ابن اثير تاريخ الڪامل ۾ لکيو آهي تہ سن 280هہ ڌاري شوال مهيني جي 14 تاريخ تي ديبل ۾ هڪ زبردست زلزلو آيو. چنڊ گرهڻ واري رات هئي. هڪ وڏو طوفان آيو، مينهن ۽ هوا هلي، سارو شهر دانهن ۽ ڪوڪن جي آوازن سان ڏڪڻ لڳو. شهر رونق دار بازارين ۽ وڻندڙ تفريح گاهن جي بجاءِ مٽيءَ جو هڪ ڍير ٿي ويو. فقط سؤ کن گهر وڃي بچيا. اها خبر ذوالحج مهيني ۾ بغداد ۾ پهتي ۽ اهو خليفي معتضد عباسي جي دور حڪومت جو واقعو آهي. ٽيهہ هزار لاش مٽيءَ جي ڍيرن مان ڪڍائي قبرن ۾ دفن ڪرايا ويا. نہ معلوم ٻيا ڪيترا دٻجي ويا هوندا، جن جا لاش بہ نہ ملي سگهيا هوندا. ديبل ۾ ان کان پوءِ بہ پنج زلزلا آيا. هڪ زلزلي کان پوءِ ملبي مان ڏيڍ لک لاش ڪڍيا ويا هئا. لاشن جي مٿين انگن اکرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديبل جي آبادي لکن تي مشتمل هئي ۽ شهر بہ ضرور ڪيترن ئي ميلن جي ايراضي تي پکڙيل هوندو.

ديبل ۾ آيل زلزلن جو ذڪر علامہ جلال الدين سيوطي بہ پنهنجي

(١) هن مان اهو مطلب نڪري ٿو تہ "پنڀور" نالو پوءِ جو آهي. ان لحاظ کان پهريائين نالو ڪو ٻيو هو. ڇاڪاڻ جو پنڀور واري ماڳ مان جيڪي تہ عرب دور جا آثار مليا آهن، انهيءَ ڪري اهو شهر قديم ڇنبو. نئون آباد ڪيل شهر ڇئي نہ سگهبو. جيڪڏهن ان جو نالو ديبل نہ هو، تہ ٻيو ڪهڙو نالو هو؟ ليڪڪ کي هتي اها ڇنڊڇاڻ ڪرڻ گهربي هئي. (م. ع. س)

تاريخ "تاريخ الخلفاء" ۾ ڪيو آهي.

خطيب بغدادي پنهنجي مشهور تصنيف "تاريخ بغداد" ۾ جتي هن بغداد ۾ رهندڙ خواه ٻاهران آيل شخصيتن جو بہ ذڪر ڪيو آهي، اتي هن ديبل جي هڪ عظيم اسلامي درسگاه جو بہ ذڪر ڪيو آهي، جيڪا شايد برصغير جي سڀ کان پهرين "اسلامڪ يونيورسٽي" چئجي تہ بيجا نہ ٿيندو. اها يونيورسٽي علي بن موسيٰ الديبلي جي مشهور درسگاه هئي، جتان خلف بن محمد الموازيني الديبلي، جيڪو ڪجھ ڏهاڙن لاءِ بغداد ۾ بہ اچي ترسيو هو، پڙهي نڪتو هو. خلف بن محمد جي زباني سان خطيب بغدادي هن طرح سان روايت ڪري ٿو. "حديثا خلف بن محمد الموازيني حدثنا عليٰ بن موسيٰ الديبليٰبالديبل."

"تاج العروس" جي مصنف زبيدي، ديبل کي هڪ شهر يا هڪ بندر جي بجاءِ سنڌ جو هڪ اهڙو شهر لکيو آهي، جيڪو سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو.

"طبقات ناصري" جي مصنف قاضي منهاج سراج پنهنجي تاريخ جي جلد 2 ۾ هندوستان جي سلطان شمس الدين التمش، رضيہ سلطانہ ۽ قباچہ جي حالات کي لکندي، ديبل کي بہ ياد ڪيو آهي ۽ لکي ٿو تہ ديبل وارا بہ سلطان التمش کي پنهنجو بادشاه مڃين ٿا.

شريف ادريسي "نزهتہ المشتاق" (463-560 هجري تائين) ڪتاب جي ستين ڀاڱي ۾ ٻي ولايت جو ذڪر ڪندي هن ملڪ جا شهر هن طرح سان بيان ڪري ٿو: "الجزء السابع من الاقليم الثاني ان المدائن اللتي في هذا الجزء السابع من الاقليم الثاني هي ڪيہ و ڪين وارمابيل و بند و قصرقند، و فيز پور والجور و القنبلي بري و الديبل واليزون و المنصوره."

هن سنڌ جا 48 شهر بيان ڪيا آهن ۽ ديبل کي بيان ڪيو اٿائين. ديبل کان درياء جو مفاصلو 2 ميل لکيو اٿائين ۽ ديبل کان منجابري 24 ميلن جو مفاصلو ٻڌائي ٿو.

ابواسحاق ابراهيم بن محمد الصطخري الفارسي پنهنجي مشهور تصنيف "المسالڪ و الممالڪ" ۾ ديبل جي متعلق صفحي 175 تي هن طرح سان لکي ٿو: "و الديبل هي غربي مهران عليٰ البحر وهي متجر ڪبير و فرضتہ الهذا

البلاد وغيرها و زرو عهم مباخس و ليس لهم كثير شجر ولانخيل وهو بلد قشف و انما مقامهم للتجاره."

(يعني ديبل سنڌو درياه جي اولهه طرف ۾ سمنڊ جي ڪناري تي آهي. هي وڏو واپاري مرڪز آهي ۽ سنڌ ۽ سنڌ کان سواءِ ٻين ملڪن لاءِ بندرگاه آهي. ديبل جون زمينون باراني آهن. هتي وڻ ٿورا آهن. ڪجي به هت نظر نه ٿي اچي. هي شهر واپار کان سواءِ ٻيو ڪوبه آمدني جو ذريعو نه ٿو رکي. ديبل جي حيثيت فقط واپار جي ڪري ئي مشهور آهي.)

ديبل جي آمدني، واپار ۽ ديبل جي زمين جي باري ۾ ۽ سندس محل وقوع جي باري ۾ ابن حوقل "صورت الارض" جي ص 179 تي تقريبا ساڳي ڳالهه لکي آهي.

موسيٰ الخوازمي پنهنجي ڪتاب "صورت الارض" ۾ ٻڌائي ٿو ته ديبل سمنڊ جي ڪناري تي آباد شهر آهي.

آخري سياح ۽ تاريخ دان، جنهن جو حوالو اسان کي ديبل جي متعلق ملي ٿو، سو آهي رضي الدين حسن بن محمد الصغاني. هي بزرگ هندستان ۾ وڃي آباد ٿيو هو ۽ ڪجهه عرصي لاءِ ديبل ۾ به آيو هو. صغاني رضي الدين حسن بن محمد بن حسن بن حيدر قريشي 577-65-1181 کان 637هه مطابق 1239 عيسوي جي ديبل ۾ آيو هو. بعد ۾ صغاني عرب ۾ وڃي رهيو. 624 ۾ خليفي مستنصر کيس هندستان ڏانهن پنهنجو سفير ڪري موڪليو هو. هي بزرگ مشهور محدث به هو.

چنگيز خان کان شڪست کائڻ کان پوءِ ڪجهه عرصي لاءِ جلال الدين خوارزم شاه به ديبل ۾ آيو هو. هن ديبل ۾ ڪافي لٽ ڦر ڪئي، جيڪا مختلف ڪتابن ۾ غور سان مطالعي کان پوءِ اسان کي معلوم ٿئي ٿي. هن مندر کي مسجد ۾ تبديل ڪيو. جيڪو ڪافي عرصي کان مندر جي حيثيت وڃائڻ کان پوءِ قيد خاني طور استعمال ٿي رهيو هو. جلال الدين شاه ديبل ۾ 618هه مطابق 1212 عيسوي ۾ آيو هو. هندوستان تي ان وقت غلام گهراڻو حڪومت ڪري رهيو هو.

"طبقات ناصري" مان معلوم ٿئي ٿو ته ديبل تي جلال الدين خوارزم شاه جي حملي وقت سومرا خاندان جو چنيسر راءِ حڪومت ڪري رهيو هو،

جيڪو مقابلي جو ست نہ ساري لکي ويو هو.

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ" جي صفحي 94 تي هن طرح سان لکيو آهي: "پنڀور- هڪڙو جهونو شهر ٺٽل گهاري جي ڪناري تي اتر پاسي آهي، جو ميرپور ساڪري تعلقي ۾ آهي. هڪڙو ٺٽل قلعو بہ آهي. شڪ آهي تہ سڪندر يوناني جي ڏينهن ۾ سندس سردار جهازن تي درياہ جي رستي آيو هو. شايد قديم ديبل بندر بہ اتي هو، جنهن تي محمد بن قاسم ڪاهہ ڪئي هئي. هي شهر بہ زمين ڌٻڻ ڪري ناس ٿيو، جيئن برهمڻ آباد ٿيو هو. سسئي پنهون جي قصي ۾ جو پنڀور چيل آهي، سو بہ اهوئي آهي، جنهن ۾ اهو ڌوٻي رهندو هو، جنهن وٽ سسئي پلجي وڏي ٿي. سنڌ جي مؤرخ مير علي شير قانع ديبل جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي، البت پنڀور ڪي بيان ڪيو آهي."

انگريز مؤرخن مان سر ايليٽ ديبل بابت ڪافي معلومات لکي آهي. مسٽر هيگ، ڪننگهام، برنس ۽ هينري پاٽنجر بہ ديبل بابت ۽ ان جي محل وقوع تي ڪافي لکي چڪا آهن.

ديبل جي محل وقوع بابت مان ڪابہ پنهنجي ذاتي راءِ لکڻ نٿو گهران، جو تہ اهو اختلافي مسئلو آهي. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي هڪ تحقيقي مقالي ۾، جيڪو انگريزي رسالي "اسلامڪ ڪلچر" (حيدرآباد دکن) ۾ 1952ع ۾ ڇپيو هو، ديبل جي محل وقوع بابت اها راءِ لکي آهي تہ ديبل ۽ پنڀور هڪ ئي جڳهہ تي آهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب سنڌ ۾ سمنڊ جي ڪناري وارن سمورن بندرن ۽ ماڳن، جهڙوڪ شاہ بندر، اورنگا بندر، لاهري بندر، ڪاروچاڻ، لاهري بندر، پٽي پٽياڻي، واڳو در، ريڙهي مياڻ ۽ ڪلفٽن مان سمورن ماڳن جي ديبل هئڻ جي ترديد ڪندي صاف لکيو آهي تہ ديبل جو محل وقوع پنڀور واري جڳہ تي ئي آهي. هن صاحب دليل طور جلال الدين خوارزم شاهہ واري مسجد ۽ ٻيا هنڌ لکي پنهنجي حتمي راءِ ڏني آهي.

ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ ديبل سنڌ جوهڪ عظيم سامونڊي بندر هو، جنهن کي عرب حڪمرانن پنهنجي دور اقتدار ۾ وڏيڪ پروقار ۽ بارونق شهر بنايو. هن ئي دور ۾ ديبل جي اسلامي حيثيت بہ ايري ۽ ديبل جونالو اسلامي دنيا ۾ هڪ نئين حيثيت سان نروار ٿيو. ائين چوڻ بيجا نہ ٿيندو تہ

ديبل سرزمين پاڪ و هند ۾ پهريون ’حديث رسول جو مرڪز‘ هو. ديبل جو محل وقوع ان مقصد لاءِ هن اعتبار سان وڏيڪ موزون هو جو هي شهر سامونڊي رستي اسلامي ملڪن سان ڳنڍيل هو. دنيا جا ڪيئي علماء هن شهر ۾ آيا. هتي ڪيئي ديني درسگاهون قائم ٿيون، ۽ هتي ڪيئي اهڙا نامور فرزند پيدا ٿيا، جن اسلامي دنيا ۾ پنهنجو ۽ پنهنجي شهر جو نالو روشن ڪيو. ديبل جي انهن مشهور عالمن ۽ محدثن جو ذڪر مختلف مؤرخن، محدثن، نسابن ۽ علم حديث جي ڄاڻن پنهنجن ڪتابن ۾ ڪيو آهي، جن مان ابن النديم، سمعاني، خطيب بغدادي، ياقوت حموي، ابن المقري عسقلاني (تهذيب ۾) ابن عساڪر (تاريخ ڪبير ۾) جلال الدين سيوطي (تاريخ الخلفاء ۾) مکيه آهن.

ديبل جي انهن محدثن، جن عالمي شهرت حاصل ڪئي، تن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) ابوالعباس احمد بن عبدالله الديبلي النيشاپوري:- هي بزرگ محدث هجڻ سان گڏ هڪ وڏو سياح به هو. 543 هجري ۾ وفات ڪيائين ۽ نيشاپور ۾ دفن ٿيو.

(2) ابوبڪر احمد بن محمد بن هارون الديبلي العربي:- هي بزرگ آخري عمر ۾ بغداد ۾ اچي رهيو هو. 275 هجري ديبل ۾ ڄائو هو ۽ سن 370 هجري ڌاري بغداد ۾ وفات ڪيائين ۽ حربيه پاڙي ۾ دفن ٿيو.

(3) ابراهيم بن ابو جعفر محمد بن ابراهيم الديبلي:- هي بزرگ پنهنجي والد سان گڏ هجرت ڪري مڪي مڪرمه ۾ اچي آباد ٿيو هو ۽ موسيٰ بن هارون کان حديثون روايت ڪيون اٿائين (345 / 956ع).

(4) ابو محمد حسن بن حامد الديبلي:- هي بزرگ محدث ۽ عالم هجڻ سان گڏ هڪ تمام وڏو تاجر به هو. سندس سخا تمام گهڻي مشهور هئي. بغداد ۾ مسافرن لاءِ هڪ سراءِ ’خان ابن حامد‘ جي نالي سان قائم ڪئي هئائين. مصر ۾ 457 هجري ۾ وفات ڪيائين. مشهور عرب شاعر متنبي به سندس گهرو دوست هو.

(5) خلف بن محمد الموازيني الديبلي:- هن ديبل ۾علي بن موسيٰ

ديبلي جي مدرسي ۾ تعليم پرائي هئي ۽ بعد ۾ ديار عرب ۾ وڃي آباد ٿيو هو.

(6) ابو القاسم شعيب بن محمد الديبلي:- شام جي قاري ابو عبدالله احمد بن ابراهيم بن موسيٰ جو ڏوهٽو هو. شافعي هو، ڪتاب ادب القضاء لکيائين. 3 صدي جي مشهور شافعي عالمن مان هو.

(7) ابو جعفر محمد بن ابراهيم الديبلي:- سنڌ ۾ علم حاصل ڪري پنهنجي پٽ ابراهيم سان گڏ هجرت ڪري اچي مڪي ۾ آباد ٿيو هو. علامہ ابو جعفر مڪي مڪرمہ ۾ جمادي الاول 322 هجري مطابق اپريل 934 عيسوي ۾ وفات ڪئي. (معجم البلدان، ياقوت حموي ۽ سمعاني).

(8) احمد بن عبدالله ديبلي:- ابو جعفر ديبلي جو شاگرد هو.هن ماوراء النهر کان وٺي مصر تائين تحصيل علوم لاءِ سفر ڪيو ۽ ڪيترن ئي محدثن کان رويت ڪيائين. آخري عمر ۾ تصوف ڏانهن لاڙو ڪيائين. حسن بن حداد جي خانقاه ۾ نيشاپور ۾ رهندو هو. پيرين اگهاڙو گهمندو هو ۽ دلق پوشي ڪندو هو. 343 هجري ۾ نيشاپور ۾ وفات ڪيائين. الحيره جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

(9) محمد بن محمد ديبلي:- هن بہ وڏا سفر ڪيا. حڪم نيشاپوري جي استادن مان آهي. سن 346هـ / 957 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين.

(10) حسن بن محمد بن اسد ديبلي:- ابويعليٰ موصلي جو شاگرد هو. 340 هہ ۾ دمشق ۾ حديث جي اشاعت ڪندو نظر اچي ٿو. حديث ۾ جابر بن عبدالله صحابي رسول سان سند ملائيندو هو. ابو تمام مشهور عرب شاعر بہ سندس شاگردن مان هو.

(11) علي بن احمد ديبلي:- ديبل ۾ درس ڏيندو هو. هي ديبل جو واحد عالم آهي، جنهن جي قائم ڪيل درسگاه ديبل ۾ نظر اچي ٿي. خلف بن محمد ديبلي سندس شاگردن مان آهي. ۽ روايت ڪري ٿو تہ "حدثنا عليٰ بن موسيٰ الديبلي باالديبل."

(يعني مون کي روايت ڪئي علي بن موسيٰ ديبل ۾) سندس وفات جو سن معلوم نہ ٿي سگهيو آهي.

(12) علي بن موسيٰ ديبلي:- هي بزرگ بغداد ۾ اچي مقيم ٿيو هو. محدث هجڻ سان گڏ هڪ وڏو قاري به هو. چوٿين صدي هجري جي محدثن مان آهي. مسلڪ جي لحاظ کان شافعي هو.

(13) ابوبڪر محمد بن حسيني بن محمد الديبلي:- قرآن جي مشهور قارين مان هو، مشهور قاري هارون الاحفش جو شاگرد هو. شام ۾ رهندو هو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

(14) ابو عبدالله محمد بن عبدالله ديبلي شامي:- وڏو ولي الله ۽ صوفي بزرگ هو، ابن الجوزي 'صفوة الصفوه' ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي. هي بزرگ به شام ۾ ئي رهندو هو.

(15) ابو العباس محمد بن محمد بن عبدالله ديبلي:- محدث، عابد، زاهد ۽ پارسا انسان هو. مستدرڪ وارو امام حڪم نيشاپوري به سندس خاص شاگردن مان هو. رمضان مهيني ۾ سن 354 هجري ڌاري وفات ڪيائين.

(16) ابو محمد ديبلي محدث هجڻ سان گڏ تصوف ڏانهن به مائل هو ۽ شيخ بغدادي جي شاگردن مان هو.

(17) ابو موسيٰ الديبلي، بايزيد بسطامي (عيسيٰ بن طيفور) جو پاٽيجو هو. سنڌ ڇڏي بسطامي جي صحبت اختيار ڪيائين. صفوة الصفوه جي مصنف ڪانئس ڪيترائي بايزيد بسطامي جا ارشادات نقل ڪيا آهن.

ڊاڪٽر محمد عبدالغفور پنهنجي تحقيقي مقالي ۾ جيڪو سن 1966ع ۾ "پاڪستان آرڪيالاجي" جي جرنل ۾ شايع ٿيو هو، البلاذري جي ان 'البد' جي مندر بابت جيڪو ٻڌ مذهب وارن جو ڄاڻايو اٿس. ڊاڪٽر صاحب صاف طرح سان انڪار ڪري ٿو ته اهو مندر ٻڌ مذهب جو استوپا نه هو، بلڪ هندو مذهب وارن جو مندر هو. دليل طور هن استوپا جو ڳاڙهو جهنڊو ۽ ست سؤ ديو داسيون گرفتار ٿيڻ پيش ڪيو، جيڪي هندو مذهب سان ئي تعلق رکن ٿا.

# ماخذات


| | |
|---|---|
| 1- نزهة المشتاق | شريف ادريسي |
| 2- تاريخ يعقوبي | احمد بن يعقوب بن جعفر |
| 3- ڪوفي رسم الخط (پاڪستان آرڪيالاجي) | ڊاڪٽر محمد عبدالغفور |
| 4- حدود العالم | مسعر بن مهلل |
| 5- ڪتاب الهند | ابو ريحان البيروني |
| 6- قانون مسعودي | ابو ريحان البيروني |
| 7- طرائف الادبيہ | مرتبہ عبدالعزيز ميمني |
| 8- جهان ڪشائي جويني | جويني |
| 9- المعجهم ماستعجم | ابي عبدالله بن عبدالعزيز |
| 10- صورة الارض | ابن حوقل |
| 11-صورة الارض | موسيٰ الخوارزمي |
| 12- فارس نامہ | ابن البلخي |
| 13- تاريخ الڪامل | ابن اثير |
| 14- تاريخ الڪامل | ابن عساڪر |
| 15- مروج الذهب | مسعودي |
| 16- التنبيہ والاشراف | مسعودي |
| 17- الفهرست ابن النديم | ابن النديم |
| 18- چچ نامو | علي ڪوفي |
| 19- تحفتہ الڪرام | مير علي شير قانع |
| 20- تاريخ طاهري | مير طاهر نسياني |
| 21- قديم سنڌ | مرزا قليچ بيگ |
| 22- مڪلي نامو | پير حسام الدين راشدي |
| 23- المسالڪ والممالڪ | اصطخري |

24- احسن التقاسيم — بشاري مقدسي
25- طبقات ناصري — قاضي منهاج سراج
26- تاريخ سنڌ — ابو ظفر ندوي
27- تاريخ سنڌ — اعجازالحق قدوسي
28- تاريخ طبري — ابن جرير طبري
29- فتوح البلدان — بلاذري
30- معجم البلدان — ياقوت حموي
31- تقويم البلدان — مصنف نامعلوم
32- ڪتاب البلدان — ابن الفقيه همداني
33- انساب — عبدالڪريم سمعاني
34- تاريخ بغداد — خطيب بغدادي
35- تاريخ الخلفاء — جلال الدين سيوطي
36- اردو معارف — مرڪزي اردو معارف
37- المسالڪ و الممالڪ — ابن خردازبه
38- صبح الاعشيٰ — قلقشندي
39- المنتظر — ابن الجوزي
40- سنڌ گزيٽيرس — مطبوع بمبئي سرڪار
41- گالهيون ڳوٺ وٺن جون — پير حسام الدين راشدي
42- علم حديث ۾ — مولانا محمد اسحاق
پاڪ و هند ڪا حصه
43- فقهاء هندؔ — مولانا محمد اسحاق ڀٽي
44- علماءِ هند — مولوي رحمان علي
45- نزهته الخواطر — سيد عبدالحي لکنوي
46- Islamic Culture — ڊاڪٽر بلوچ جو مضمون
47- اليگزينڊر برنس — ٽريولس ٽو بخارا جلد
48- ”سنڌ ري وزيٽيڊ“ — برٽن
49- گزيٽيرس آف سنڌ — سمٿ
50-الوحيد سنڌ آزاد نمبر — 1937ع

51- هسٽري آف انڊيا ايليٽ
52- ائنٽي ڪئٽيز آف سنڌ ڪزنس
53- انڊس ڊيلٽا ڪنٽري هيگ
54- ڀمڀور ڊاڪٽر ايف- اي - خان.
55- لاڙ جي ادبي تاريخ، ڊاڪٽر غلام علي الانا
56- تاريخ گزيده نامعلوم
57- ثعالبي نامعلوم
58- تاريخ معصومي مير معصوم بکري

ڀنڀو جو ڀنڀور ۾، ڪاڪَل ڏنم ڪال،
هي تنين جي حال، زلف جي زاف ڪيون.

نڪو ڪيچ ڀنڀور، نڪو مائٽ مُنڌ جو،
هور مڙوئي هن ڪي، هوتن ڪونه هور،
زاري ڏاران زور، هلي ڪونہ حبيب سين.
(شاهہ لطيف)



# هيڏا هاجا ٿين

مريم مجيدي

بر مڙوئي بوءِ، ڇپر ڇاتون مکيون،
ڀِهه ڀِهه تي ڀنڀور ۾، هنڌ مڙيئي هوءِ،
راتين وري روءِ، گوندر لنئا گولئين.

هي مقالو منسوب ڪجي ٿو لاکيڻي لطيف جي هن سٽ سان:
هيڏا هاجا ٿين، بري هن ڀنڀور ۾.

انهيءَ مان منهنجو مطلب نه سسئيءَ جي سڪ ۽ ورونهن جو ورجاءُ ڪرڻ آهي ۽ نه وري ڪو پنهون جي پنهنجن سان قربداري جو قصو. پر منهنجو اصل مقصد آهي خود ڀنڀور سان ٿيل هاجي جي حمايت ڪندي، ڀنڀور ۽ ديبل کي هڪ سمجهڻ واري بدگماني ۽ هاجيڪاري جي پڌرائي ۽ ڀنڀور جي پڙن تي لڳل ديبل واري لٽ کي لاهي سندس حيثيت کي وس آهر وائکو ۽ چٽو ڪرڻ. مطلب ته سنڌ جي سڀيتا ۽ هن تهذيب جي تاريخ سان هيل تائين جيڪي ويل وهايا ويا آهن، تن مان هڪ اوکو ۽ اڻ سهائيندڙ مثال اهو به آهي ته سونهن ۽ ثقافت جي ٻن مثالي ۽ مرڪزي شهرن کي رڳو ذهني زور آوري جي آڌار تي چاڙهي ٻجهي هڪ ڄاڻي سندن حيثيت ۽ ثقافتي ورثي کي وقت جي وٿين ۾ ويڙهيو ۽ نهوڙيو ويو آهي. انهيءَ غلط گمان هڪ طرف ديبل جي تاريخ کي ڇيهو رسايو آهي ته ٻئي طرف وري ڀنڀور جي ڀونءِ کي اتهاس جي اونهاين ۾ گم ڪري ڇڏيو آهي.

جيئن ته تاريخ نالو آهي ڪنهن قوم جي قوتن ۽ ڪارنامن، احساسن ۽ امنگن، لاڙن ۽ جذبن جي پوري اپياس جو، جنهن مان ملڪ جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ ثقافتي حالتن جي سموري ڄاڻ ملي سگهي. ان روشنيءَ ۾ ڏسبو ته سنڌ جي هزارن ورهين جي تاريخ لڙاتيل ۽ گم ٿيل پسبي. هن وقت اسان وٽ تاريخ جا جيڪي به ڪتاب موجود آهن، اتهاس جي ڪنهن به انگ سان ٺهڪي نٿا بيهن. ڇاڪاڻ ته اهي هوبهو ترجما آهن انهن عربي ۽ فارسي ڪتابن ۽ تاريخن جا، جن جا لکندڙ ۽ جوڙيندڙ نه رڳو اسان لاءِ اجنبي ۽

اوپرا هئا. پر اسان جي سماجي حالتن، ٻولي ۽ ثقافت کان پڻ اڻ ڄاڻ. جنهن قوم جي سڀيتا اڄ کان 5000 سال اڳ سڌريل قومن جي ڳاڻيٽي ۾ ڳڻي ويئي هجي، اُتي صدين تائين ڪا صحيح تاريخ نہ لکجڻ واري حقيقت ويساهہ جوڳي ناهي. قومن جا حال احوال ضرور لکيا ويا هوندا، پوءِ ان لاءِ کهڙي بہ الفابيٽ استعمال ڪئي وئي هجي، پر حالتون شاهد آهن تہ هتي جا ڪتب خانا سدائين پرمارن هٿان باهين جو ٻک ٿيندا رهيا آهن ۽ فاتح حاڪمن جي دور ۾ وري نهندڙ تاريخون رڳو حڪمران طبقي ۽ انهن جي نوازيل ماڻهن جي بيانن، مذهبي عالمن جي احوالن ۽ ڪاني ڪرامتن وارن صاحبن جي عجيب غريب چوٽين ۽ ڪٿائن سان ڀريل نظر اچن ٿيون. تاريخ نويسن جي اها لاپرواهي ۽ بي حسي اسان جي تاريخ لاءِ ڏکوئيندڙ حد تائين هاڃيڪار ثابت ٿي آهي، جنهن جي پروڙ ان ڳالهہ مان پئجي سگهي ٿي تہ جيڪڏهن ڪو مجذوب يا بدحواس ماڻهو ڪنهن گهٽي يا گهر آڏو ڪعبي ڏانهن پير ڊگهيري سمهيل نظر ايندو هو تہ ان کي بہ ڪا روحاني رمز يا درويشاڻي ڪرامت سمجهي تاريخ ۾ چڙهيو ويندو هو. پر ساڳي سمي دڙي، ديبل، ٻڪار ۽ ڀنڀور جهڙا ڀريا ترڀا وسندڙ ۽ آباد شهر ويندڙ وقت سان گڏ ويران ۽ کنڊر ٿي پٽن ۽ پڙن ۾ بدلجي ويا تہ ڪنهن لکندڙ يا تاريخدان کي ڪل ئي ڪانہ پيئي. جڏهن ٻاهران ايندڙ واپارين ۽ سياحن مان ڪن ديبل کي ڀنڀور واري ساڳي سامونڊي بندر جي صورت ۽ حالت ۾ ڏسي ان کي ئي اڻ ڄاڻائي مان ڀنڀور سمجهيو تہ ان وقت جي لکندڙن ڪجهہ ئي ڪين ڪڇيو. اهو ثبوت آهي ثقافتي اهڃاڻن سان لاتعلقي ۽ لاپرواهي واري سلوڪ جو. جڏهن تہ اهي اهڃاڻ ئي تاريخون جوڙين ٿا ۽ ڪڏهن وري تاريخن مان انهن اهڃاڻن جا احوال لڀندا آهن. پر هتي ٻئي صورتون اڻ پوريون ۽ اڌوريون آهن!

بهرحال، ڪجهہ بہ هو، کهڙيون بہ حالتون هيون، پر هن حقيقت کي هر حالت ۾ مڃڻو پوندو تہ عيسوي ڇهين صديءَ کان وٺي جڏهن کان ديبل سنڌ جو سامونڊي بندر بڻيو، اسان جي جاگرافي ۽ تاريخ جي ڄاڻن ٻاڻمرادو ڀنڀور کي ديبل سمجهي تاريخ جي ورقن تان وساري ڇڏيو. هن شهر جي اڌڄڻ لاءِ بہ ڪي مختلف ويچار ۽ رايا لڀجن ٿا. تحفة الڪرام جو مصنف هن شهر کي ڀنڀوراءِ جو اڏيل ٻائي ٿو (ص 62)، جنهن جو تعلق دلوراءِ جي دور

سان هو ۽ ان عرصي ۾ سن 93ھ کان 133ھ تائين سنڌ تي بنواميہ جا گورنر حڪومت ڪندا هئا. پر ڀٽي هنڌ (ص 95) تي وري ڀاڻ ئي دلوراءِ جو سن هجري چوٿين صدي ڪري ڄاڻائي ٿو. هوڏانهن وري سنڌي لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب ”سسئي پنهون“ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جن دلوراءِ جو دور پنجين صدي هجري ڪري ليکيو آهي، جنهن وقت هتي سومرن جي حڪمراني هئي. هن ڏس ۾ وڌيڪ تحقيق ڪرڻ سان اها حقيقت پوري ريت پڌري ٿيو پوي تہ مير علي شير ”قانع“ جي هر راءِ رڳو نالي جي هڪجهڙائي واري انومان تي مبني آهي. ڇاڪاڻ تہ شهر ڍهن ٿا پر سڀيتائون نہ- قومون پڇاڙي تي پهچن ٿيون پر تاريخون نہ- ماڻهو ماڻهن کان وسريو وڃن، دلين تي لڳل داغ ميسارجيو وڃن، پر ڪتابن ۾ چٽيل هر چٽ اڻ مٽ ۽ تاريخ جي ورق تي اڪريل هر اکر امر بنجي ويندو آهي. تيئن ڀنڀور جي پر رونق وسندڙ ۽ شاهوڪار وسندي ۽ قديم بندر هئڻ جا تمام آڳاٽا اهڃاڻ يوناني ۽ رومي سياحن، جاگرافي ۽ تاريخ جي ڄاڻن جي قديم لکيتن ۾ محفوظ ملن ٿا. مطلب تہ سنڌ جو ذڪر ڪندڙ 23 آڳاٽن مصنفن مان ڪيترن بالڪل چٽيءَ ريت هن کي باربري يا باربريڪان نالي هڪ وڏو واپاري مرڪز ڪري ليکيو آهي. رسالي مهراڻ (جلد 30 نمبر1 سال 1981ع) ۾ محمد حسين پنهور جي تحقيقي مقالي ۾ ڄاڻايل آهي تہ سن 7 ق. م. ۾ استرابو جي لکيل جاگرافي، 77ع ۾ پلني دي ايلڊر جي لکيل ڪتاب آن نيچرل هسٽري ۽ جاگرافي ۽ فلڪيات جي ماهر ڪلاڊيس ٽالمي جي 150ع ڌاري لکيل ڪتاب ۾ هندستان سان ٿيندڙ واپار جي ذڪر ۾ باربريڪان کي سنڌ جو مکيہ ۽ مشرق جو پهريون بندر ڪري ڄاڻايو ويو آهي، جتي مغرب کان ايندڙ جهاز لنگر هڻندا هئا. ان کان سواءِ جهازران واپارين لاءِ 70ع ۾ جوڙيل هڪ گائيڊ بوڪ ۾ پڻ سنڌ جي سامونڊي بندر باربريڪان جو نالو ڄاڻايل آهي. ان ريت هڪ ٻيو اهم ۽ مکيہ مثال بہ ڏنل آهي، جنهن پٽاندڙ 9 صدي عيسوي ۾ عربن پاران ٽالمي جي ڪتاب جي ترجمي وقت سندس ڏنل جدولن تي جيڪو نقشو تيار ڪرايو ويو هو، ان ۾ 150ع ڌاري وجود رکندڙ سنڌ جي شهرن ۾ باربريڪان جو شهر ڀنڀور واري ساڳي پيٽي تي موجود ڏيکاريو ويو آهي. (مهراڻ جلد: 30، نمبر1، سال 1981ع، ص

108 کان 139) انهن سيني حوالن ۽ مڙني مثالن مان پڌرو آهي تہ سڪندر اعظم جي دور 325 ق.م کان وٺي باربريڪان پنهنجي حيثيت ۾ مجيل ۽ موجود رهندو آيو. جيڪو پوءِ پنيوراءِ جي دور ۾ پنيور جي نالي سان سڏريو ۽ سڏيو ويو. هن حقيقت جي هاٺوڪن ليکڪن پڻ پنيرائي ڪئي آهي، جنهن جي ساک لاڙ جي ادبي تاريخ ۾ پڻ ڏني ويئي آهي.

چچ نامي (ص 378- 380) جي لکٽي موجب ديبل جي وجود جا اهڃاڻ وري ڇهين صدي عيسوي جي شروعات ۾ ملن ٿا ۽ پهريون تاريخي حوالو بلاذري جي ڪتاب "فتوح البلدان" مان لبي ٿو، جڏهن عمان جي حاڪم 15هہ مطابق 636ع ۾ الهندي هندستان جي ٿن بندرن پڙوچ، ديبل ۽ ٺاٽي تي فتحون حاصل ڪيون هيون. ان مان پلي‌ءَ پٽ پر ڪي سگهجي ٿو تہ پنيور جي مشرق جي مکيہ سامونڊي بندر واري حيثيت، جا عيسوي پهرين صديءَ کان گهٽجڻ شروع ٿي ويئي هئي، جنهن جي تصديق رومي ۽ يوناني لکندڙن بہ ڪئي آهي، سا پوين پن چئن صدين ۾ خاتمي تي رسي. ان ڪري هڪ طرف هندستان ۾ پڙوچ ڪي اوج حاصل ٿيو تہ ٻئي طرف سنڌ ۾ ديبل هڪ نئون بندر وجود ۾ آيو، جيڪو پوءِ عيسوي تيرهين صديءَ تائين لڳاتار تاريخ ۾ پڙهبو رهيو آهي. جيئن ڏهين صديءَ جي عرب سياحن ۽ جاگرافي دانن مان مسعودي 942ع، اصطخري سن 950ع، ابن حوقل سن -943 28ع ۽ مقدسي 985ع ۾ هن بندر جو اکين ڏٺو احوال بيان ڪيو آهي. عيسوي يارهين صديءَ ۾ البيروني جي لکيل ڪتاب "الهند" ۽ ٻارهين صديءَ ڌاري لکيل ادريسي سمعاني جي لکيتن ۽ ياقوت جي ڪتاب معجم البلدان ۾ پڻ ديبل بندر جا حوالا ملن ٿا. ويندي 3-1182ع ۾ سلطان معزالدين غوري ۽ 1254ع ۾ سلطان جلال الدين خوارزم شاه جا ديبل فتح ڪرڻ وارا واقعا هن جي وجود جا ساکي آهي.

تاريخ ڏانهن نهاربو تہ اهو سمورو عرصو پنيور گمناميءَ جي غفائن ۾ گم ٿيل ڏسبو، جنهن جي نتيجي ۾ پنيور ۽ ديبل جي هڪ هئڻ واري پُل جنم ورتو. پر ان دوران اوچتو سومرا دور حڪومت يعني 1011 کان 1351ع واري وقت ۾ "سسئي پنهون" جي قصي ۾ "پنيور" جو نالو تاريخ ۾ اپريل نظر اچي ٿو، جنهن لاءِ اسين ٿورائتا آهيون ياءُ پنهونءَ جا.جيڪو پنهنجن

پائرن جي قرب ڪچهري ۽ نشي پٽي ذريعي وچي ڪيچ قراريو ۽ سسئي کي سڪ جي واٽ ۾ رڻ واهي تي پاڻ وڃائڻو پيو. سندس انهي قربانيءَ ۽ وفا جي سچائي پنهون سان گڏ ڀنڀور جي پونءَ کي هڪ پيرو وري تاريخ ۾ نشانبر ڪري ڇڏيو، نہ تہ هوند هيءُ شهر هميشه لاءِ ديبل بنجي وڃي ها ۽ ان راءِ جي رد ڪرڻ ۾ ڪابہ ثابتي باقي نہ رهي ها. هاڻي نياءُ سان نبيريو تہ ساڳئي وقت ۾ ٻنهي شهرن جي وجود کي ڌار ۽ جداگانہ حيثيت ۾ مڃڻو پوندو. باقي ٻنهي جي هڪ هئڻ واري انومان کي غلط گمان يا تاريخي ڀُل تہ ڪوٺي سگهجي ٿو پر حقيقت نہ. ان سلسلي ۾ ڄاڻايل سببئي دليل رد ڪرڻ جوڳا آهن.

(1) جيئن تہ هن معاملي ۾ تاريخ ۽ جاگرافي جا مڙيئي ڄاڻو هڪ راءِ نظر ايندا تہ موسمي حالتن، ساموندي تبديلين ۽ بگهاڙ ڦاٽ جي ڦيرين گهيرين ڪري هڪ هڪ تي ڦتندڙ ۽ وهندڙ بندر ديبل، لاڏي (لاهري) ۽ ڏاراجا ٺٽي شهر جا بندر هئا. جڏهن تہ ڀنڀور ڪنهن بہ زماني ۾ ٺٽي جو بندر نہ رهيو آهي ۽ شهر ٺٽي جي وسڻ ۽ اڏجڻ کان اڳ برباد ٿي چڪو هو.

(2) لاڙ جي ادبي تاريخ (ص90) موجب لاڙي بندر ۽ ٺٽي جو وچ وارو مفاصلو 40 ميل هو. ابن بطوطہ جي اکين ڏٺي احوال مطابق ديبل جا ڊِٺل ڊڙا وري هن کان ڇهن ستن ميلن جي پنڌ تي موجود هئا. (چچ نامو ص 381). انهن وچوٽين تي ويساهہ رکندي ڏسبو تہ ڀنڀور جي پيٽي هن کان گهڻي پنڌ تي پرانهين پسبي. ان مان اها پڌرائي ٿئي ٿي تہ ديبل لاڙي بندر جي ويجهڙائيءَ ۾ هو، جنهن جا آثار هينئر ڌرتي ۾ دفن ٿي يا ساموندي وهڪرن ۾ وڪوڙجي چڪا آهن.

ان کان سواءِ ڀنڀور جي کوٽائي مان منصور جي زماني جي سڪن جو لڀجڻ يا ڪنهن مٿاهين مندر جي جاءِ تي اڏيل مسجدن جي نشانن جو ملڻ بہ هن کي ديبل نٿو بنائي سگهي، ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ اسلامي دور کان پوءِ هر شهر ۾ مسجد جو موجود هئڻ ممڪن آهي. سڪن لڀڻ واري دليل لاءِ پڻ ساڳيو ثبوت ڏيئي سگهجي ٿو. ڏٺو وڃي تہ هي شهر صدين تائين ساموندي بندر ۽ ان کان پوءِ سنڌس تباهي تائين قافلن رستي خشڪي جي واپار جو وڏو مرڪز رهيو آهي، اهڙيءَ حالت ۾ هتان اهڙن سڪن جو لڀجڻ ڪا اڻ ٿيڻي ناهي. جيتوڻيڪ انهن چند مثالن مان حقيقت کي پوريءَ ريت پرکي ۽

پروڙي سگهجي ٿو، تنهن هوندي به انهيءَ شڪ ۽ گمان وارن مڙني دليلن جي موٽ ۾ ڪنهن تاريخي تاويل بدران انهن ماڻهن جو مثال ڏيڻ بهتر ٿيندو، جيڪي سدائين کان هن شهر توڙي سندس پسگرائي ۾ رهندڙ هئا. هن ڌرتي تي وسندڙن جي ازل کان عادت آهي ته هو پنهنجي ثقافتي ورثي کي قومي امانت ڄاڻي قصن ۽ داستانن جي صورت ۾ ساهه ۾ سانڍيندا ۽ ايندڙ نسلن تائين رسائيندا رهيا آهن. انهن کي سوچي ۽ سوجهي ڏسبو ته سسئي جي دور کان وٺي هيل تائين ڪنهن به سگهڙ يا ڪوي پنهنجي ڪٿا ۾ هن شهر کي ديبل ڪين ڪوٺيو آهي. اهو انهيءَ زباني تاريخ جو ڪارنامو آهي جو اڄ هن جي آثارن ۽ ڪنڊرن تي پنڀور جوئي نالو لکيل ڏسجي ٿو پر ديبل واري عرفيت جا اهڃاڻ ڪٿي به نظر نٿا اچن. ايتري قدر جو هن ڌرتيءَ جي سڀ کان وڏي سونهين ۽ سڄاڻ ذهن ۽ اُتم انسان شاهه سائين پڻ هن باري ۾ ڪو ذڪر نه ڪيو آهي، جيڪو سنڌ جو سچو تاريخدان ۽ سنڌ واسين جي هر احساس ۽ جذبي جو پارکو هو. هن ”سسئي جي سڪ ۽ سچائي کي پورن پنجن سرن ۾ ڳايو آهي، جن ۾ نه رڳو سسئي جي سورن ۽ پورن، اڊڪن ۽ اونن جو ذڪر ڪيل آهي، پر ان سان گڏ ان وقت جي سموري ثقافت، سڀيتا ۽ تاريخ جا چٽ به چٽيل پسجن ٿا. تنهن هوندي به پنڀور کي پلجي به ديبل جي نالي سان نه سڏيو ويو آهي.

اهي مٿيان مڙيئي مثال انهيءَ حقيقت جي پنيرائي ڪن ٿا ۽ ساک ڏين ٿا ته پنڀور جي پونءَ ڪڏهن به ڪنهن به دور ۾ ديبل نه رهي آهي ۽ نه هئي. اهڙيءَ صورت ۾ انهن سڀني سڄاڻن لکندڙن تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو ته هن مسئلي کي قومي ۽ تاريخي مونجهارو سمجهي ان جي پڌرائي ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش وٺن. پنهنجي ذات ۽ ڏانءُ، سوچ، تحقيق ۽ کوجنا سان تهذيب ۽ تمدن جي تاريخ کي اڃو ۽ اُجرو بنائين ته هوند حقيقت جو نبيرو ٿي پوي.

جيڪا پني مون کان، پاري مون پريت،
بلوچاڻي ريت، سمجهي سمجهان ڪينڪي.



# ڀنڀور- تاريخ جي آئيني ۾

## تاج صحرائي

سيد سليمان ندوي پنهنجي ڪتاب عرب و هند ڪي تعلقات ۾ ۽ قاضي اطهر مبارڪپوري پنهنجي تصنيف عرب و هند عهد رسالت مين ۾ مشهور عرب جاگرافيدان ابن خردازبه (250هہ) جي ڪتاب المسالڪ و الممالڪ جي حوالي سان لکن ٿا تہ عرب بلوچستان کان وٺي گجرات تائين سڄي علائقي کي سنڌ ڪري سڏيندا هئا، جنهن ۾ ان دور ۾ هيٺان شهر مشهور ۽ معروف هئا: قيقان (قلات)، بنہ (بنوان)، مڪران، ميد، قندار، قصدار (خضدار)، قندابيل، قنزپور، ارمابيل، ديبل، ڪنبات، دهنج (گجرات)، سندوسان (سيوهڻ)، راسڪ، رور (اروڙ)، ملتان، بروص (ڀڙوچ) وغيره. وري سليمان تاجر (237هہ) جي حوالي سان رقم طراز آهن تہ هندستان جي سمنڊ وارن ڪنارن تي راڄ ڪرڻ وارن ڇڙن راجائن مان پهريون ۽ مکيہ راجا بلهرا يا ولڀراءِ هو، جنهن جو وري دنيا جي مشهور حاڪمن ۾ آخري ۽ چوٿون درجو هو، جيڪو گجرات واري علائقي جو راجا هو ۽ سندس گاديءَ واري شهر جو نالو مانڪير يا مهانگر هو. ان ڳالهہ جو ذڪر بزرگ بن شهريار (300هہ) ۽ مسعودي (303هہ) بہ ڪيو آهي. علامہ اصطخري (340هہ) بہ شهر مهانگر جو ذڪر ضرور ڪيو آهي، مگر ان وقت تائين ولڀراءِ جي سلطنت شايد ٽڪرن ۾ ورهائجي ويئي هئي. علامہ اصطخري هندي وڏي سمنڊ کي بحر فارس ڪري لکيو آهي. سليمان تاجر پهريون محقق آهي جنهن بحر هند جو نالو درياه هرگند ڪري لکيو آهي. اهل عرب هرگند سمنڊ جي ان حصي کي سڏيندا هئا، جيڪو ڏکڻ هندستان جي ڪنارن سان وهندو هو.

ابن خردازبه لکي ٿو تہ بصره کان ديبل 300 سو ميلن جي مفاصلي تي واقع هو ۽ انهن جي وچ ۾ فارس جو بندر هو. هن وقت مڪران کان ڪڇ تائين سمنڊ جي ڪناري تي ۽ سنڌوندي جي ڪنهن ڇوڙ يا ڪاري تي هيٺيان مکيہ بندر قائم آهن: جيواڻي، گوادر، پسني، سون مياڻي، ماريپور، ڪراچي،

جهول، (تعلقو گهوڙا ٻاري) ڪيٽي بندر. انهن بندرن جي وچ ۾ ٻيڙين، لانچن ۽ هوائي جهازن رستي آمدرفت هلي ٿي. ڪراچي ۾ تازو بن قاسم بندر جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، پراڻن بندرن جو ڏيسارو سان واپار ۽ ڪاروبار گهٽجي ويو آهي. مگر اج کان اٽڪل روءِ 6-7 سو سال اڳ ڪي ٻيا ٻه بندر ۽ بازاريون هيون، جن ۾ تنهن سمي وڏي چهل پهل هئي. انهن مان ڪن جو واپار مغرب ۾ ايران، عراق، عربستان، يونان ۽ مصر سان ۽ مشرق ۾ سوماترا، جاوا ۽ چين ولايت سان به هلندو هو. سمنڊ جي پري هٽي وڃڻ ۽ درياه جي پورن مٽان پورن پوڻ ڪري، اهي بندر ۽ بازاريون پورجي، تباهه ۽ برباد ٿي ويون، جن مان ڪن جا ڪنڊر ته ملن ٿا ۽ ڪي ته ڳوليندي به نه ٿا لڀن، جهڙوڪ ديبل، لاهري، ڏاراج، رحمڪي بازار، ڪلان ڪوٽ ۽ پنڀور، مگر پيڻ (مغل پيڻ)، حجامرو، واگهودر ۽ ڪي ٻيا.

ڪراچي کان سمنڊ رستي 40 ميل ۽ خشڪي رستي 35 ميل اوير ۾، قومي شاهراه کان 3 ميل پري گهارو ڪاري جي ساڄي ڪپ تي پنڀور شهر جا ڪنڊر ملن ٿا. هي اهو قتل شهر ۽ بندر آهي جنهن کي يوناني جاگرافيدان ٽالمي باربري ۽ پيرپلس جي لکندڙ باربريڪان ڪري لکيو آهي. تحفةالڪرام جي مصنف مير علي شير قانع جي حوالي سان لئمبرڪ لکي ٿو ته پنڀور جو شهر هڪڙي راجا پنڀوراءِ ٺهرايو هو ۽ اٺين صدي عيسوي جي پڇاڙي ۾ شيخ ابو تراب جي دور ۾ ڌرتي ڌٻڻ ڪري تباهه ٿي ويو. پر مير طاهر محمد نسياني جي لکڻ موجب هي شهر درياهه جي سڪي وڃڻ ڪري ڦٽي ويو. ساڳئي وقت تحفةالڪرام جي مصنف ان ڳالهه کي سختي سان رد ڪيو آهي ته پنڀور ۽ ديبل ساڳئي شهر ۽ بندر جا نالا آهن. هو صاحب لکي ٿو ته ديبل بڪار، ٽرڙي ۽ پنڀور جهڙا عمدا شهر، جي ساڪوره (ساڪري) جي سرزمين ۾ واقع هئا، جڏهن ويران ٿيڻ لڳا، تڏهن اتي جا اڪثر باشندا لڏي ٺٽي ڏانهن آيا (تحفةالڪرام صفحه 464)

هينري ڪزنس جي لکڻ موجب پنڀور جو شهر 1250ع ۾ تباهه ٿيو ۽ اٽڪل ڏهين صدي ۾ هي شهر لاڙ واري حصي جي هڪ مکيه راجڌاني هو، جنهن ۾ پنڀور راجا راڄ ڪندو هو. سنڌ جا رهواسي هن شهر کي سنڌ جو قديم ترين بندر ڪري سڏين ٿا. ائين محسوس ٿئي ٿو ته اتي سڪندر اعظم

جي دؤر ۾ بہ ڪو بندر واقع هو. مسلمانن هارون الرشيد جي ڏينهن ۾ ان شهر کي فتح ڪيو. رومانوي طور هن شهر کي "سسئي جو تڪر" بہ سڏيو ويجي ٿو. وري ايليٽ، هينري ڪزنس جي ان خيال سان تہ اتفاق ڪري ٿو تہ مسلمانن خليفہ هارون الرشيد جي ڏينهن ۾ ڀنڀور جو شهر فتح ڪيو هو، مگر هن صاحب ساڳئي وقت ايرين جي راءِ کي وزن ڏيندي چيو آهي تہ ڀنڀور تالمي وارو باربري يا پيريپلس وارو باربريڪان نہ آهي. اهو شايد لاهوري يا لاهري بندر هجي. هينري ڪزنس تہ اهو بہ رايو پيش ڪيو آهي تہ مسلمانن ان بندر کي جنهن وقت فتح ڪيو هو، ان وقت ڀنڀور تمام وڏو نہ بہ ڪٿي، مگر هڪ وسندڙ ۽ آباد بندر ضرور هو. جتان ڪاري جي نگهباني، جهازن جي اچ وڃ ۾ باقاعدگي ۽ محصول اُگاڙڻ وارو عملو ضرور رهندو هو. ڀنڀور جي کوٽائي مان، هڪ قلعي ۽ ڪوٽ جون ديوارون ۽ برج نڪتا آهن، جن هينري ڪزنس جي رايي کي وڏيڪ تقويت بخشي آهي تہ هن بندر تان ڪاري ۽ آس پاس جي نگراني ۽ چوڪسي ڪئي ويندي هئي. هتي سپاهہ بہ رهندو هو، جنهن ڪري شهر کي هڪ عالم پناهہ ڏيئي قلعبند ڪرڻ لازمي سمجهيو ويو هوندو.

ديبل جي جڳهہ جو نالو قديم دؤر ۾ چوٿين يا پنجين صدي جي هڪ آرميني تاريخ نويس ۽ جاگرافي جي ماهر موسيٰ خوريني جي جاگرافي بابت هڪ رسالي ۾ لکيل ملي ٿو. هن مورخ ساساني دؤر جي ساساني حاڪمن جي ملڪ جي ورهاست جو بيان ڪندي، ڏکڻ ضلعن ۾ مڪوران (مڪران) ۽ سنڌ سان گڏ 'دي بول' جو بہ ذڪر ڪيو آهي، جيڪو ايراني نالو آهي ۽ نہ مڪاني، جيئن شڪ وچان ان جو استقاق سنسڪرت زبان جي لفظ 'ديواليہ' (يعني بتن جو مندر) مان ورتل سمجهيو ويو ٿي. ہي ڳالهہ تہ ان آرميني جاگرافي جي ماهر "دي بول" هڪ خطي جو نالو لکيو آهي ۽ نہ ڪنهن شهر يا بندر جو. ان مان ٿي هڪ ڳالهہ واضح ٿئي ٿي، 'دي بول' راجا ڏاهر جي حڪومت کان ٻاهر هو ۽ اتي جا رهاڪو ميد ۽ بوراج راجا ڏاهر جي رعيت مان نہ هئا. (سنڌ صدين کان صفحو 174) ساڳي طرح فارس نامہ جيڪو 510هہ کان اڳ جو لکيل آهي، ان جو مولف ابن بلخي لکي ٿو تہ بهرام گور بن يزدگرد بن شاپور ساساني (443-465ع) کي ديبل ڏاج ۾ مليو هو. ان مان بہ ثابت ٿئي ٿو تہ ديبل پر ڳئي جو نالو هو، جيڪو ايرانين جي هٿ هيٺ

هو. [1] ابن العربي (767-845ع) هڪ ڪاري ٽلهي ماٺهو جي تشبيهه ڪندي ان کي پاڻي جي پخال سڏيو آهي ۽ پاڻي جي پخال کي وري به ديبل ڪري سڏيو آهي. اهي سٽون ابن العربي جي هڪ شعر جون آهن. مير معصوم بکري (1610ع) ۽ طاهر محمد نسياني (1671ع) به شمس سراج عفيف (1398ع) وانگر ٻن ديبلن جو ذڪر ڪيو آهي، هڪ لاهري بندر ۽ ٻيو ٺٽو شهر، جن جي وچ ۾ ٻن ڏينهن جي مسافري جيترو مفاصلو هو. ساڳئي وقت عربي شاعرن- جرير (740-827) ۽ خالد قناص ديبل جي ڍڳين جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن مان اهو نتيجو ڪڍيو ويو آهي ته ديبل جي زمين چراگاهن سان به ڀريل هئي ۽ سرسبز هئي.

هڪ مغربي محقق مئڪمرڊو جو به خيال آهي ته ديبل ٻه آهن. هو لکي ٿو ته جيسين ڀهريون ديبل ڦٽي نه ويو هو تيسين ڀنڀور جو وجود ڪونه هو. [2]

● گويا ديبل جي نالي سان ٻه بندر هئا يا ٺوري ڦير گهير سان ديبل ۽ ديول به هڪ ٻئي جي ويجهو بندر هئا. مثال طور بکر ۽ سکر، يا وري ساڳئي جاءِ تي هڪ ٻئي پويان ساڳي نالي سان ٻه بندر تعمير ٿيا هئا. ان رايي جي تائيد هيگ جي هيٺين لکڻي مان به حاصل ٿئي ٿي. هو صاحب لکي ٿو ته 'متان پويون ديبل اصلوڪو ديبل نه هجي پر ٻيو شهر هجي، جنهن تي به اهو مشهور نالو رکيو ويو هجي.' البيروني (937ع) ديبل جو ذڪر نه ڪيو آهي ۽ نه وري ابن بطوطه (1377ع) ئي ديبل يا ٺٽي جو ذڪر پنهنجي سفرنامي ۾ ڪيو آهي. ان ڪري هيگ جو رايو آهي ته البيروني ديبل جو ذڪر لاهري يا لاهوري يا لار بندر جي نالي سان ڪيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ابن بطوطه به ساڳيو رايو قائم ڪيو هجي ۽ ديبل کي لاهري بندر ڪري تسليم ڪيو هجي. ادريسي (12 صدي جي پڇاڙي ۾ يا 1165ع) ديبل بابت لکيو آهي ته "اهو هڪ وسيل شهر آهي. پر زمين ٻلي نه اٿس ۽ کجي ڏاران ٻيو ڪو وڻ ورلي

(١) چچ نامه مان معلوم ٿئي ٿو، ته "ديبل" راءِ گهراڻي جي حڪومت جي زماني ۾ سند حڪومت جي هڪ علائقي جي حدن ۾ هو. (ڏسو چچ نامه، سنڌي ترجمه، ص ٢٢٢) - م. ع. س.

(٢) اها ڳالهه صحيح نه آهي، موجوده ڀنڀور واري ماڳ مان عرب دور جا آثار مليا آهن. يعني عرب دور ۾ ڀنڀور واري ماڳ هڪ آباد شهر هو. (م. ع. س.)

ٿئي ٿو. هتان جا متاهان پٽ خشڪ ۽ ميدان بڻ آهن. جايون مٽي ۽ ڪاٺ جو ٺهيل آهن. شهر وسيل ان ڪري آهي جو اتي سنڌ ۽ ٻين ولايتن جا جهاز بيهن ٿا." مٿئين عبارت مان به ظاهر ٿئي ٿو ته ڄڻڪ ديبل هڪ پرڳڻو يا بندر هو، مگر سنڌ جي عملداري کان ٻاهر. فرشته ۽ ابوالفضل به ٺٽي ۽ ديبل کي ساڳيو شهر ۽ بندر لکيو آهي.

طبقات ناصري جو مولف لکي ٿو ته "جلال الدين خوارزم شاهه بر زمين سند آمد و بطرف ديول و مڪران رفت.' لئمبرڪ ته اهو به لکيو آهي ته سلطان جلال الدين خوارزم شاهه ديبل کي ڦريو هو ۽ هڪ مندر ڍهرائي ان مٿان مسجد تعمير ڪرائي هئي. اهو واقعو سن 1223ع جو آهي (لئمبرڪ جلد پهريون صفحو 327). اهو بادشاهه چنگيز خان جي ڪان هتي اچي لڪو هو.

ماٿڪ پٽاوالا جي لکڻ موجب ٻنڀور سنڌونديءَ جي اولهه طرف وهندڙ گجو- گهارو ڦاٽ تي واقع هو. اهو ڦاٽ ڪٿان ٿي شروع ٿيو سو پڪي طرح چئي نه ٿو سگهجي. مگر سسئي ۽ پنهون جي رومانوي داستان مان اهو سو معلوم ٿئي ٿو ته سسئي جو پيءُ برهمڻ نانيا (نائون) ۽ ان جي استري منڌر ٻنيرا واءِ يا ٻانيڻ واءِ جا رهواسي هئا ۽ اهو شهر دلوراءِ جي ماتحت هو. ڪنهن هڪ محقق ان ٻانيڻ واءَ کي برهمڻ آباد، برهمڻا ۽ منصوره واري هنڌ تي ڏيکاريو آهي. ان ساڳئي خطي ۾ ٿوري گهٽي فاصلي تي سڪندر جو شهر پٽالا به تعمير ٿيو هو. جتان سنڌونديءَ ٻن مکيه شاخن يا درياهن ۾ ڦٽي وهي ٿي. ان مان هڪ درياه اوير ڏکڻ طرف وهي وڃي هاڪڙي ۾ پوندو هو، جتي ان کي مٺو درياهه ۽ ڪن حصن ۾ پراڻ به سڏيو ويندو هو. اولهه ڏکڻ واري شاخ هاله، نصرپور وٽان وهي پوءِ گجو ۽ گهارو جي نالي سان سڏبي هئي ۽ گهارو ڪاري وٽ سمنڊ ۾ چوڙ ڪندي هئي. ان شاخ مان سڪندر اعظم جو لشڪر ۽ ٻيڙا ۽ جهاز سمنڊ ۾ داخل ٿيا هئا. (هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ صفحو 189).

ٻنڀور جي پهرين کوٽائي 1930ع ۾ اي- جي- مجمدر جي ڏينهن ۾ شروع ٿي هئي. وري 1951ع ۾ مسٽر ليزلي الڪاڪ جي ڏينهن ۾ ٿي. مجمدر ڪن مختلف جڳهين تي آزمائشي کوٽايون ڪيون ۽ ان جي خيال موجب ٻنڀور ۾ فقط مسلم دور جا اهڃاڻ مليا ٿي. هينري ڪزنس به ان شهر

کي ڏلو هو ۽ ڪجهہ سڪا وغيره بہ هٿ ڪيا هئا. ان جو بہ خيال هو تہ ڀنڀور جو فقط مسلم دور سان تعلق رهيو هو. ساڳي طرح الڪاڪ جو بہ خيال هو تہ ڀنڀور ڪنهن بہ صورت ۾ ديبل بندر نہ هو. ان کان پوءِ وري ڊاڪٽر ايف- اي- خان جي ڏينهن ۾ قديم آثارن جي کاتي ڀنڀور جي کوٽائي 1958ع کان شروع ڪئي ۽ ٻن ٽن سالن تائين اتي ڪم هلندو رهيو. کوٽائي دوران، مٿين تهن مان اٺين کان تيرهين صدي عيسويءَ واري مسلم دور جون شيون حاصل ٿيون. ٽامي جي سڪن جي مطالعي مان اموي خليفہ هشام بن عبدالملڪ 105-125هہ مطابق 734 کان 743 جو دور معلوم ٿيو. اهو دور محمد بن قاسم جي ڪاهہ واري 712ع سن سان ويجهڙائيءَ جي نسبت وارو هو. اموي دور جا جيڪي ٽانو ۽ برتن سي عراق جي ٿانون سان مشابهت وارا هئا. انهن مان مکيہ هئڻي وارو هڪ پيالو هو جنهن تي ڪوفي رسمالخط ۾ شعر لکيل هو. ساڳئي نموني وري ڀنڀور جي شڪل صورت ۾ ٻيهڪ وارو هڪ پيالو سوسا جي کوٽائي مان حاصل ٿيو. ٿانون تي روغني تہ چڙهيل هئا ۽ ڪي وري ايراني نموني جا ٺهيل هئا. ان کان سواءِ هڪ سونو سڪو مصر جي ضرب خاني جو ٺهيل 229هہ سن وارو بہ حاصل ٿيو جيڪو عباسي خليفہ ابو جعفر هارون الواثق بالله (يعني 227 کان 232هہ مطابق 842ع کان 847ع سن) جي دور جو هو. هڪ وڏو شاندار روغني مرتبان نيرن رنگن جي آميزش وارو بہ حاصل ٿيو هو، جنهن کي ٻن آمهون سامهون پاسن کان هٿ وجهي جهلڻ يا کڻڻ لاءِ هٿيا هئا.

ڀنڀور جي کوٽائي مان هيٺين تهن مان وري ديوناگري جي شروعاتي دور واري ٻوليءَ ۾ لکيل ٺڪريون بہ حاصل ٿيون آهن، جيڪي عيسوي اٺين صدي جون ٿي سگهن ٿيون. ان کان پوءِ ٺڪر مان ٺهيل انساني مُنڊيون بہ حاصل ٿيون. ڪي اهڙيون بہ ٺڪريون مليون آهن جن تي ناچ ڪندڙ جوڙن جون تصويرون، سورج مکي، گل ۽ هاٿي جون شڪليون بہ ٺهيل آهن. وڌيڪ هيٺين تهن مان سٺين ۽ پارٿين دور جون ٺڪريون ۽ ٻيو سامان حاصل ٿيو، جيڪا ڳالهہ سڀ کان وڌيڪ تعجب ۾ وجهندڙ هئي. اهي ٺڪريون يوناني طرز جي ٺڪرين جهڙيون هيون جيڪي عيسوي سن کان هڪ صدي اڳ ۽ هڪ صدي پوءِ جي سٿيئا جون نشانيون هيون. شهر بلاڪن ۾ وراهيل هو ۽

مکيہ ۽ ننڍين گھٽين جا آثار بہ ڏسڻ ۾ آيا ٿي، شھر کي چوگرد عالم پناھ ڏنل ھئي جنھن کي ٽي دروازا ھئا. ھڪ پبلڪ عمارت بہ کوٽائي بعد ظاھر ٿي ھي، جنھن جي ھڪ ڪنڊ گولائي تي ٺھيل ھئي. ان عمارت اندر ھڪ پٿر جو ٺھيل کوھ بہ ھو. عالم پناھ يا قلعي جي ديوارن کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ پشتا ٺاھيا ويا ھئا جي ڪنھن نہ ڪنھن حالت ۾ اڄ بہ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. دروازا مختلف طرفن ڏانھن کلن ٿا. اتر طرف وارو دروازو ھل وڏي ڍنڍ ڏانھن کلي ٿو. ٻيو دروازو اتر- اوڀر جي ڪنڊ تي ھو. ٽيون دروازو ڏکڻ طرف کليو ٿي. ڪاري مٿان ھڪ وڏو ڪشادو تلھو نظر اچي ٿو. جتي ٻيڙن مان مال لاٿو ۽ چاڙھيو ويندو ھو. گويا اھو بندر ھو. ڀنڀور مان لڌل شين ۾ شيشي جو سامان، عطردانيون، لوھ مان ٺھيل تلوارن جا مُنيا، تيرن جا مٿا ۽ ٽامي جا سڪا ۽ نفيس ٺڪريون مکيہ آھن. سپن ۽ قدري قيمتي پٿرن مان ٺھيل ھار بہ دستياب ٿيا آھن. ٻين زيورن جي استعمال ٿيڻ جو بہ سولائي سان اندازو لڳائي سگھجي ٿو. ٻيون بہ ڪيتريون ئي قيمتي وٿون ھٿ آيون آھن، جن مان ڪي ڀنڀور عجائب گھر جون زينت وڌائين ٿيون.

ڀنڀور جي تباھي بابت اڪثر ڪري محققن جي اھا راءِ آھي تہ اھو شھر ڪنھن جي پٽ پاراتي سبب يا ڌرتي ڌٻڻ ڪري اوچتو تباھ ٿيو آھي. شھر جي گھر اندر ۽ گھٽين ۾ انساني ڍانچا مليا اھن. انھن ڪان سواءِ سڙيل سرون ۽ رک بہ مليون آھن، جنھن مان اندازو لڳائجي ٿو تہ شھر تباھ ڪيو ويو ھو. مان پنھنجي ذاتي مشاھدي مان اِھو چوڻ تي مجبور آھيان تہ شھر کي ڪن درياھي ڦورن ۽ ليٽرن يا ڌارين حملي آورن، لٽي ڦري، قتل وغارتگري ڪري پوءِ ساڙيو ھو. چاڪاڻ تہ مون بذات خود جيڪي ڀہ- ٽي لاشا ڏٺا ھئا اھي بندر طرف موڪرين گھٽين ۾ اونڌي منھن پيا ھئا. انھن جي پٺين ۾ تير کتل ھئا. انھن جا مٿا شھر طرف ۽ پير ڪاري طرف ھئا. مان يقين سان چوان ٿو تہ شھر تي حملو سمنڊ ڪان ڪيو ويو ھو جيڪو اوچتو، تمام تيزي سان ۽ خطرناڪ نموني ڪيو ويو ھو ۽ جنھن جي شھرين کي نہ ڄاڻ ھئي ۽ نہ انديشو.[١]

ھن شھر جا واپاري دنيا جي ھرھڪ وکر جو واپار ڪندا ھئا. اھي

(١) اھا راءِ صحيح ۽ وزنائتي معلوم ٿئي ٿي. (م. ع. س)

نهايت ئي هوشيار ۽ ايماندار واپاري هئا. اهي ٿوري ڪٿي گهڻيءَ برڪت جا قائل هئا. اوير ۾ چين مان ريشم ۽ ريشمي ڪپڙو، سوماترا ۽ جاوا ڪان کنڊ ۾ گرم مصالح، مصري، سرانديپ مان موتي ۽ هندستان جي ٻين بندرن تان هار سينگار جو سامان ايندو هو. اتر ۾ تبيٽ مان ان، اوني ڪپڙو ۽ ڪلون، ڪشمير مان شالون، ڪيچ مڪران کان مشڪ ۽ عنبر ايندو هو. اولهه وارن ملڪن مان ڪنيزون، شراب، چاندي جا برتن، شيشي جو سامان، هيرا ۽ جواهر ايندا هوا. (خاص ڪري پڪراج) سنڌ مان ڪجهه سوٽي ڪپڙو، تير، تلوارون، نير، ڀالا، هٿ جو ٺهيل سامان، انب، مصري ۽ ليما هن بندر تي ايندا هئا. جتان ٻين ملڪن جا سوداگر غوراب ڀرائي ويندا هئا. جڻڪ هڪ عالمي واپاري مرڪز هو. ڪن محققن لکيو آهي ته هتان تيل، لاک، سڪو ميوو، ڪافور، ڪيسر، ديال، شيشم جو ڪاٺ ۽ چانور به ٻين ملڪن ڏانهن اماڻيا ويندا هئا. علامه اصطخري هتان جي واپارين ڪي البت لويو آهي، مگر ٻئي ڪنهن به نه.

هن شهر جا ماڻهو حسين و جميل ۽ سهڻن خط و خال وارا هئا. ڪپڙي لٽي ۽ کاڌي پيتي جا شوقين هئا. جنهن جو اندازو شيشي جي سامان، چاندي جي ٿانون، نفيس ڪوزن ۽ ڪثرت سان استعمال ٿيل مشڪ ۽ عطردانين مان لڳائي سگهجي ٿو. هن شهر جي آبادي جهان دوست شهرين تي مشتمل هئي.

گلي ۽ ٻين رنگن جي گهڻي استعمال مان اهو نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته ماڻهو نفاست پسند هئا. ساڳئي وقت چيڪي مٽي مان ٺهيل عورتن جا ڍولائتا ۽ سهڻا چهرا ۽ مٿا ظاهر ڪن ٿا ته شهرين ڪي فنونِ لطيفه سان بيحد دلچسپي هئي. علامه مقدسي پنهنجي سفرنامي ۾ لکي ٿو ته ”شهر جا باشندا با سليقه ۽ خوش پوش آهن.“

انهن سيني حقيقتن، قديم آثارن، قلعي جي ديوارن، برجن ۽ محل وقوع کي سامهون رکي، قديم آثارن جي ماهرن، ڊاڪٽر ايف- اي- خان، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ جو اهو پڪو ۽ پختو رايو آهي ته پنڀور ديبل بندر جو ٻيو نالو آهي.

مگر مسٽر ايم- ايڇ- پنوهر ۽ ڪن ٻين مٿي ذڪر ڪيل محققن جو رايو آهي ته پنڀور باربريڪان آهي ۽ نه ديبل. [1]

(١) هن ڪتاب ۾ پنوهر صاحب جي ذڪل مقالي مان ته اهو تاثر ملي ٿو ته پنڀور ۽ ديبل هڪ هئا (م. ع. س)

مون هرڪنهن پراڻي شهر جي ٻاهران سڪل ڍنڍن، تلائن ۽ درياهن جا پيٽ ڏٺا آهن. انهن جي پرپاسي لئي، پبر، ڪجي ۽ ڪبڙ جي وڻن جا جهڳٽا ۽ هڙيون به ڏٺيون آهن. وڻن جا ڪجهه ساوا ۽ ڪجهه سڪل ٿڙ به ڏٺا آهن. ڪن هنڌن تي پراڻن ڊٺل ديوارن جا نشان به ڏٺا آهن، جتي قافلا اچي منزل ڪندا هئا ۽ اتي بازاريون لڳي ويندي هيون، جتي وٽج واپار سان گڏ دلين جا سودا به ٿيندا هئا. ڀنڀور انهن شهرن مان هڪ آهي. ڀنڀور ديبل هجي، ديول هجي، لاهري بندر هجي يا باربريڪان، مگر آهي سسئيءَ جو تڪر. مون هن شهر جو کوٽائي واري دور (1960ع) ۾ به ڀيرا معائنو ڪيو هو. هڪ گهر ۾ رنگ ڪرڻ جا تمام گهڻا ڪونر ڏٺا هئا، جو ٿي شايد محمد ڪتي ۽ رفوگر ۽ رنگريز جو گهر پئي ٿي سگهيو، جيڪو نماٿي، نڌر سسئي (چنڊ) جو گهر هو. سنڌي ادب ۾ ڀنڀور بابت جيترو چيو ويو آهي، اوترو شايد ٿي ڪنهن ٻئي شهر سواءِ ملير جي متعلق چيو ۽ ڳايو ويو هجي. مثال طور:-

| | |
|---|---|
| کهي سا رهي، ٻولي ٻاروچن جي | ( هڪ چوڻي) |
| ڀينر ڀنڀوران، جي ڀڳيون سي ڇٽيون. | (هڪ پهاڪو) |
| ڀنڀور ڪي باهه ڏيڻ. | ( هڪ اصطلاح) |
| برو هو ڀنڀور، اچي آرياڻي اجاريو. | (هڪ بيت جي سٽ) |
| برو سڀ ڀنڀور جو ٻئيءَ هوت نه هليو. | (هڪ بيت جي سٽ) |
| ڀنڀوران ٻه ٿوڪ، ڪن نه نيا پاڻ سين | |
| سڪڻ سپرين ڪي، لاڳاپا سين لوڪ. | (قاضي قاضن.) |

## ماخذ


1. *N.G. Mujamdar Explorations in Sindh.*
2. *Elliot The History of India.*
3. *Abbot Sindh.*
4. *Mumtax Pathan Dr: Arab Kingdon of Al-Mansura.*
5. *F.A. Khan Dr: Bambhore*

6.H.T. Lambrick Sindh-General Introducation.
7. Henry Cousens The Antiquities of Sindh.
8. M.B. Pithawalla Historical Geography of Sindh.
9. AL-Maqousi Muslim World in the 10th Century A.D.

10 علامہ سيد سليمان ندوي    عرب و هند کي تعلقات
١١ قاضي اطهر مبارڪپوري    عرب و هند- عهد رسالت مين
12 ابن بطوطہ    سفرنامه
13 مولائي شيدائي    جنت السنڌ



مون سڏ ٻندي سڏ ڙا، ساٿي سڏ نہ ڏين،
ولهي جي وٿاڻ تي، توڏا نہ تنوارين،
هيڏا هاجا ٿين، ٻَري هن پنڀور ۾.

وڏي وٿ هئا، پاروچا پنڀور ۾،
وڃي ڏور پئا، سانگن پني سپرين.

ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کھڙا پرين،
لڏيو لاڏاٹو ڪيو، پنهنجي ديس وڃن،
پچاٹا پرين، ڪجي بس پنڀور ڪان.
(لطيف.)

# پنپور - تاريخ جي آئيني ۾

احسن جوکيو

جڳن کان سنڌ ڌرتي نہ صرف پنهنجي تهذيب، تمدن، ادب ۽ تاريخ کي ساهہ سان سانديندي آئي آهي، بلڪ آيلن جو آڌر ڀاءُ ڪري انهن جي تهذيب، تمدن، ادب ۽ تاريخ کي بہ جيءَ ۾ جايون ڏيندي رهي آهي. هن ڌرتيءَ جو دسترخوان جهڙو پنهنجن لاءِ وڇايل هو، تهڙو ڀاهرين لاءِ.

سڌريل سنڌ جي مٺن چشمن جي چوس تي ڪيتريون ئي تهذيبون هميشہ لاءِ سنڌوءَ جي چڪڻ چاڙهہ ۽ ڏيڻ ۾ دڀجي رهجي ويون.

اڄ سنڌ سڪڙجي محدود ٿي پيئي آهي؛ پر قديم سنڌ جون سرحدون اتر ۾ ڪشمير تائين، اولهہ ۾ مڪران تائين، ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ ۽ اوڀر ۾ راجپوتانا ۽ جيسلمير جي ريگستان تائين پکڙيل هونديون هيون.

سنڌوءَ جا الڙ ۽ آڇهل، نانگن وارا ور وڪڙ، پوري سنڌ کي سيراب ڪندا هئا.

تاريخ تي نظر ڪبي تہ هتي 380 ق-م ۾ ايرانين جي حڪومت هئي ۽ 237 ق-م ۾ سڪندر اعظم ڪاهي آيو. 323 ق-م ۾ موريا گهراڻي ۽ 190 ق-م ۾ هتي يونانين ۽ باخترين جو زور هو.

320ع ۾ گپت راجائن جو زور هو. 540ع ڌاري راءِ گهراڻو، تنهن بعد برهمڻ گهراڻي راڄ ڪيو. 712ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي، تنهن بعد سومرن، سمن، ارغونن، ترخانن ۽ آخر ۾ گورن (فلنگين) راڄ ڪيو، جنهن لاءِ شاهہ سائينءَ اشارو ڪيو تہ:

”ملاح! تنهنجيءَ مڪڙيءَ اڃي چور چڙهيا.“

پر تنهن هوندي بہ صدين کان وٺي سنڌ جي سيني ۾ دفن ٿيل تاريخي ورثن کي دنيا آڏو پيش ڪرڻ ۾ سنڌن وڏو هٿ رهيو آهي.

ڪيترائي تاريخي ڪوٽ، قلعا، شهر، دڙا، بندر ۽ ٿل سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ کنڊرات جي صورت ۾ ٽڙيا پکڙيا پيا آهن، جن تي اڃا دز چڙهيل

آهي ۽ ڪيترائي آثار زمين جي تهن هيٺ اچي پنهنجو نشان بہ ختم ڪري ويٺا آهن!

تاريخ جا ڇاڻو، ڀارڪو، ڳجهہ جا ڳولائو، ڀاتار مان ماڻڪ ميڙيندڙ، اهو ميچي چڪا آهن تہ سنڌ سپيتا دنيا جي پراڻي ڪان پراڻي تهذيب آهي، جنهن جي ساک هن ڀونءِ جا پراڻا وهڪرا، ڦاٽ، قلعا، ڪوٽ ۽ ڪنڊرات آهن.

هتي اسان موجوده ٺٽي ضلعي جي هڪ قديم بندر ۽ شهر متعلق تاريخي جائزو پيش ڪريون ٿا. اها تاريخي حقيقت آهي تہ ٺٽو، جنهن کي دنيا وارا اسلام جي دروازي جي لقب سان ياد ڪن ٿا، ڪراچي کان جهرڪ تائين، سمنڊ ۽ دريا جي ويرن ۽ لهرن ۾ ڪيتريون ئي قديم تهذيبون دفن آهن، جن جا پتا پار صرف تاريخ جي ورقن تائين يا مقامي ماڻهن جي يادن تائين آهن.

هتي اسان پنڀور، جنهن کي "سسئي پنهون جو شهر"، قديم بندر، تخت گاهہ ۽ ديبل تسليم ڪرڻ متعلق تاريخي حوالا، رپورٽون، محققن جا رايا، مقامي روايتون ۽ چوڻيون پيش ڪري پنڀور جي اصليت ۽ تاريخي حيثيت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

اچو تہ پهريائين سنڌ متعلق لکيل تاريخن جو اڀياس ڪريون: چچ نامہ جي صفحہ 386 تي ' ي تہ بگهاڙ واهہ جي پراڻي پيٽ تائين، نيون يا قديم بستيون بندر جي حيثيت رکن ٿيون سي آهن: ڪراچي، ڪلفٽن، گِذري، واگهو در، ابراهيم حيدري، پنڀور، رتن ڪوٽ، ماڙي مورڙو، ٿنڀين واري مسجد، جاڪي بندر، ڏاراجا، راڻي جو ڪوٽ وغيره.

سنڌ جو مشهور تاريخ نويس ۽ محقق محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ چچ نامي جي تصحيح ڪندي لکي ٿو تہ ڪراچي شهر، بندر 1725 يا 1752 ڌاري وسيو: گذري ۽ ڪلفٽن گهڻو پوءِ جا آباد ٿيل آهن ۽ پنڀور قديم بستي آهي.

پنڀور کان 10-11 ميل ڏکڻ اولهہ ۾ ديهہ ڪيراٽي تعلقو ساڪرو ۾ ساموندي ڇولين ۾ ديبل ڪجهہ آثار ملن ٿا. مقامي ماڻهو "ماڙي مورڙو" چون ٿا ۽ مسٽر ڪارٽر ان کي ديبل قرار ڏئي ٿو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيق موجب پاڻ 1952ع ۾ ڏاراج، جاڪي بندر ۽ راڻي ڪوٽ جا ڪنڊر ڀهارن جي شهر کان تقريباً 5-6 ميل اولهہ ۾

بگهاڙ جي قديم پيناري جي اولهہ اتر ۾ خود ڏنا هئا. جنهن جي تصديق هن تاريخ معصومي صفحہ 116ع ۾ ڪئي آهي.

پنيور، جنهن جو نالو بطليموس پنهنجي تاريخ ۾ ”باربائيڪ“ ڏنو آهي ۽ تحفةالڪرام موجب ”راجا پنيوراء“ جو جوڙايل آهي.

تاريخ طاهري (فارسي ايڊيشن) جي صفحہ 40 تي آهي تہ ”پنيور، سنڌ جو قديم بندر پٽالا کان سمنڊ ڏانهن ويندڙ رستي تي گهاري کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي هو. هت سنڌونديءَ جي ٻيڙين جو مال ساموندي غوارين ۾ پريو ويندو هو ۽ واپارين کي مال تي محصول پرٿو پوندو هو. هتان چين جو ريشم، سوٽي ململ، نير ۽ خوشبودار مصالا مصر ۽ مغربي دنيا ڏانهن ويندا هئا. پڙوچ ۽ چيمور ڪنيات جي نار تي ۽ پنيور سنڌ ۾ نير جي واپار ڪري مشهور هئا. محمد بن قاسم هتي چانوٽي هنئي هئي. عيسوي 2 صدي تائين پاري ننگر وانگر پنيور جو اوج هو. سنہ 171هہ (782ع) ڌاري هارون الرشيد جي زماني ۾ زلزلي ڪري گهارو سڪي ويو ۽ بندر ويران ٿي ويو“

ساڳيءَ ريت تحفةالڪرام ۾ صفحہ 31 تي پنيور جي بربادي‌ءَ جو ذڪر هن ريت آهي:

”علي بن عيسيٰ بن باهان عباسي گورنر جي وقت ۾ سنڌ ۾ (ساڪروه) ساڪرو جي سرزمين ۾ ٽرڙيءَ جو مضبوط قلعو، بڪار جو شهر، ۽ اولهہ طرف جون ٻيون حدون شيخ ابوتراب جي هٿان فتح ٿيون. شيخ ابوتراب جي گنبذ تي سنہ 171 هہ لکيل آهي. پنيور جو شهر ويران ٿي رهيو هو ۽ ماڻهو ٻين هنڌن ڏانهن لڏي رهيا هئا.“

شيخ ابوتراب جي مزار کان، پنيور جي ڏکڻ اوڀر طرف دريائي وهڪرن جا نشان اڄ بہ ملن ٿا. ان مان اهو اندازو آهي تہ 171هہ تائين پنيور جو شهر بهاريءَ ۾ هو. جڏهن تہ عربن جي فتح 93 هہ ۾ ٿي آهي.

تاريخ دان، سياح، محقق پنهنجي پنهنجي راءِ قائم ڪندي ”ديول“ کي ٺٽي کان ڪراچيءَ تائين ”سمنڊ جي ڪنارن تي واقع“ ٻڌائيندا آهن. تاريخ جي مطالع مان معلوم ٿئي ٿو تہ پوين، اڳين تاريخن تان مدد ورتي آهي تہ آيل سياحن مقامي روايتن يا پنهنجي سوچ سمجهہ موجب تاريخي ۽ جاگرافيائي حدبنديون ڪيون آهن.

سورهين صديءَ ۾ پورچوگيزن لاهري کي ”ديوئل“ ديويلنڊ ۽ لاڙي بندر سڏيو آهي.

ابوالفضل آئين اڪبريءَ ۾ ٺٽہ کي ديبل سڏيو آهي. ايليٽ ڪراچيءَ کي ديبل سڏي ٿو.

تحفةالڪرام ۾ مير علي شير قانع پير پٺي کي ديبل سڏيو آهي ۽ شيخ حسن کي ديبلي ڪري لکيو آهي. (2) جنت السنڌ ۾ مولائي شيدائي ص 63 تي پير پٺي وٽ ديبل جو هئڻ ٻڌائي ٿو. پر مولائي شيدائي وري صفحہ 24 تي لکي ٿو تہ ”پنيور سنڌ جو قديم بندر گاهہ هو، جتان سنڌونديءَ جي جهازن جو سامان سامونڊي غورابن ۾ چڙهندو هو.“

مسعودي جي بيان موجب ”ديبل“ سمنڊ کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي هو. بشاري (375هہ) ديبل جي چوگرد هڪ سؤ ڳوٺ ٻڌائي ٿو، جڏهن تہ مقدسي جي چوڻ موجب 171هہ ۾ ناس ٿي ويو.

جنرل هيگ ”انڊس ڊيلٽا ڪنٽري“ ۾ سنڌوندي کان اولهہ طرف ٻڌائي ٿو.

ابن بطوطہ 734هہ ۾ سنڌ ۾ آيو هو. هو لاهري بندر جي وجود کي تسليم ڪري ٿو.

مير علي شير قانع تحفةالڪرام لکڻ وقت، چچ نامي، معصومي، طاهري، بينگلارنامه ۽ ترخان نامه کي ماخذ بنائي تحقيق ڪئي آهي. هو صاحب هڪ طرف پير پٺي کي ديبل سڏي ٿو تہ وري صحفي 623 تي لاهري بندر کي ديول سڏي ٿو.

مشهور عرب مورخ ۽ جاگرافي دان بلاذري فتوح البلدان جي صفحہ 438 ۽ ياقوت المشترڪ صفحہ 102 ۽ معجم البلدان ۾ ”الديبل“ جي عنوان سان ”خورالديبل“ سڏيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تاريخ معصومي جي ايڊٽ ڪندي لکي ٿو تہ بلاذري خورالديبل جو ذڪر ڪيو آهي ۽ هينري ايليٽ ان آذار تي ئي ڪراچيءَ کي ديبل سڏي ٿو.

خورالديبل جي معنيٰ ”ديبل جي ڪاري.“

ڪراچيءَ کان ڏاراج تائين 3 ڪاريون آهن. گذري ڪاري، ڪدڙو ڪاري، گهارو ڪاري. ”انڊس ڊيلٽا ڪنٽري“ جي صفحہ 42 تي آهي تہ ”گهارو جي

ڪاريءَ جي ڪناري تي ڀنڀور واقع آهي."
ايليٽ ۽ ڪننگهام ڀنڀور جي ڪنڊرات کي قدامت جي لحاظ کان سڪندر جي زماني جو "باربريڪان بندر" سڏيو آهي.
هينري ڪزنس ان شهر کي "قديم بندر" سڏيو آهي.
تاريخ طاهري فارسي صفحه 281 تي هي الفاظ آهن:
"از روي شواهد تاريخي و آثار قديم تودهاي بنبهور ڪه. تقريباً 35 ميل در جنوب غرق روي ڪراچي واقع است اطلال ديبل است."
فتح نامه سنڌ ۾ آهي ته جن ٻڌ مذهب جي مندرن جو ذڪر آهي، اهي بت 40 گز ڊگها هئا. هيءُ حوالو به ڀنڀور جي ڪنڊرات جي تصديق لاءِ ڪافي آهي، جيڪو هڪ مٿاهين هنڌ تي واقع آهي.
ڀنڀور کي ديبل قرار ڏيڻ لاءِ مرزا قليچ بيگ "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" جي ص 94 تي لکي ٿو ته "هي جهونو شهر ۽ بندر گهاري جي ڪناري تي آهي. شڪ ناهي ته سڪندر بادشاهه جي زماني ۾ هيءُ بندر هو ۽ شايد ديبل به اتي هو."
ڀنڀور کي ديبل قرار ڏيڻ جي وڏيڪ تصديق محڪمه آثار قديمه وارن جي سروي رپورٽ ڪئي آهي. محڪمه آثار قديمه وارن 1920، 1930، 1951 ۽ 1958 جي مختلف کوجنائن، کوٽائين ۽ تحقيق بعد روزانه ڊان ڪراچي ۾ "ڀنڀور جا ڪنڊرات، قديم ديبل بندر" جي عنوان سان هڪ مضمون شايع ٿيو. هن رپورٽ موجب ڀنڀور کي ديبل قرار ڏنو ويو.
ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان عربن جي دور جون متعدد شيون مليون آهن. بلڪ ڪي اهڙا سڪا ۽ اوزار به مليا آهن، جيڪي اسلام کان اڳ واري دور جا معلوم ٿين ٿا. عربن جي دور جون شيون جن ۾ خليفه هشام بن عبدالملڪ جو هڪ سڪو آهي. خليفه هشام جو عهد 724-743ع آهي. محمد بن قاسم ديبل 712ع ۾ فتح ڪيو. صرف 12 سال بعد خليفه هشام جي ڏينهن ۾ ديبل سنڌ ۾ عربي دور حڪومت جو خاص مرڪز هو.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ته "تي سگهي ٿو ته وڏيڪ کوٽائي سان منصور بن جمهور جو سڪو ملي وڃي، جو 4 سال پوءِ حڪومت تي وينو."
فتح نامه (فارسي) ص116 ۾ چاٽايل آهي ته سنڌ جي حدن ۾ محمد بن

قاسم ديبل فتح ڪيو ۽ تنهن کان پوءِ نيرون ڪوٽ ويو. ديبل کان نيرون ڪوٽ 25 فرسنگ يعني تقريباً 75 ميل پري هو. جيڪڏهن ڀنڀور ۽ حيدرآباد جو مفاصلو شمار ڪجي ٿو تہ تقريباً 75 ميل ٿيو وڃي. انهيءَ ڪري اهو فيصلو ڏيئي سگهجي ٿو تہ ڀنڀور ئي اصل ديبل آهي، جنهن کي محمد بن قاسم 712ع ۾ فتح ڪيو هو.

مشهور محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تحقيق موجب ڪراچي کان ٺٽي تائين سمنڊ جي ڪپرن تي ڀنڀور کان سواءِ ڪوبہ ٻيو هنڌ ٿي نٿو سگهي، جنهن کي ديبل قرار ڏجي.

پاڻ "ممڪن محل وقوع ديبل" جي عنوان سان تحقيقي مضمون ۾ انهن سيني روايتن کي غلط قرار ڏئي ٿو تہ ٺٽو، لاهري يا ڪراچي وغيره ديبل بندر ٿي نٿا سگهن ٿا. ڪراچي بندر 1752ع وجود ۾ آيو تہ ٺٽو، گهارو سير ۽ درياهي نالن کان پرينءَ پر ۾ هو. لاهري بندر لاءِ تاريخ دانن جي تفصيل موجب 10 صديءَ تائين آباد هو. ان لاءِ ابو ريحان البيروني ۽ ابن بطوطہ جا بيان ثبوت لاءِ ڪافي آهن.

ڀنڀور کي ديبل قرار ڏيڻ جو وڏيڪ ثبوت ۽ تصديق محڪمہ آثار قديمہ جي رپورٽ آهي، جيڪا حڪومت طرفان شايع ٿي آهي.

ڊاڪٽر ايف- اي- خان، جنهن ڀنڀور متعلق رپورٽ شايع ڪئي آهي، لکي ٿو تہ:

ڀنڀور گهارو ڪاريءَ جي اترئين ڪپ تي واقع آهي. ڀنڀور جي کوٽائي باقاعده 1958ع ۾ ڪئي ويئي. جيئن جيئن پراڻيءَ بستيءَ ۾ ديبل تهذيب تان دز لهندي ويئي، تيئن انهيءَ شهر ۽ بندر جي قدامت جي پڪ ٿيندي وئي آهي." هن جي چوڻ موجب اتر اوڀر طرف جيڪا ڍنڍ آهي، اهو سنڌو جو پراڻو نالو آهي.

اڳتي هلي رپورٽ ۾ لکي ٿو تہ: "ماهر ارضيات، محقق ۽ تاريخدان ان ڳالهہ تي متفق ٿيا آهن تہ ڀنڀور ئي "ديبل" آهي، جنهن کي محمد بن قاسم 712ع ۾ فتح ڪيو هو ۽ اهو ئي برصغير ۾ اسلام جي پهرينءَ فتح جو مرڪز هو. محمد بن قاسم حب ندي پار ڪري، راجا ڏاهر تي حملو ڪيو هو ۽ ديبل جي پر ۾ اچي ڏاهو ڪيائون."

اها خوشيءَ جي ڳالهہ آهي تہ عربي سمنڊ جي ڪناري تي اهو ڀهريون پيرو هو، جو لڪل خزانو هٿ ڪيو ويو آهي ۽ پراڻي ڪان پراڻي تهذيب جو پتو پيو آهي. سنڌ، مڪران، ديبل مان لنگهيو هو، تڏهن اتي راءِ گهراڻي جي حڪومت هئي. اهو ياد رکڻ گهرجي تہ مڪران طبريءَ جي بيان موجب جڏهن هو پاڻ جيڪو چچ جي حڪومت ۾ هو، اهو عربن (44هہ) ۾ فتح ڪيو ۽ ديبل تي ڀهريون حملو تہ ان کان گهٽو اڳ ٿيو هو.

سڪا حڪومت جي تهذيب، ثقافت، تمدن ۽ ان جي قدامت کي وڌيڪ تاريخي حيثيت ڏيندا آهن.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان بي انداز سڪا، حڪومت جا مختلف دور ڏنا ويا آهن. وڏيءَ محنت بعد گهڻن سڪن تي لکيل حرف ۽ سن پڙهي سگهجن ٿا. گهڻا سڪا اسلامي دور جا، 847،842،624ع جا آهن، عربي دور جي سڪن ۾ ڪوفي زبان ۾ بسم الله لکيل آهي. ڪي سڪا اسلامي دور کان اڳ جا آهن. هڪ ٻن سڪن تي 622ع/ 32هہ لکيل آهي ۽ ڪي اهڙا بہ سڪا مليا آهن، جن جي خطي هئيت ڏاڍي مشڪل ٿي محسوس ٿئي.

ڊاڪٽر ايف- اي- خان جي رپورٽ ۾ آهي تہ ڀنڀور مان مليل سڪا گهڻو ڪري اسلامي دور کي اجاگر ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيا آهن ۽ سونا سڪا سٺين حالتن ۾ مليا آهن.

سڀ کان اهم تصديق جامع مسجد جي دريافت ٿيڻ سان ملي آهي. مسجد تي ڪوفي خط ۾ 109هہ (737ع) سنہ لکيل آهي.

برصغير ۾ مسلمان دور جي هيءَ ڀهرين مسجد آهي، جيڪا ڀنڀور جي کوٽائيءَ دوران ظاهر ٿي آهي، جنهن مان تحفةالڪرام موجب "محمد بن قاسم ديول بندر فتح ڪري اتي مسجد جي بنياد رکڻ جو حڪم ڏنو." صفحہ 31

محڪمہ قديم آثار قديمہ جي رپورٽ تحت، "ديبل بندر" "ڀنڀور" کي ٺي قرار ڏنو ويو آهي.

مٿين تاريخي حوالن، سياحن جي رپورٽن، قديم آثارن جي تحقيقي رپورٽن موجب اهو ٺي چئي سگهجي ٿو تہ ديبل بندر ڀنڀور جي بستيءَ ۾ آباد هو. سيني تاريخ نويسن هن وقت تائين جو ڪجهہ ڀنڀور يا ديبل متعلق لکيو آهي، اهي سڀ ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان ڀنڀور ۽ ديبل جون نسبتون گهٽ

يا وڌ ملائيندا رهيا آهن.

سچ پچ تاريخ جو ڪم ڪٺن به آهي ته مشڪل ۽ تفتيش طلب. ٻه. سي- ڪي- نارڊ جي چوڻ موجب: "تاريخ جو ڪم اڃا ختم ڪونهي ٿيو. هيءُ هڪ وڏو پٿر آهي، جيڪو جبل تي اسان ڌڪي ڪٽي ويا آهيون. جيئن ئي اسان ان کي ڇڏينداسين ته ان جو بار اسان کي سيني تي لڳندو. جيئن اسان آرام ڪنداسين اهو اسان جا مٿا پيچي ڇڏيندو' تاريخ جو ڪم ڪٺن پر نه ختم ٿيندڙ عمل آهي."

اسان هن وقت تائين تاريخي حوالي، محققن جي راين ۽ قديم آثار وارن جي رپورٽن جو جائزو وٺي اهو ثابت ڪيو آهي ته "پنڀور" ۽ "ديبل" هڪ ئي هنڌ اباد هئا. مگر بقول ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: عام فهم توڙي سائنسي، پنهي جي تقاضا اهائي آهي ته اسين ڪنهن خيال جي اصليت ۽ بنياد کي سڀ کان اول ان جي معاشري ۾ ڳوليون جنهن ۾ اهو پيدا ٿيو آهي ۽ وڌيو ويجهيو آهي ۽ ڪنهن به يادگار يا اڏاوت جي بيخ و بنياد کي انهيءَ ملڪ ۾ تلاش ڪريون جنهن ۾ اهو واقع آهي.

پنڀور مقامي ماڻهن، مقامي روايتن ۽ جاگرافيائي حالتن سان ڪيتري قدر وابسته آهي يا رهيو آهي، اچو ته انهن جو مختصر جائزو وٺون:

1- پنڀور کي عام ماڻهو "پنڀور"، "سسئي پنهونءَ جو شهر" چئي سڃاڻپ ڪرائيندا آهن. اها روايت، مقامي ماڻهن بلڪ ٿي جي عام فهم ماڻهن واتان ٻڌبي رهبي آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جڏهن سسئي پنهونءَ جو قصو ان شهر سان وابسته ٿيڻ متعلق ٻڌو، تڏهن پنهنجي ڪلام ۾ پنڀور کي مختلف حقيقي ۽ مجازي معنائن ۾ استعمال ڪيو اٿس. "پلو سڀ پنڀور"، "برو هو پنڀور." "پنڀوران پاهران نڪري"، "ڏيان باهه پنڀور کي"، "منهنجو ڪچاڙو پينر هن پنڀور ۾" وغيره وغيره چوندو رهيو.

لطيف ڪٿي به ديبل جو ذڪر نه ڪيو آهي. شاهه سائين، سسئي پنهون، پنڀور، هاڙهو، حب، ڪيچ، مڪران، ونڌر، ملير وغيره آلاپيندو رهيو. شاهه سائين جي سڄڻ سارن پنجن سرن ۾ سسئيءَ جي سورن ۽ پنڀور کان بيزاريءَ جو ذڪر زبان زد عام آهي.

2- عام روايت آهي تہ پنيور جي اولهہ اتر ۾ "سسئي پنهونءَ" جو باغ آهي. ان باغ ۾ کجين جي جهمٽن ۽ ٻين انيڪ وڻن متعلق مقامي ماڻهو عام طور "محمد بن قاسم" جي فوج جي خيمن کوڙڻ جي روايت بيان ڪندا رهن ٿا.

3- پنيور جي ڀر ۾ داٻيجي اهو مقام ٻڌايو وڃي ٿو جتي محمد بن قاسم ديبل فتح ڪرڻ وقت اچي داٻو ڪيو هو.

4- مقامي ماڻهو پنيور جي معنيٰ "پيچ پور" ٻڌائين ٿا. ڌارين جي حملي وقت هن شهر جو درو ديوار ڪوٽ ۽ نين ڪي مسمار زبون ۽ پيچي پور ڪيو ويو هو.

5- اها بہ عام روايت آهي تہ محمد بن قاسم ديبل فتح ڪري، پوءِ نيرون ڪوٽ روانو ٿيو ۽ جهمپير وارو رستو ڏيئي اتي پهتو هجي. اهو پراڻو رستو، کوٽڙيءَ کان باران نئن ٽپي، جهمپير ڪراس ڪري هاليجي پهچندو هو. هن رستي جا نشان اڄ بہ ڪٿي ڪٿي ملن ٿا.

6- اها بہ روايت آهي تہ شهر جو نالو پنيور هو ۽ ديول بت ڪي چوندا هئا. جنهن جي ڪري بندر کي ديول بندر جو نالو ڏنائون.

7- پنيور ٻڙي کان سر ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر جي ڪنڊ تي نظر ڪبي تہ ساموندي ڊٻون، نالن، وهڪرن ۽ ڦاٽن جا نشان ميلن جا ميل ديهہ ليراٽي، تلي، پليجاڻي، ترابي، گجو لتاڙي اڪتي وڌندا رهن ٿا. واٽ تي شيخ تراب "171هہ" جو مقبرو ڏسجي ٿو. گمان غالب آهي تہ جڏهن پنيور بهاريءَ تي هو، تڏهن اهو سمورو حصو زير آب هجي. صرف ساموندي ڪنارو انهيءَ هنڌ معلوم ٿئي ٿو، جتي قديم سنڌ جي حڪمرانن بندر يا شهر ٺهرايو هجي. (؟)

ان روايت جي وڌيڪ تصديق آئينہ قديم سنڌ ۾ شمس الدين قريشي صاحب صفحہ 172 تي ڪري ٿو تہ شهدادپور کان پوءِ هن درياءَ جا نشان سد سدورن واريءَ تباهيءَ ۽ ٽنڊي محمد خان جي اوڀر پاسي جوڻ واري ڪنڊرات کان ٿيندا ٺٽي شهر جي ڏکڻ اوڀر ۾ مڪليءَ واري ڪلان ڪوٽ واري ڪنڊ وٽان نڪرندا، ميرپور ساڪري تعلقہ جي اتر ۾ پنيور جي ڀر کان لنگهن ٿا وغيره.

8- روايت آهي تہ ڪراچيءَ وارو سمنڊ گذريءَ کان گهاري جي ڪاريءَ تائين وهندو هو ۽ ٻيڙيون ڪراچيءَ کان گذري لنگهي، گهاري ڪاريءَ تائين

ايندڙيون هيون ۽ پنيور جي بندر تي لنگر هٺي سامان ڪٽنديون هيون.

اهڙي تصديق پيرو مل مهرچند آڏواڻي پنهنجي جهوني ڪتاب "سنڌ جو سيلاني" (ياڳو پهريون جيڪو 1923ع ۾ ڇپيو) ۾ ڪئي آهي. لکي ٿو تہ "پيڙيون ڪراچيءَ کان گهاري ڪاريءَ تائين اچن وڃن ٿيون ۽ منهوڙي جي ڦرندڙ بتيءَ جو دونهون بہ هن پاسي پيو پوي. هيءُ اڳتي وڏو بندر هو، پوءِ ديول يا ڪو پيو."

9- پنيور جو نالو "پنيرا" قوم تان پيو آهي، جيڪا قوم اڄ بہ ساموئيءَ جي لڳ آباد آهي. اها تصديق ويتر "آثار قديم سنڌ" مان بہ ملي ٿي.

10- ماستر محمد عرس سمون مضمون "سسئي ۽ واٽ" ماهنامہ نئين زندگي سال 1954، 1955ع ۾ اها روايت ڏني آهي تہ عرب جبل جا رهاڪو هئا، ان ڪري هنن جابلو رستو پسند ڪيو. مڪران فتح ڪري، بعد ۾ پنيور پهتا، مڪران، پنيور، سيوهڻ، نيرون ڪوٽ تاڪرو علائقا آهن.

سسئي پنهون پنهي جي نسبت مڪران، سيوهڻ ۽ پنيور سان آهي.

هن کان اڳ صرف اهو ٻڌايو ويندو هو تہ سسئي، برهمڻ زادي ٻانڀڻ واهہ جي ڪناري تي رهندڙ هندو گهر جائي. بدسوڻ سمجهي دريا داخل ٿي. پنيور کان نڪتي، ڪنهن ڌوٻي پالي. پنهون وڻج واپار لاءِ آيو، اکين چڪن ٿيو؛ اڪيون چار ٿيون، شادي ٿي. ٿوري وقت ۾ ڏيرن ڏهاڳ ڏنس، ڏاچا ڪيڙا ڪري؛ ڪنين ڪينر پائي، پنهونءَ پويان نڪتي. پنيور کي ٻاهہ ڏيئي، گهوريو ڪري؛ هيڪلي هاڙهي پهتي وغيره.

پر افسوس سان چوڻو پوي ٿو تہ پنيور جي تاريخي حقيقت، معنوي اهميت، قدامت، مهڪ ۽ مدني حيثيت لاءِ اسان جا عالم اڄ ڏينهن تائين فيصلو ڪري نہ سگهيا آهن. پنيور جي ڪوتائي جو ڪم رڪجي ويو آهي، پر هيستائين جو بہ ڪجهہ پنيور اوڳاري ٻاهر ڪڍيو آهي، اهو بہ عام ماڻهن جي نظرن کان اوجهل ڪيو ويو آهي. ڪيترن ئي اديبن ۽ دوستن، مضمون ۽ مقالا لکيا آهن، مگر اڃا ڪنهن بہ هڪ راءِ تي اسان جا محقق متفق نہ ٿيا آهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪيرون لهڻيون جنهن پنيور جي کوٽائيءَ کان گهڻو اڳ ثابت ڪيو تہ ديبل ۽ پنيور هڪ ئي جاءِ واقع هئا ۽ هن محڪمئہ آثار قديمہ وارن جو توجہ هن طرف ڇڪايو.

## مددي ڪتاب

1- علي ڪوفي: چچ نامو (فارسي) تصحيح ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.
2- سيد طاهر محمد نسياني: تاريخ طاهري (فارسي)، تصحيح ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد.
3- مير علي شير قانع: تحفتہ الڪرام (سنڌي) مترجم مخدوم امير احمد سنڌي ادبي بورڊ.
4- مير معصوم بکري: تاريخ معصومي، تصحيح ڊاڪٽر بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ.
5- مولائي شيدائي: جنت السنڌ، سنڌي ادبي بورڊ حيدراباد 1957ع.
6- ماستر محمد عرس سمون: "سسئي ۽ واٽ" نئين زندگي 1954.
7- شمس الدين قريشي: آئينہ قديم سنڌ، 1954.
8- ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي: "سنڌ جو سيلاني" 1923ع.
9- مرزا قليچ بيگ: قديم سنڌ - ان جا شهر ۽ ماڻهو.
10- ڊاڪٽر ايف- اي - خان: ڀنڀور، محڪمہ آثار قديمہ 1960ع.
11- ڊاڪٽر غلام علي الانا: "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" 1977.



ڀنڀورا اُجاڙ، سرتيون! سکر ڀانئيان،
مون سين تہ پهاڙ، ڏکا هڏ نہ ڏورئو.

ڪيچان آيو قافلو، ڪٽي عطر عنبر،
تهين جي تاثير، واسيو شهر ڀنڀور کي.
(سچل.)

# ديبل جي ڳولها

## ولي محمد طاهر زادو

هڪڙي ڏيهاڙي شهر جي دڪاندار کان اجرڪ ونڻ ويس، ججهائي نمونا ڏيکاريائين: حاشين واري اجرڪ، قلبيءَ تي اجرڪ، ڪَڪَر واري اجرڪ ۽ دهلي اجرڪ.

دهلي اجرڪ ڏسي مون دڪاندار کان پڇيو تہ هن تي دهليءَ جو پور نيبل يا چُريل ئي ڪونهي رڳو ڦاڪن سان گول چڪرو آهي، ان کي 'دهلي' ڪيئن تو ڪوٺين؟ چيائين سائين هن چُرَ کي ماٿهو گهڻن ئي نالن سان تا سڏين. خاص ڪري عورتون پڇن ٿيون: ڏابلي اجرڪ، ڏيبلي اجرڪ وغيره آهي؟ اسان اهائي کين ڏيکاريون تا. "ڏيبلي" لفظ منهنجو ڌيان ڇڪايو- هن کان پڇيم اهو پور اصل ڪٿي جو آهي؟ چيائين نهي هتي ئو، پر آهي ڪنهن پرانهين ديس جو. مون دل ۾ چيو لاشڪ تہ اهو ديولي يا ديبلي لفظ ڪثرت استعمال ڪري پنهنجي جاءِ تان هٽي چڪو آهي. هاڻي هلجي، هلي "ديبل" جي پچا ڳاڇا ڪجي.

ديبل جي تانگهہ ۾ ٺٽي ننگر ۾ پنهنجي عزيز محمد اسماعيل [1] سان وڃي مليس. عليڪ سليڪ بعد حال احوال ڪياسين. چيائين سباڻي پير پٺي تي، پرينءَ پنيور جا ياٽا هلي پيٺينداسين. ماٺهن جو انهن بنهي هنڌن مان هڪ تي گمان آهي.

صبحَ پنيرڪي جو پير پٺي پهتاسين. هن سمجهايو تہ هي تہ- قبائين مسجد محمد بن قاسم جي جوڙايل تا چون- هن بيٺل مناري مان دشمن جي لشڪر جي چُر پُر جي ڪَل وٺندا هئا. ٿورو ڏڪڻ- اپرندي ٽَڪريءَ جي دامن ۾ ڪنهن پراڻي ڪوٽ يا ڪنهن سراءِ جا اهڃاڻ سرن جي ڍير جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ پئي آيا. چيائين تہ اهو ئي مندر هو جنهن جي چوٽيءَ واري

---

(١) محمد اسماعيل رٽائرڊ سپروائيزنگ تپيدار حال حيات آهي. ٺٽي ضلعي جي تواريخ ۽ جاگرافي جو وڏو ڄاڻو آهي.

جهنڊي کي عربن منجنيقن سان ڪيرائي طلسم ٽوڙيو هو. ڳالهيون گهٽيئي ٻڌايائين پر پنهنجي ڪابہ راءِ ڏئي نہ سگهيو ۽ چپ رهيو. مون کي خاص اهڃاڻ دل سان ڪين لڳا ۽ موتي ننگر آياسين.

ٻئي ڏينهن، ڀنڀور ڀيٽڻ ڪاڻ پيادا گهاري شهر کان گس ورتو سين.

”واڻ وندر جي وڻ بہ ڏسندا- ڇون ٿيون ڪريو پنڌ پيرا پيرا.“

رمندا، رڙهندا ۽ رهلا ڪندا اچي ڀڙي ڀيڙا ٿياسين.

آرڪيالاجيءَ وارن في الحال ڀنڀور کي ’بن بهار‘ بنائي رکيو آهي. ڪٿين وَڻون سينگاري سليقي سان رکيون اٿن. ڀڙي جي ٻُنيي تي ٿياسين. ٻنهي پاسين. اول ڪُونرن جن قطارون متيءَ ۾ اُپا ڪِريون لَتيل ڏٺيون سون. هن ڇيو تہ هي شهر ڪتين ۽ ڌوٻين ۽ نيروٽين جي ڪاريگريءَ جو وڏو مرڪز هو. سنگتيءَ ڇيو تہ انهيءَ زماني ۾ جڏهن ڀنڀور اوج تي هو تہ هن جهڙو شهر ۽ هن جيترو واپار، هن لاڙ واري ڀاڱي توڙي ٻيو ڪٿي ڪونہ تي هليو- گهڻن نيروٽين جي هٽ رهڻ جو ڪارڻ اهو ٻڻ هجي جو لاڙ جا ماڻهو مالوندا پئي رهيا آهن. ڀاڳين کي نيرو، مائو ۽ ڪارو رڱيل ڪپڙو پسند ايندو هو، جو انهن رنگن جو ڪري گريا ميراڻ ڀڌري ڏسڻ ۾ ڪانہ ايندي هئي.

مون ڇيو مانس تہ ائين بہ هجي پر هنن ڪُونرن (ڪونارن) مان ڪي تواريخي اوسانُ ٻڌا اچن- لاشڪ تہ هتي ئي ديبل جو مکيہ شهر هو. آءُ سمجهان ٿو تہ جڏهن محمد بن قاسم هن شهر کي فتح ڪيو هوندو تہ شهر ۾ لشڪر جي آسائش ۽ رهائش جا بہ ڪي انتظام ڪيا هوندائين. اسلامي تهذيب پکيڙڻ ۽ قائم ڪرڻ لاءِ ڪاريگر، معلم، ڪاسبي ڪاشتڪار وغيره پنهنجي ئي ملڪ مان گهرائي ڪَنا ڪيا هوندائين- هتي جي نيروٽين جو لاڳاپو يمن جي نيروين سان خاص هو يا اِهي اُتائين گهرايل هئا، جن جي پونيرن ڀنڀور ۾ سدائين واسطي بينڪ ڪئي هجي. اهو هن ڪري، جو هڪ لڳا حضرت عمر مسجد ۾ خطبو ڏئي رهيو هو ۽ ڪيس هڪ ڊگهو چوغو پيل هو- اهو چوغو يا ڪُڙتو ٻن يمني چادرين مان سبايل هو. هڪ صحابيءَ خطبي هلندي حضرت عمر کان پڇيو تہ: خليفا صاحب! هيءُ جو ڪڙتو توهان کي پهريل آهي. سو تہ توهان جي ڊيل ۽ قد جي مناسبت سان هڪ چادر مان تہ ڪونہ جُڙيو هوندو؟ اسان مان هرهڪ کي بيت المال مان هڪ هڪ چادر

ورچ ۾ ملي آهي.؟ حضرت عمر چيو تہ تون سچ ٿو چوين. هيءُ ٻن چادرن مان ٺهيل آهي. هڪ وڏيڪ چادر مون پنهنجي پٽ عبدالله کان گهري ورتي هئي، جنهن خوشيءَ سان ڏني، اجهو هُو ويٺو آهي، کانئس پڇي تسلي ڪر.

اهو ڪُڙتو گول چڪرائين پور مٿان نيري رڱ جي ٺپي سان جُريل هو، عربيءَ ۾ نيري رنگ کي ازرق چون ٿا. تنهن ڪري اهڙين يمني چادرن کي مخفف ۾ 'ازرق' چيو ويندو هو. اسان ان کي لهجو بدلائي اجرڪ ٿا چئون. منهنجو مقصد آهي تہ "اجرڪ" ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ ديبل جو تواريخي تصور موجود آهي. سو هينءَ تہ جڏهن ديبل ۾ يمني ڪاريگر گهٽي انداز ۾ آيا تہ انهن نيري رڱاوت، جُرَ ۽ پور سان جيڪا چادر تيار ڪري، سنڌ جي رڱاوت جي هنر کي هَٿي ڏني تہ اتيئي ڪن سنڌي ڪاريگرن هَنجر (رڱ کي پڪي ڪرڻ وارو مسالو) سان نيري رڱ ٻران ٻاڙهو رنگ ڪپڙي مٿان چاڙهي ازرق کي پنهنجو نالو اجرڪ ڏئي ڇڏيو- شاهہ سائين چيو آهي تہ.

رَڇي جي ريتا ٿيا، ڪين اوڀاتجن اوءِ،
ڪُنبِ ڪاري نہ ان کي جو 'هالاري' هوءِ،
توڙي ڏوبي ڌوءِ، تا لالائي ان جي نہ لهي.

هالاري لاڙ جي ان ڀاڱي کي چئبو هو جنهن ۾ پنيور، سونڊن، جهرڪن، ٺٽي محمد خان، ماتلي، بلڙي، ٻنورو ۽ سجاول وارو قطع الارض اچي ٿي ويو.

توهان عجب ۾ هوندو تہ ڳالهہ کهڙي ٿي ڪئي وڃي. ديبل جي يا پنيور جي. سائين، ٿورو سانت ڪندا سمورو سُر سمجهڻ ۾ اچي ويندو.

تواريخون لکن ٿيون تہ سنڌ تي عربن هڪ هزار ورهيہ حڪومت ڪئي. پهرين صدي پوري ٿيڻ تي ديبل تي ڦهاري ڪوپ ڪِريو. ان ڀُون ڪنپ (زلزلہ) ديبل کي دٻي ڇڏيو- ڪي مئا ڪي بچيا، ڪي رُنا تہ ڪي ڀُليا. ڪي ڪيڏانهن تہ ڪي ڪيڏانهن ويا؛ ديبل اونداهہ اندوڪار ٿي ويو. عباسي خليفن جي دور ۾ ديبل زمين دوز ٿي چڪو هو. ان دور ۾ ڪو پتو ڪونہ ٿو ملي. جي ڪتي ديبل بابت قيل مقال هلندي هئي تہ ماٺهو چوندا هئا تہ ديبل "ڀنياڙ" يا "ڀُون- ڀوڙ" ٿي ويو، يعني زلزلي هيٺ اچي ويو. انهيءَ ڀُون- ڀور

ڪي حب الوطنيءَ جي جذبي هيٺ سِڪ ۽ چِڪ سان پنهنجن وري اچي آباد ڪيو.[1]

ڇهُل پهل ٿي، رونق لڳي، 'اڏاوتون' عمارتون آڏيون بازاريون بنجي ويون نئون نالو "يون- پور شهر" متس پئجي ويو. صدي اڌ گذرڻ بعد عوامي زبان "پون- پور" کي پنيور ڪوٺيو- اهو پنيور نہ تہ راجا پنيوراءُ جي راڄڌاني هئي، نڪي بن بهار جي بگڙيل صورت هئي. ٿوري گهٽين ڏيهاڙي پنيور، ديبل جون سڪون لاهڻ لڳو. رڳائي ڄرَ جو ڪم اوج تي اچي ويو.

ديبل يا پنيور مِٺي پاڻي جي وهڪري ڪان سواءِ ڪهڙي ريت آباد رهيا هوندا؟ جڏهن وڏا وڏا شهر وسندا ئي ندين ۽ نهرن جي ڪنارن تي هئا.

پراڻي سنڌ جي نقشي تي نظر ڪبي تہ ڪو زمانو اڳي سنڌوندي هاٿوڪي يڪي وهڪري بجاءِ، ڇهن ڇاڙهن ۾ ورڇجي وهندي هئي. جنهن مان وڏي وهڪري واري ڇاڙهہ جو نالو 'هاڪڙو' درياءُ هو، جو اوپر پاسو آباد ڪندو هو؛ وچ ۾ ريڻي درياءُ، مهراڻو درياءُ، ساگرو ڦاٽ، لهاڻو درياءُ ۽ سڀ ڪان آخر الهندي ڏي پٽيهل درياءُ ڏيڪاريل هئا. ان ڪري ديبل- پنيور جو انهن مان ڪنهن تي بہ نشان نٿو لبي- محمد اسماعيل مون کي واقف ڪيو تہ هڪ ڦاٽ جنهن کي جلواني نديءَ جي نالي سان سڏيو ويندو هو، سا پٽيهل درياءُ جي شاخ هئي. اڄ ٽوٽي گهاري ڪان ساڪري ڏانهن ويندڙ رستي تي جلواني پونو مشهور آهي. اهائي ندي ديبل کي ۽ ان جي تباهيءَ ڪان پوءِ پنيور کي آباد ڪندي هئي- انهيءَ ندي مان محمد ڪٽيءَ کي سسئيءَ جي لڙهندي پيتي هٿ لڳي هئي- انهيءَ ندي تي سڄي شهر پنيور جو ڏوپ ٽيندو هو ۽ منو پاڻي مهيا ڪندي هئي.

پٺي واري جلواني پونو هلي ڏيڪاريائين تہ اُتي کي ڪشادن تلائن جا ڪامان ڏسڻ ۾ پئي آيا. ٻڌايائين تہ انهن کي "پاڄ" ڪري ڪوٺيندا هئا- جڏهن آرڙهہ جي مند ۾ ڏاهر اتر سنڌ جون گرميون سهي نہ سگهندو هو تہ 'رڙيءَ' جي قلعي ۾ اچي پاڄ (تڙن) تي رهندو هو ۽ سندس هاٿين کي هن پاڄ ۾ اتي آڻي وهنجاريندا هئا. اها ندي سمنڊ ۾ وڃي ڇوڙ ڪندي هئي.

---

(۱) سنڌ ۾ اهڙا جججهائي قتل شهر هڪبئي مٿان وري وري پٺي آباد ٿيا آهن.

# ديبل جي ڳولا ۾
## (ڀنڀور جي کوٽائي)

شيخ خورشيد حسن

ديبل، سن 711ع ۾ عرب جنرل محمد بن قاسم جي هٿان فتح ٿيڻ وارو سنڌ جو پهريون بندرگاهي شهر هو. اهو واقعو اموين جي حڪومت جي دور جو آهي، جڏهن حجاج بن يوسف انهيءَ خلافت جي اوڀر وارن صوبن جو گورنر هو، معلومات جي بنيادي ذريعن مان اها شاهدي ملي ٿي ته ديبل هڪ سامونڊي بندرگاه هو، جنهن کي پنجين صدي عيسويءَ ۾ مشهوري ملي. ساساني حڪمرانن جي اختيار ۾ هلندڙ ايراني جهاز ديبل بندر ۾ ٿي هرمز کان سيلون (سري لنڪا) تائين هلندا هئا. هن سلسلي ۾ تاريخ طبري موجود آهي، جنهن مان تصديق ٿئي ٿي ته ساساني حڪمران بهرام گور (سن 420ع کان 430ع) سنڌ ۾ مهم آندي هئي. انهيءَ جي ئي جانشيني ڪندي بعد ۾ راءِ گهراڻي جي حاڪمن جو به سنڌ جي هن ساحلي علائقي تي ضابطو رهيو. بهرحال راجا چچ هتي ڪا مضبوط سامونڊي قوت قائم نه ڪري سگهيو، جنهن جي نتيجي ۾ سندس جانشين راجا ڏاهر جي ڏينهن ۾ اهو بندر ۽ ساحلي علائقو گهڻو ٿڌو سامونڊي ڦورن سان واڳيل رهيو. انهيءَ جو ئي نتيجو هو جو انهيءَ بعد جيڪي حالات ۽ واقعات رونما ٿيا، تن هتي عربن جي عمل دخل ۽ غلبي کي ممڪن بنائي ڇڏيو.

عربن جي حڪمرانيءَ جي دور ۾ ديبل بين الاقوامي واپار جو مرڪز بنجي ويو، پر يارهين صدي عيسويءَ ۾ ان جي سنڌ جي هڪ بندر گاهي شهر جي حيثيت گهٽجي گهٽجي وئي. البيرونيءَ، ايراني نار کان ديبل تائين جي سامونڊي گذرگاهن جو بيان لکندي لاهوري بندر نالي هڪ نئين بندر جو نالو لکيو آهي. طبقاتِ ناصري جي مولف، غوري حاڪم محمد بن سام جي هٿان سنڌ جي فتح جي بيان ۾ انهيءَ بندر جو ذڪر ڪيو آهي. چيو وڃي ٿو ته جلال الدين خوارزم شاه سن 612هه (1254ع) ۾ هن بندر تي اچي پناه

ورتي هئي. ابن بطوطہ، جنهن چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ هيٺين سنڌ جي سياحت ڪئي هئي، هن بندر جو ڪو ذڪر نہ ڪيو آهي. تنهن جو مطلب هي ٿيو تہ هن مراڪشي سياح جي ڏينهن ۾ هي بندرگاهي شهر موجود نہ هو. تنهن سبب ديبل جو هي بندرگاهي شهر تيرهين صدي عيسويءَ ۾ چڻ گم گشتہ يا تغافل جو شڪار رهيو.

عرب جاگرافي دانن ۽ تاريخ نويسن ديبل بابت بنيادي معلومات ڏني آهي. انهن مان ڪن تہ هن بندر جي ڊگهي ڦاڪ ۽ ويڪري ڦاڪ بہ ڄاڻائي آهي. بهرحال ديبل جي حقيقي بيهڪ يا محل و قوع بابت گهڻي قدر اختلافِ راءِ رهيو آهي. ديبل جي شناخت بابت هڪڙي عالم ۽ محقق جي راءِ هڪڙي آهي تہ ٻئي جي ٻي. ايلئٽ ۽ ايلفنسٽن جي خيال ۾ ديبل ڪراچيءَ وٽ هو تہ ڪننگهام جي راءِ ۾ ديبل لاري بندر جي پرپاسي ۾ هو. هف جي نگاهہ ۾ هي بندر ڪڪر بڪيرا هو، جڏهن تہ راورٽي ان جي مڪانيت پير پٺو جي پرپاسي ۾ ٿو ٻڌائي. ڪوزنس ديبل ڪي وچي ٿو ڄاڻي ۾ بيهاري تہ ڊاڪٽر بلوچ جي نگاهہ ۾ ڀنڀور ئي ديبل هو. ڪن ٻين جي راءِ ۾ ديبل بندر ميرپور ساڪرو ۾ هو.

عربن جي دور حڪومت جي شهرن جي جيڪا فهرست موجود آهي تنهن ۾ ڀنڀور جو ذڪر ڪونهي. اها فهرست عرب جاگرافيدانن ۽ تاريخدانن جي ڏاهيل آهي. برابر ڀنڀور جو سسئي پنهونءَ جي داستان سان هڪ سنبنڌ آهي. مير علي شير قانع انهن شروعاتي تاريخدانن مان هو، جنهن پنهنجي 1773ع ۾ لکيل تصنيف ۾ ڀنڀور جو ذڪر ڪيو آهي. هڪ ڪان وڏيڪ پيرا ڀنڀور ڪي (جيڪو قومي شاهراه تي ڪراچي جي اٽڪل چاليهہ ميل اوپر ۾ گهارو ڍوريءَ جي اترئين ڪپر تي واقع آهي) ديبل ئي سمجهيو ۽ ڄاتو ويو آهي. مگر هينري ڪزنس بهرحال انهيءَ نظريي ڪي هن بنياد تي رد ڪري ڇڏيو تہ جيئن تہ اهو علائقو غيرِ اهم آهي تنهن ڪري اهو ديبل ٿي نٿو سگهي. هن جي چوڻ موجب ڀنڀور محض انهيءَ ڍوريءَ يا ڪاريءَ جي حفاظت جي هڪ آئوٽ پوسٽ هئي يا هڪ اهڙي ننڍي چوڪي هئي جيڪا ديبل ڏانهن ويندڙ جهازن جي کلئي سمنڊ ۾ سفر جي باقاعدگي ۽ انتظام لاءِ ڏاهيل هئي. بهرحال، ديبل جي مناسب شناخت جي ماهري ڪي طئي ڪرڻ جي ارادي

سان مسٽر اين- جي- مجمدار 1930ع ۾ ڀنڀور ۾ ڪجهه آزمائشي کڏون ۽ کاهيون کوٽرايون، پر انهن مان به هن کي مسلم نو آبادين کان اڳ واري دور ۾ ثقافت جا ڪي اهڃاڻ آثار نه ملي سگهيا، جن جو ديبل سان ڪو تعلق ثابت يا متعين ٿي سگهي.

پاڪستان جي قيام کان پوءِ، آثار قديمه جي کاتي جي هڪ آفيسر مسٽر ليسلي الڪاڪ 1951ع ۾ ڀنڀور ۾ کوٽائي ڪرائي، جنهن جي نتيجي ۾ اسلام کان اڳ واري دور جا ڪي ٿانو ٽڪر هٿ آيا. پر جيئن ته هن کي هندو ۽ ٻڌمت جي دور جو ڪو ثقافتي وکر هٿ نه آيو، تنهن ڪري هن هي نتيجو اخذ ڪيو ته اهو هنڌ بهرحال ديبل نه آهي. ديبل جي تلاش جو ڪم بهرحال جاري رهيو. ديبل جي کوٽائيءَ جو وڏي پئماني تي ڪم 1958ع ۾ ڊاڪٽر ايف- اي- خان جي هدايتن تي ٿيو. کوٽائيءَ جي انهيءَ ڪم مان، جيڪو آئن مختلف وقتن ۽ باقاعدگيءَ سان ٿيندو رهيو، هڪ محفوظ ۽ مضبوط بندرگاهي شهر ظاهر ٿيو، جنهن (شهر) جي پڪيڙ هڪ ڏس ۾ ٻه هزار ۽ ٻي ڏس ۾ هڪ هزار فوٽ هئي ۽ جنهن جي محفوظ دفاعي قلعي جي ٻاهران به هڪ وسندي موجود هئي. انهيءَ کوٽائيءَ مان ٽن نمايان دورن يعني سٿين- پارٿين دور، هندو ۽ ٻڌمت دور ۽ اسلامي دور جو تهذيبي مواد نروار ٿي پيو.

ڀنڀور مان کوٽي لڌل سٿين پارٿين دور جي تمدني آثارن کي انتهائي اهم سجهيو ٿو وڃي، ڇاڪاڻ جو عربي سمنڊ جي ڪنارن وٽان لڌل اهي پهريان آثار آهن. انهن ۾ گهڻو تعداد ٺڪرن جي ٿانون جو آهي، جن ۾ سوڙهي عمودي ڳچيءَ وارا مرتبان، سوراخدار نيسارا ۽ وڏا وڏا آبخورا شامل آهن.

انهن مان سڀ کان وڌيڪ ذڪر لائق مسلم دور کان اڳي جو هڪ شو مندر جو آثار (کنڊر) آهي، جيڪو ڪوٽ جي الهندي حصي ۾ ٺهيل هو. ان مندر جي ٻت جي قدمن وٽ سڪا ڪيل به شو لنگهم پيل مليا. توڙي ساڳئي هنڌ شو لنگهم جا ٻيا ڪيترا ٽڪرا پيل مليا، جيڪي يڪ سنگي هئا، يعني هر لنگهم جدا جدا پٿر جي هڪڙي ئي ٽڪر مان گهڙيل هو. مسلم دور جي ثقافت سان تعلق رکندڙ انهن هٿ آيل شين ۾ پڪل سرخ مٽيءَ جون مورتيون، جن ۾ انسانن توڙي حيوانن جون مورتيون شامل آهن، پڻ هٿ آيون آهن. انهن چٽيل ٿانون جا ڪي ٽڪرا انهيءَ مرتبان سان پوري مشابهت رکن

ٺا جيڪو ڪوزنس صاحب کي ڏيپر گهانگهرو جي کوٽائيءَ مان هٿ آيو آهي. (انهن ٺانون تي چٽيل) اهي نقش فقط جاميٽري جي اصولن ۽ نمونن تائين محدود آهن جڏهن تہ سانچي ۾ ٺهيل نقشن ۾ جاميٽري جي بنيادي اصولن سان گڏوگڏ گلڪاري جا نمونا بہ شامل آهن ۽ انسانن، جانورن ۽ پکين جا نقش نگار بہ اڀاريل آهن. انهن سانچي ۾ ٺاهيل شين جي مجموعي ۾، جيڪي سڀ کان وڌيڪ دلچسپ وڙ آهن سي آهن ساساني دور جي ٺانون جا نمونا، جن ۾ اهي ڪنگريون ( يا ڪگريون) شامل آهن جن تي ٺپڪن جي گهيري ۾ ٺاهيل جانورن ۽ پکين جا نقش اڀاري ڪجهہ اهڙي لاڳيتي ترتيب سان ٺاهيا ويا آهن جو هرهڪ گهير ۽ ور ۾ شڪل ساڳي آهي، پر هرهڪ شڪل ڌار ڌار ٿي ڏسڻ ۾ اچي.

شين کي محفوظ رکڻ وارا کي اهڙا مرتبان بہ مشاهدي ۾ آيا آهن جن تي اٺين صدي عيسوي جي دور جا پروٽو ناگري طرز جا نقش ٺهيل آهن. اهڙي قسم جا نوشتا يا نقش سن 1051ع کان 1351ع جي وچ واري مدي ۾ اسماعيلي خوجا استعمال ڪندا هئا. انهيءَ طرز نگارش کي اسماعيلي گنانن جي حوالي سان "خوجڪي" چئبو آهي ۽ اها ساڳي ئي طرز تحرير آهي جيڪا مٿي ذڪر ڪيل مرتبانن تي اڪريل آهي.

هن علائقي تي مسلمانن جي قبضي ۽ تصرف جي دورن کي هنريت ورهائي سگهجي ٿو: (1) اموي دور - 711ع کان 750ع؛ (2) ابتدائي عباسي دور - 750ع کان 892ع؛ (3) پويون عباسي دور- 892 کان ٻارهين صدي عيسوي ۽ (4) اسلامي (عربي) دور جو آخري حصو - ٻارهينءَ کان تيرهين صديءَ جي وچ وارو زمانو. انهيءَ آخري يا پوئين دور سان تعلق رکندڙ آثار تمام ٿورا مليا آهن، ان ڪري جو انهيءَ دور ۾ اهو بندرگاهي شهر محض هڪ چيڪ پوسٽ جي حيثيت تائين پهچي ويو هو. مسلم دور سان تعلق رکندڙ جيڪي فن تعمير جا آثار مليا آهن، تن ۾ حفاظتي ڪوٽن جون ديوارون، ٽِن ٽِن دروازن وارا ڦاٽڪ، لنگرگاه ۽ مسجد شامل آهن.

انهيءَ قلعہ بند پناه گاه جي اها شاهي مسجد سڀني لڌل آثارن ۾ سڀ کان وڌيڪ اهميت ۽ خصوصيت واري آهي. اها نقشي جي لحاظ کان ٿلهي ليکي چورس شڪل جي آهي ۽ ان جي ٻاهر طرف ڊيگهہ ويڪر اوپر اولهہ

طرف 128 فوٽ ۽ اتر ڏکڻ طرف 122 فوٽ آهي. چوديواري واريون پٽيون، عبادت وارو ايوان، حجرا، آڳنڌ ۽ دروازا انهيءَ مسجد جون خاص شيون آهن. ماهرن جي فيصلي موجب انهيءَ مسجد جو بنياد اموي دور ۾ ديبل جي فتح جي فوراً بعد رکيو ويو. مسجد جي اڏاوت مان ان جي تعمير ۽ مرمت جي چئن مرحلن جو پتو پوي ٿو.

مسلم دور جي تمدني معيارن جي نشاندهي ڪندڙ انهن هٿ آيل نشانين ۾ اهي 14 ڪتبا يا نوشتا شامل آهن، جيڪي ڪوفي خط ۾ لکيل آهن، جن مان ڪن تي تاريخون به لکيل آهن. انهن مان جنهن ڪتبي تي سن 239هه[1] لکيل آهي سو عباسي خليفي متوڪل جي دور جو آهي، جنهن 232هه کان 247هه تائين حڪومت ڪئي. انهيءَ مان انهيءَ هنڌ تي تعمير ٿيل ڪم جو هي حوالو ملي ٿو ته انهيءَ تعمير جي ڪم جو حڪم امير هارون بن محمد ڏنو هو، جو انهيءَ وقت سنڌ جو گورنر هو. هن ڪتبي مان بلاذري جي هن بيان جي تصديق ٿئي ٿي ته ديبل ۾ تعميراتي ڪمن جو ذمو (انهيءَ ئي) هارون بن محمد کنيو هو. ٻيو ڪتبو ڪوفي گلڪاريءَ سان لکيل آهي ۽ ان تي سن 294هه اڪريل آهي. سڄي پاڪ- ڀارت اپکنڊ ۾ لڌل هي واحد ڪتبو آهي جنهن تي ڪوفي خط سان گلڪاري ڪيل آهي. هن ڪتبي مان هيءَ معلومات ملي ٿي ته سن 294هه ۾ امير محمد بن عبدالله انهيءَ مسجد جي ٻيهر مرمت ڪرائي هئي (يا نئين سر جوڙائي هئي). هٿ آيل ٻين ڪتبن مان ڪن تي قرآن پاڪ جون آيتون اڪريل آهن ۽ ڪن ڪتبن ۾ معتزله ۽ غير معتزله (فرقي وارن) جي نزاع جا حوالا موجود آهن.

انهيءَ کوٽائي جي نتيجي ۾ هزارين سڪا به هٿ آيا آهن، جيڪي پڻ ڪيترين شهادتون ۽ ثابتيون مهيا ڪن ٿا. البته گهڻا سڪا ڪٽ ڪاڌل آهن، تنهن ڪري انهن جا اکر پڙهي نٿا سگهن. جيڪي سڪا ثابت آهن تن جي اڀياس مان اموي ۽ عباسي خليفن ۽ مقامي گورنرن ۽ اميرن بابت نهايت مفيد معلومات ملي آهي. انهن سڪن مان اموي دور سان تعلق رکندڙ به چانديءَ جا سڪا ذڪر لائق آهن. انهن جو تعلق ڇهين اموي خليفي وليد بن عبدالملڪ

---

[1] اهو سن ڊاڪٽر ايم. اي. غفور جو ڪڍيل آهي، ڊاڪٽر ايف. اي. خان ان ڪتبي مان 109هه ڪڍيو آهي. عبدالله ورياهه سن جي پڙهڻي 189هه ثابت ڪئي آهي. (م.ع.س)

سان آهي جيڪو سن 86هه کان 96هه تائين حڪمران هو. اهي به سڪا سن 95هه ۾ پڻ مختلف ضرب خانن- الطائمرا ۽ اردشير- مان جاري ڪيل آهن. انهن سڪن ۾ ڏهين اموي خليفي هشام بن عبدالملڪ جي دور جو هڪ چانديءَ جو سڪو پڻ شامل آهي جيڪو واسط جي ضربخاني مان جاري ڪيل آهي.

عباسي دور جي سڪن ۾ هڪ سونو ۽ ڪيترا چانديءَ جا سڪا شامل آهن جن مان سونو سڪو نائين عباسي خليفي ابوجعفر هارون الواسق بالله (842ع- 847ع) جي دور جو آهي ۽ مصر جي ضربخاني جو گهڙيل آهي. عباسي دور جا چانديءَ جا سڪا به قابلِ ذڪر آهن. انهن مان هڪڙو ستين عباسي خليفي النعمان (813-833ع) جي دور جو ۽ سن 196هه ۾ سمرقند جي ضربخاني جو گهڙيل آهي. هڪ ٻيو چانديءَ جو سڪو پندرهين عباسي خليفي المعتمد (870-892ع) جي دور حڪومت جو آهي. عباسي دور سان تعلق رکندڙ ٽامي جي سڪن ۾ عباسي خليفن هارون الرشيد، مهدي ۽ مامون جي دور جا سڪا شامل آهن.

مسلم دور جي هٿ آيل ٿانون ٺڪرن جو اڀياس به دلچسپيءَ کان خالي ڪونهي. انهن مان اموي دور جي ٿانون تي اڇي لٽي توڙي ساساني طرز جي گهري نيري رنگ جي روغن سان چٽسالي ٿيل آهي. انهن ٿانون ۾ ڪيترا عمدا نمونا موجود آهن. انهن ۾ خاص ذڪر لائق هڪ ننڍو هٿئي وارو پيالو آهي جنهن تي ڪوفي تحرير سان هڪ شعر اڪريل آهي. هوبهو ساڳيو هڪ (ڏاتوءَ جو) سڪو سوسا ۾ به هٿ آيو هو جيڪو هن وقت پئرس جي لائورا عجائب گهر ۾ محفوظ آهي. عباسي دور حڪومت ۾ ڀنڀور جي ٿانون تي ايراني اثر گهڻو ۽ غالب هو. سگرافي روغني نقش نگارن ۽ درآمد ٿيل چيني پوري مٽيءَ جا ٿانو انهيءَ فن جا ترجمان آهن. انهن مان ڪن چيني ٿانون جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته اهي ڏهين صدي عيسوي جي يو- وانگ- هيو خاندان جي بادشاهن جي دور جا آهن. ڀنڀور ۾ پٿر جا "يوه" طرز جا ڪي ٽڪرا مليا آهن، تن ۾ وڏي جسامت وارا ڳهري چٽسالي ٿيل دِلا شامل آهن. انهن ۾ تانگ دور جا خاص پيرن وارا مرتبان به موجود آهن.

جيڪڏهن اوپر افريقا جي هندوستان سان تعلقات جي نوعيت تي ٿيل

تازه ترين اپياس تي غور ڪيو وڃي ته انهيءَ درآمد ٿيل ٺڪر جي ٺانون جي اسلامي دور ۾ موجودگي جي تصديق ٿي ٿي وڃي. اوڀر افريقي ساحلي علائقن جي ماڻهن جي ريتن رسمن تي غور ڪجي ته معلوم ٿيندو ته انهن ۾ ديبولي قوم يا ماڻهن جي وجود جا حوالا موجود آهن. معلوم ٿئي ٿو ته اهي ديبولي ماڻهو ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ شيرازيءَ جي ذڪرڻ ڏانهن موڪليل مهم کان اڳ موجود هئا. اهو پڻ ممڪن معلوم ٿئي ٿو ته اهي ديبول سنڌونديءَ جي ئي هڪ شاخ تي قائم ٿيل بندر جا ماڻهو هئا. (مزيد) اپياس مان تصديق ٿي آهي ته اهي درآمد ڪيل ٺانو، جيڪي پنڀور جي دست برداري جي آخري مرحلي ۾ درآمد ٿيا آهن، سي گهٽيءَ حد تائين اهڙا ساڳيا ٺانو آهن جيڪي ڪلوا مان سگرافيائي دور جي آخر واري زماني ۾ مليا آهن ۽ جن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو اسلامي صوبي سان تعلق رکڻ وارو ٺانو به ضرور موجود آهي، جنهن تي زاويه دار نقش نگار گهرائيءَ سان اڪيريل آهن، جڏهن ته ڪِلوا مان مليل ٺانو به ساڳيا اهڙائي آهن. قدرتي ڳالهه آهي ته اهي ٺڪر جا ٺانو سمنڊ رستي ئي پنڀور آيا آهن. تنهن سبب- پنڀور جو هنڌ يا محل وقوع نقشي ۾ انهيءَ ئي هنڌ ڏيکاري يا ڄاڻائي سگهجي ٿو جتي ساموڊي بندر آهن ۽ جن علائقن جا، عرب جي اوائلي دور ۾، ساموڊي وٽج واپار وسيلي سڄي دنيا سان ناتا ۽ رابطا توڙي وهنوار هئا. ڪلوا جي تاريخي دستاويزن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته اهو وقت سن 1502ع ۾ الوريز جي آمد وارو وقت هو، جڏهن هڪ شخص حاجي محمد رڪن الدين الديبلي پنهنجي پاءُ فقيهه ايوب سان گڏ خزاني جو منصبدار نگران هو. انهن دستاويزن موجب اهي ٻئي پائر اصل نسل ۾ اهي ئي ساڳيا ديبولي هئا جن جو مٿي ذڪر ڪيون اٿئون. توڙي اها حقيقت آهي جو هو خزاني جا منصبدار نگران هئا، ظاهر ٿي ڪري ته اهي ماڻهو ماليات ۽ تجارت جي ڪم ۾ پڙ هئا، جنهن ڪري ئي ان کان بعد جون حڪومتون هتي جي ماڻهن کي گهڻي اهميت ڏينديون ۽ قدر ڪنديون هيون.

ڊاڪٽر ايم - اي - غفور پنهنجي مطالعاتي ڪتاب "پنڀور جا چوڏهن ڪوفي ڪتبا" ۾ ماخذاتي بيانن جي حوالي سان، پنڀور ۾ ٿيل کوٽائيءَ جي نتيجن جو تجزيو ڪندي لکيو آهي ته:

- اهو هنڌ ان وقت پنهنجي هاٿوڪي نالي، يعني پنڀور جي نالي سان

مشهور هو، جنهن وقت اهو ساسانين جي قبضي ۾ آيو. البت هن علائقي ۾ مروج داستانن جي نسبت ۽ حوالي سان پنڀور کي سنڌ جو هڪ قديم بندر سڏيو ٿو وڃي. (يعني انهن داستانن کي پنڀور سان يا پنڀور کي انهن داستانن سان منسوب ڪيو ٿو وڃي)-.

- هنن بندرگاهن جي جٽاءَ جي مدي ۽ سنڌو ڊيلٽا ۾ انهن جي عروج ۽ زوال جي تاريخ، جيڪا مختلف ذريعن مان سهيڙي وئي آهي، تنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته ديبل اهو واحد بندر هو جيڪو پنجين صدي عيسويءَ تائين اهميت حاصل ڪري ويو هو ۽ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ اهو اهڙي اهم بندر جي حيثيت ۾ باقي نه رهيو هو. پنڀور ۾ ٿيل کوٽائيءَ وارا هنڌ ۽ ماڳ انهيءَ حقيقت جي زبان حال سان شاهدي ڏين ٿا-.

- ديبل، علائقائي حيثيت ۽ شناخت رکندڙ هڪ ضلع جو نالو هو، جنهن جو قلعه بند بندر هڪ اهم شهر هو. پنڀور جي کوٽائيءَ مان اها شاهدي ملي ٿي، ڇاڪاڻ جو کوٽ جي ٻاهر جي هڪ وڏي ايراضيءَ ۾ اهڙين بيٺڪن (يا آبادين) جا اهڃاڻ ملن ٿا. توڙي عرب جاگرافيدانن ديبل ۽ منوڙي جي وچ وارو جيڪو مفاصلو ڄاڻايو آهي، تنهن مان به معلوم ٿئي ٿو ته ديبل پنڀور جي ئي پسگردائيءَ ۾ واقع هو-.

- ديبل سنڌونديءَ جي اولهائين ڪپ تي واقع هو ۽ انهيءَ کاريءَ تي واقع هو جنهن کي ديبل جي کاري چون ٿا. پنڀور جو جاءِ مقام به ساڳيو ئي آهي-.

- ديبل ۾ هڪ شِو جو مندر موجود هو، جنهن کي بعد ۾ ڊاهي ڇڏيو ويو ۽ ان جو مال مسالو وري استعمال ۾ آندو ويو. پنڀور جي کوٽائيءَ مان انهيءَ حقيقت جي تصديق ٿئي ٿي-.

- ديبل هڪ غيرآباد پيچرو هو ۽ تجارت ان جي جياپي جو وسيلو هئي. پنڀور مان مليل قديم آثار انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪن ٿا-.

- سمنڊ جون لهرون ديبل جي ديوارن تائين پهچنديون هيون. سمنڊ جي پٽين وٽ ڪيل کوٽائيءَ مان انهيءَجي ڪامل تصديق ٿئي ٿي-.

-ديبل ۾ گورنر يا نائب گورنر جي مسند هوندي هئي. انهيءَ جي شاهدي هن مان ملي ٿي جو کوٽائيءَ ۾ ڪن رهائشي عمارتن جا آثار مليا آهن-.

- اتي هندو دور جو جيڪو ڪوٽ ٺهيل هو سو سڄو ڊاهي پٽ ڪري عربن منصوبہ بنديءَ سان نئين سر ڪوٽ ٺهرايا. کوٽائيءَ مان انهيءَ جي بہ تصديق ٿي آهي-.

مٿين بيانن جي روشنيءَ ۾ اسين هن نتيجي تي پهچون ٿا تہ پنيور ۽ ديبل ٻئي "هڪ ۽ ساڳيو" هنڌ آهن. البت ڪي محقق انهيءَ ڳالھ سان اتفاق نٿاڪن. جيتوڻيڪ هو انهيءَ نڪتي تي بحث تڪرار بہ ڪونہ ٿا ڪن تہ (ترديد بہ نٿا ڪن تہ ڪو) پنيور وارو هنڌ اهو ساڳيو ئي عرب دور وارو هنڌ آهي، جيڪو ساڳئي دور ۾ ديبل وارو هنڌ هو. هاڻي هميشه لاءِ انهيءَ اختلاف کي نبيرڻ خاطر مناسب هي ٿيندو تہ سائنسي ذريعن ۽ وسيلن سان کوٽائي ڪرائي انهيءَ هنڌ تان اهي ثقافتي ۽ تمدني آثار بہ ڪڍي ظاهر ڪيا وڃن، جيڪي پنيور جي سر زمين ۾ اجا بہ مدفون آهن. سنڌ جي ساحلي علائقن جي بہ مڪمل ۽ ڀرپور سروي ٿيڻ گهرجي.

## مددي ڪتاب

1- جرنل آف آفريقن اسٽڊيز، جلد ڇهون (1965ع)

2- پاڪستان آرڪيالاجي نمبر3. 1966ع - جرنل آف دي ڊپارٽمينٽ آف آرڪيالاجي ائنڊ ميوزيمس، گورنمينٽ آف پاڪستان. ڪراچي.

3- پاڪستان آرڪيالاجي نمبر6. 1969ع جرنل آف دي ڊپارٽمينٽ آف آرڪيالاجي ائنڊ ميوزيمس، گورمنٽ آف پاڪستان. ڪراچي.

4- "پنيور" ايف - اي - خان. ڊپارٽمينٽ آف آرڪيالاجي ائنڊ ميوزيمس، گورمينٽ آف پاڪستان، ٽيون ڇاپو. 1969ع.

5- جرنل آف دي رائل ايشياٽڪ سوسائٽي، لنڊن، نمبر 2 - 1980ع

6- سنڌ- ٿرودي سينچريز. هڪ بين الاقوامي سيمينار جي ڪارروائي، (جيڪو 1975ع ۾ ڪراچي ۾ منعقد ٿيو) آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، 1981ع، ڪراچي.

(ترجمو: فضل احمد بچاڻي)

# ڀنڀور جو اسلامي طرز وارو شيشي جو سامان

## ڊاڪٽر محمد رفيق مغل

ڀنڀور جو جهونو شهر ديبل جي مشهور نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، جنهن کي عربن اٺين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ فتح ڪيو. اهو شروعات جي انهن چند شهرن مان هڪ هو جنهن ۾ مسلمان آباد ٿيا ۽ اسلامي حڪومت جو پايو وڌو، جيڪا اڳتي هلي ڏکڻ ايشيا ننڍي کنڊ ۾ وڌندي هئي.

ڀنڀور جي کوٽائي، جيڪا محڪمہ آثار قديمہ سال 1958ع کان 1965ع تائين ڪئي، ابتدائي اسلامي دؤر جون نشانيون ۽ ٻيون اهم شهادتون مهيا ڪري ڏنيون آهن، جيڪي اٺين کان ٻارهين صدي عيسويءَ جي دؤر جي سنڌ جي هن اسلامي شهر جون دلچسپ جهلڪيون پيش ڪن ٿيون. ستن سالن جي کوٽائيءَ ڪيترن ئي سرڪاري، مذهبي ۽ غير مذهبي عمارتن، بازارن، گهٽين ۽ گهرن جي ترتيب، جيڪي قلعي جي ديوارن اندر آهن؛ وڏا شاهي دروازا؛ مضبوط قلعي جو برج ۽ بيشمار روزاني استعمال جون شيون ظاهر ڪيون آهن. هڪڙو وڏو تعداد لڪر جي سادن، چٽيل ۽ چمڪدار ٿانون جو؛ لوهه ٽامي ۽ پتل جون شيون؛ عاج جون خوبصورت اڪر سان پٿر جي نمونن جون شيون ۽ شيشي جي سامان جو هڪ جهجهو تعداد به مليو آهي، جيڪو مسلمانن جي ٽن صدين جي تاريخ سان تعلق رکي ٿو. شيشي جو اهو سامان مختلف نمونن ۽ خوبصورت شڪلين جي ننڍين ٻاٽلين تي، گهگهين، جڳن، پيالن ۽ ننڍن گلدانن تي مشتمل آهي. ڀنڀور جي کوٽائيءَ کان اڳ ۾ ڀنڀور جي اسلامي طرز جي شيشي جي سامان متعلق نہ جيتري ڄاڻ هئي يا ان جي اهميت جوعلم سنڌ (باب الاسلام) ۾ شيشي جي پس منظر ۾ پڻ محدود هو.

راقم الحروف پڻ ڀنڀور جي کوٽائيءَ سان شروع کان ئي لاڳاپيل هو ۽ کيس ڀنڀور مان هٿ آيل ٿانون ٿپن ۽ ننڍين شين جي مطالعي جو موقعو خاصو مليو هو. پڙهندڙن جي دلچسپيءَ واسطي ڀنڀور مان مليل شيشي جي سامان جي ڪن پهلوئن تي روشني وجهان ٿو.

پنيور جي اسلامي طرز جي شيشي جي سامان تي روشني وجهڻ لاءِ ان کي تاريخي پس منظر ۾ ڏسڻو پوندو، تنهن ڪري اهو ضروري آهي تہ مختصر طور هن خطي ۾ شيشہ گريءَ جي تاريخ تي نظر وجهجي. باوجود ان نقطي جي تہ عالمن کي اجان تائين ان حقيقت جو پرو نہ پئجي سگهيو آهي تہ شيشو ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڪٿي پهريون ٺهيو. بهرحال آثار قديم جي عبارتن مان شيشي سان مشابهت رکندڙ شيون پهريون دفعو لڳ ڀڳ ڇهہ هزار سال اڳ يا 4000 سال قبل مسيح مصر مان مليون. واديءِ مهراڻ ۾ شيشائون، ڪانچ جهڙو مواد سنڌ ۾ موهن جي دڙي مان مليو آهي. اهو مواد 2500 ۽ 1500 قبل مسيح ۾ چوڙين ٺاهڻ ۾ هڙاپا ۽ موهن جي دڙي ۽ ٻين همعصر تاريخي ماڳن تي استعمال ٿيندو هو. صحيح شيشو 1500 قبل مسيح ۾ مصر مان مليو آهي پر واديءِ مهراڻ ۾ ابتري آڳاٽي دؤر جون شاهديون اجان نہ مليون آهن. ائين ٿو لڳي تہ آڳاٽي دؤر ۾ شيشو صرف ننڍين شين جي ٺاهڻ ۾ استعمال ٿيندو هو.

شيشي جي ٺاهڻ ۽ استعمال ۾ انقلابي تبديلي ڦوڪڻي نلڪيءَ (Blowing Tube) جي ايجاد سان پهرين صدي قبل مسيح ۽ چوٿين صدي هجريءَ جي وچ ۾ ظهور پذير ٿي. مصري ۽ شامي ڪاريگرن طرفان نلڪيءَ جي استعمال شيشي جي فن ۽ ڪاريگريءَ تي وڏو اثر وڌو. هن ايجاد هنرمندن کي ان لائق بڻايو تہ جيئن شيشي جي پاڻيٺ (Liquid) مان ڪنهن بہ قسم ۽ سائيز جو سهڻو ۽ سنهڙو شيشي جو سامان پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق ٺاهي سگهن. پيا بہ ڪيترا طريقا ايجاد ڪيا ويا، جن کي هاڻي نام نهاد رومن گلاس سان لاڳاپيو ٿو وڃي. اُن دور جي پيداوار مان اعليٰ قسم جي فني مهارت ۽ حسين شين کي پسند ڪرڻ جي حد ظاهر ٿئي ٿي، جيڪا سجاوٽي ۽ نفيس شين کي ٺاهڻ ۾ قائم رکي ويئي هئي. رومن شهنشاهن جي زوال کان پوءِ بہ اهي روايتون ويجهي اوڀر (Near East) ۾ بحال رهيون.

اسلامي دنيا ۾ شيشہ گريءَ جي فن جي تجديد نئين جوش ۽ جذبي سان اٺين صدي عيسويءَ جي ابتدا ۾ ڪئي ويئي. سوين ساده (Plain)، چٽيل (Planted)، رنگين (Coloured)، تراشيل (Cut) ۽ قالبي(Moulded)، شيشي جي سامان جا نمونا ان دؤر ۾ تيار ڪيا ويا، جن پنهنجن رنگن،نمونن، شڪلين، ماپن ۽ مختلف اندازن جي ڪري شروعاتي دؤر جي سامان کي شهہ ڏئي ڇڏي. نہ صرف سونهن سوڀيا جي

اسمن ۾ مسلمان ڪاريگرن فني شهپارا ٺاهي پنهنجي فني مهارت ۽ پختگيءَ جي ڌاڪ ويهاري، پر هڪ وڏو تعداد غير سجاوٽي ۽ سادين بالٽين، گهگهين، پيالن، جمڻ ۽ ٻئي سامان جوڙاهيو ويو ته جيئن گهرو ۽ تجارتي گهرجن کي پورو ڪجي. ان کان سواءِ اسلامي دنيا جي سرحدن جي وڏڻ جي ڪري به باهمي ڪاريگريءَ ۽ هنرمنديءَ جي چاڻ به مختلف علائقن ۾ متاسنا جو سبب بڻي. شيشي جي سامان جا مقبول نمونا نقل ڪيا ويا يا ورجايا ويا. جنهن جي ڪري اسلامي دنيا ۾، سنڌ ۾، جنهن جو هڪ حصو هو، شيشه گري جي ڏس ۾ هڪجهڙائي پيدا ٿي. شيشه گريءَ ۾ هڪجهڙائي جي ڪري خاص طور اٺين ۽ نائين صديءَ جي دوران، اهو ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي ته هرهڪ اسلامي ملڪ جو مقبول ۽ خاص قسم جي شيشي جو سامان ان ملڪ جي حوالي سان نشاندهي ڪري سگهجي، ڇو ته سڀ اسلامي ملڪ هڪ ئي تهذيبي ايڪائي جو حصو هئا. اها ڳالهه تنهنڪري تعجب خيز ڪونه آهي ته هڪ اسلامي مرڪز خاص طور شام جي شيشي جي سامان جو ايران ۽ مصر ۾ نقل ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح ڀنڀور ۽ منصوره جي شيشي جي سامان جي ٻين ملڪن جي سامان سان ايتري مشابهت آهي جو لڳي ٿو ته اهي اسم هتي درآمد ڪيا ويا هوندا. ڀنڀور مان لڌل شيشي جوسامان اسلامي دنيا ۾ شيشه گريءَ جي روايتن ۾ اضافو آهي.

ڀنڀور ۾ وڏندڙ شيشه گريءَ جي صنعت جون شهادتون مليون آهن. شهر جي اولهائين طرف ردي شيشي جا ڍڳ ڪوئلن ۽ خاڪ جي وچ مان لڌا ويا آهن. ائين سمجهڻ صحيح ٿو لڳي ته شيشي جون اڪثر شيون مقامي طور اهي ڪاريگر ٺاهيندا هوندا، جيڪي ان ڏس ۾ مشهور مسلمان ملڪن مان هتي لڏي آيا هوندا. ائين ٿيڻ مشڪل آهي ته شيشي جهڙيون ٺاڪئون شيون، جيڪي ڀنڀور ۾ مليون آهن، دور دراز ملڪن کان جهجهي تعداد ۾ درآمد ڪيون وڃن، باقي چند خاص اسمن جي درآمد ڪرڻ جي امڪان کي رد نٿو ڪري سگهجي. اهو لڳي ٿو ته ڀنڀور ۾ شيشي جي صنعت ڪافي ترقي يافته هئي ۽ هن کي اسلامي دنيا جي ٻين مرڪزن جي ڀيٽ ۾ آڻي سگهجي ٿو. ڀنڀور جي شيشي جو سامان ٻين ملڪن جي سامان سان اهڙي يڪسانيت رکي ٿو، جو اهو تاثر ملي ٿو ته اهو سامان ٺاهڻ لاءِ شام يا مصر کان ڪاريگر اچي هت آباد ٿيا هوندا.

ڀنڀور جي شيشي جو سامان سنڌ جي آڳاٽي اسلامي فن ۽ هنر جون

عجيب شهادتون مهيا ڪري ٿو. جهوني دور جي سامان جي معيار ۽ پختگيءَ مان ڀنڀور جي ڪاريگرن جي اعليٰ درجي جي مهارت جي پروڙ پوي ٿي. وڏي تعداد جي شڪلين ۽ ٿانون جي مٽاڇري جي سجاوٽ سنڌ ۾ شيشہ گريءَ جي صنعت جي باري ۾ بي بها ڄاڻ مهيا ڪري ٿي.

اسلامي فن تعمير، شهري رٿابندي، ڪوزه گري (Ceramic Art)، ڌاتوءَ جي فن (Metallurgy) يا شيشہ گريءَ جي نازڪ صنعت ۾ ڀنڀور جو حصو هڪ لحاظ کان واديءِ مهراڻ جي ثقافتي تاريخ ۾ بنيادي اهميت رکي ٿو.

ڀنڀور جي کوٽائي ڏاڍي معنيٰ خيز ۽ فائدي واري آهي، جنهن جي ڪري اسان اٺين کان ٻارهين صدي عيسويءَ تائين اُميہ ۽ عباسي دؤرن ۾ ڀنڀور ۾ شيشہ گريءَ جي ضرورت جي درجيوار ٿيل ترقيءَ کي ميڙي چونڊي نئين سر ترتيب ڏئي سگهيا آهيون.

شروعاتي شيشي جي متعلق ثابتيون ڀنڀور جي ساساني سطح (Levels) تان مليون آهن، جيڪي ستين صدي عيسويءَ جون آهن، ۽ اُتان مليل شيشي جون شيون تمام ٿوريون آهن. بهرحال آڳاٽي اسلامي دور جا نمونا اُميہ دور جا ملن ٿا. شيشو شفاف ۽ سنهو آهي، جيڪو ان جي معيار ۽ هنر جي دلالت ڪري رهيو آهي. شيشي جو وڌندڙ استعمال درجيوار وڌندڙ طلب ظاهر ڪري رهيو آهي ۽ شيشي جي ٿانون لاءِ رغبت پڻ ڏياري رهيو آهي. اُميہ دور جي آخري ۽ عباسي دؤر جي شروعات ۾ شيشو شفاف پر ڏنڊ ورتل آهي، جنهن ۾ ننڍا ڦوٽا ۽ ڇٽا صاف نظر اچي رهيا آهن: جنهن مان عام گهرج جي سامان ۾، جيڪو گهڻي ضرورت ۾ هيو، ان جي ٺاهڻ ۾ معيار برقرار رکڻ لاءِ گهٽ توجہ ڏنل ٿو نظر اچي. ٻئي طرف رنگن جو جهجهو مقدار ملي ٿو. سائو، هلڪو سامونڊي سائو، نيرو ۽ گهرو نيرو. عام ۽ مقبول شڪلين ۾ ڍڳهيون ۽ گول باٽليون؛ ڍڳهين ۽ سوڙهين ڳچين سان گول عطر جون شيشيون؛ مختلف مقدارن ۽ شڪلين جا ننڍا ۽ وڏا جَمَن ۽ پيالا؛ هٿين وارا جڳ ۽ ڪيترائي گلدان ملن ٿا.

ڀنڀور مان لڌل ساري سامان کي اهڙي نموني سان مختلف درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو جو هر هڪ پنهنجن همعصر اسلامي دنيا جي ملڪن جهڙوڪ: ايران، مصر، عراق، شام، گلف ۽ اُتر آفريقا جي پيداوار سان هڪ جهڙو ٺهڪي اچي ٿو.

## نقش ونگار سان جڙت ڪيل شيشو:
## (Glass with applied decoration)

هن قسم جو شيشو گهڻو مقبول هو ۽ شايد-- خاص ڪري عراق ۽ شام ۾ -- تعيش جو هڪ وڏ سمجهيو ويندو هو. انهيءَ شيشي جي بُڻ بنياد جو سلسلو آڳاٽي بازنطيني - دور سان ملائي سگهجي ٿو. ايران جي شيشہ گريءَ جي مرڪزن بہ اها ساڳي طرز نگارش اختيار ڪئي هئي ۽ اهائي طرز نگارش آخرڪار ڀنڀور، منصوره ۽ سنڌ جي ٻين اسلامي شهرن ۾ پهتي- جيڪي هاڻي پاڪستان ۾ شامل آهن. ڀنڀور ۾ آيل اهڙو جڙت ڪيل شيشو لازمي طور اٺين ۽ نائين صديءَ جي وچ واري اموي دور جي معيار جو آهي. اهڙي شيشي جي مرتبانن ۾ هلڪي سائي رنگ جي شفاف شيشي جا پيالا شامل آهن.

## تراشيل شيشو: (Cut Glass)

ڀنڀور مان جيڪي تراشيل يا گهڙيل شيشي جون شيون مليون آهن سي فقط خوشبويات رکڻ جون ننڍيون ننڍيون بوتلون يا شيشيون آهن. ٽيڪنڪ جي لحاظ کان انهن شيشين تي برابر برابر وچوٽين تي ۽ ويجها ويجها خط ۽ خال گهڙيل آهن. توڙي انهن تي شام، عراق، ايران ۽ مصر ۾ مروج طرز نگارش تي چڪرن جا نقش اڪريل آهن يا انهن تي ٿيل گهڙت اهڙي ئي طرز جي آهي جيڪا انهن ملڪن ۾ مروج هئي. ڀنڀور ۾ اهڙيون شيشيون اموي ۽ عباسي دور ۾ ناهيون ويون آهن پر انهن جي بهترين نمونن ۾ گهڻا اهڙا آهن جيڪي يارهين ۽ ٻارهين صدي عيسويءَ جي دور جا آهن. تراشيل شيشي جون اهڙيون سڀيون ثابت خوشبويات جون شيشيون (بغداد ۾) فقط اٺ (8) آهن پر جي انهن جي هڪجهڙائي ۽ يڪسانيت جي پهلوءَ تي ٿو غور ڪجي تہ معلوم ٿئي ٿو تہ اهي سڀ ڀنڀور ۾ ئي تيار ڪيون ويون آهن.

## شيشي جون ناليدار شيون (يا ناليدار شيشي جون شيون) (Fluted Glass)

ڀنڀور مان عباسي دور جي هڪ ناشپاتيءَ جي شڪل جي صراحي يا شيشيءَ جو هڪ ٽڪرو مليو آهي، جنهن جو تر گولائون آهي ۽ ٻاهرين سطح تي عمودي شڪل ۾ ناڙيون يا نالين جهڙا ڪانچا ٺهيل اٿس. اها اَڪَر

يا طرز نگارش بلڪل اهڙي ئي آهي جهڙي ستين- ائين صدي عيسويءَ ۾ شام ۾ شيشي جي صراحين تي ڪئي ويندي هئي. توڙي اتان شيشي جي هڪ مرتبان جي هيٺئين حصي جو بہ هڪڙو ٽڪرو مليو آهي جنهن تي نمايان طور تي ڪانچن جي اهڙي ئي آڏي ڦڏي اُڪر ٽيل آهي جهڙي ڪِش جي شهر ۾ ٺهندڙ پيالن جي ٽَرن تي ٽيندڙ هئي. اهو ڇهين صدي عيسويءَ وارو ساساني حڪمرانن جودؤر هو. گويا اها اصلاً طرز نگارش ساساني وٺر حڪمت جي آهي، جيڪي ڇهين صدي عيسويءَ ۾ حڪمران هئا. ڀنڀور ۾ شيشي تي اهو ڪم ائين صدي عيسويءَ ۾ ٿيو آهي. (پر انهيءَ جي نسبت ڇهين صدي عيسويءَ جي ساساني دور حڪومت جي انهن پيالن سان آهي، جيڪي ان دور ۾ ڪِش جي شهر ۾ ٺهندڙ هئا.)

## شيشي جون سانچي ۾ ڪپائي ناهيل شيون. (يا سانچي ۾ گهڙيل شيشو) (Moulded Glass)

ڀنڀور مان شيشي جي مرتبانن جا ڪي اهڙا نمونا بہ مليا آهن جن جي تري توڙي ٻاهرئين حصي تي ڪارب يا سانچي ۾ ڪپائي تيار ڪيل نقش نگار ڇهتايا ويا آهن. اهي نمونا اموي ۽ عباسي ٻنهي دورن سان واسطو رکندڙ آهن. انهن ۾ ڪن نمونن جي تہ شام ۾ ابتدائي اسلام دور ۾ ٺهندڙ ۽ بعد جي زماني ۾ ايران ۾ ٺهندڙ نقش نگار سان ايتري مماثلت ٿي بيهي جو ڀانئجي ٿو تہ اهي مرتبان انهن ئي ملڪن مان درآمد ڪيا ويا آهن.

## رنگين چٽسالي ڪيل شيشي جون شيون.

## (Painted Glass)

ڀنڀور جا شيشہ گر رنگدار چٽسالي يا ملمعو چاڙهڻ جو ڪم نہ ڪندا هئا. انهيءَ حقيقت جي تصديق انهيءَ مان ٿئي ٿي، جو ڀنڀور مان شيشي جون جيڪي شيون مليون آهن تن تي نہ ملمعو لڳل آهي ۽ نہ انهن تي رنگدار چِٽَ اڪريل آهن. البت هتان هڪڙي پيالي جو هڪ اهڙو ٽُڪر مليو آهي جنهن جي اندروني حصي ۾ گهري ڳاڙهي رنگ سان اقليدسي (Geometric) جوڙ وارو هڪ هئڊي رنگ جو ملمعو لڳل نقش ٺهيل آهي جيڪو ائين صدي عيسويءَ جي اموي دور جي معيار جو هم مثل آهي. انهيءَ پيالي جي ٻاهرئين حصي تي

ڳاڙهي ۽ اڇي رنگ سان متوازي ۽ هڪ جيتري وڇوٽيءَ تي خط ۽ خال ٺهيل آهن. اهڙيءَ طرز جو رنگين چٽساليءَ وارو شيشو ڏهين ۽ ٻارهين صدي عيسويءَ جي دوران ايران، شام، عراق ۽ مصر ۾ گهڻو مقبول عام هو.

## ٽڪيل شيشي جون شيون. (يا شيشي تي ٽڪ جو ڪم) (Glass with incised decoration).

ڀنڀور ۾ جيئن رنگين چٽساليءَ واروشيشو اڻ لڀ آهي تيئن ٽُڪيل شيشي جون شيون بہ خير ڪي هيون يا نہ هئڻ جي برابر مليون آهن. بس هڪ پيالي جو هڪڙو ٽُڪر ٺي هڪ بي مثل ثابتيءَ طور مليو آهي، جنهن جو رنگ هلڪو پيلو آهي ۽ جنهن جي تري جو اندريون حصو ٽُڪيل آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اهو پيالو عراق جي شهر سمارا مان درآمد ڪيو ويو هجي، جيڪو شهر عباسي دور حڪومت ۾ عراق جو دار الحڪومت هو ۽ جيڪو سن 838 ۽ 883 عيسويءَ جي دوران وڏيو ۽ وسيو هو. ڀنڀور مان ملندڙ انهيءَ پيالي جي ٽڪر جو لاڳاپو عباسي حڪومت جي پوئين دور سان آهي.

اِهي سڀ ديده زيب ۽ نازڪ شيشي جي سامان جا نمونا، جيڪي پاڪستان جي آڳاٽي اسلامي دؤر سان تعلق رکن ٿا، ڀنڀور ميوزيم ۾ موجود آهن. وڏيڪ کوٽائي جيڪا عرب راڄڌاني منصوره (لڳ شهدادپور) ۾ ڪئي ٿي وڃي، ان جي نتيجي ۾ شيشہ گريءَ جي صنعت جي باري ۾ وڌيڪ ثابتيون ملي رهيون آهن. منصوره ۾ هڪ نئون ميوزيم قائم ڪيو ٿو وڃي جتي سنڌ جي اسلامي تاريخ سان لاڳاپيل ثقافتي يادگار شيون رکيون وينديون.

اُهو اخذ ڪيو ٿو وڃي تہ سليڪا (Silica) جا ذخيرا، جيڪي شيشي ٺاهڻ ۾ ڪتب ايندا آهن، اُهي ڀنڀور جي هنرمندن کي وافر مقدار ۾ ميسر هيا. اسان جي ٺي دور ۾ حيدرآباد جو شهر، جيڪو ڀنڀور کان 75 ميل پري اُتر طرف آهي، شيشي جي صنعت جي اهم مرڪز طور اڀريو آهي. ٻارهن سو سال اڳ ڀنڀور شيشي جي وڌندڙ صنعت جو مرڪز هيو ۽ هاڻي حيدرآباد جو شيشي جي صنعت ۾ ناماچار ڪيڻ صدين پراڻي سنڌ جي شيشي جي صنعت جي روايت جو تسلسل آهي.

(ترجمو: فضل احمد بچاڻي)



سيد غوث علي شاه صاحب (تڏهوڪو) وزير تعليم نمائش جو افتتاح ڪندي.



سيد غوث علي شاه صاحب ۽ عبدالله جي ميمڻ صاحب اسٽال ڏسي رهيا آهن.

# پنيور نيشنل سيمينار 83 جا مقرر



سيد غوث علي شاه صاحب



عبدالله جي ميمڻ
(تڏهوڪو) ڪمشنر حيدرآباد دويزن



ڪي- بي رند
(ٺٽو) ڊپٽي ڪمشنر ٺٽو.



عبدالقادر منگي- ڪنوينر سيمينار.

"... موهن جي دڙي جي اوائلي دور کان وٺي اڄ تائين سنڌ، دنيا ۾، تهذيب ۽ ثقافت جي روشني ڦهلائيندي رهي آهي. ڀنڀور جو دور به ان تسلسل جي هڪ ڪڙي آهي. هتان جا ماڻهو پنهنجي تاريخ ۽ ثقافت سان ديوانه وار پيار ڪن ٿا ۽ ان کي وڌائڻ، ويجهائڻ ۽ سمجهڻ لاءِ ڪوششون ڪن ٿا. 'ڀنڀور سيمينار' هن ماڳ جي ڏنڌ ۾ ويڙهيل تاريخ کي بهتر طور سمجهڻ لاءِ محرڪ ثابت ٿيندو-"

ڊاڪٽر جي- ايم- مهڪري

('ڀنڀور سيمينار' جي آخري ويهڪ جي صدارتي تقرير تان ورتل)

# ڀنڀور جا آثار- سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جو مطالعو

ڊاڪٽر غلام علي الانا

ڀنڀور جي کنڊرن ۽ قديم آثارن پنهنجي سيني ۾ واديءِ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن، ثقافتي ۽ سماجي تاريخ جا دفتر سانديو رکيا آهن. جيتوڻيڪ قديم آثارن جي ماهرن طرفان هنن آثارن کي ديبل بندر جا آثار ثابت ڪيو ويو آهي، پر اڃا به ڪي عالم ۽ سڄاڻ انهيءَ راءِ کي غور طلب راءِ سمجهن ٿا ۽ انهيءَ راءِ کي قطعي ۽ آخري راءِ تسليم نٿا ڪن.

1956-57ع ۾ پنهنجي پي- ايچ- ڊي واري ٿيسز تي تحقيق جي سلسلي ۾ مون ٺٽي طرف واري ساري ساموندي ساحل جو سفر ڪيو هو. اُن زماني ۾ ڀنڀور جي اڃا کوٽائي ڪانه ٿي هئي، اها سڄي ايراضي دڙن جي صورت ۾ هئي. البت قلعي واري ديوار جا ڪي آثار نظر اچي رهيا هئا. اُن وقت جنهن جهوني مرد مون کي اهي دڙا گهمايا هئا، ان جي چوڻ موجب هنن آثارن کان سواءِ سمنڊ اندر ٻيا به ڪيترائي آثار موجود هئا. انهن مان رتو ڪوٽ، جاکي بندر ۽ ڏيو، مون وتيجي ۽ ٻوهارن وٽان ڪارين ذريعي، هُڙن وسيلي وڃي گهمي ڏٺا هئا ۽ سر زمين تان سڪا ۽ ٻيو به ڪجهه سامان هٿ ڪيو هو.

ڀنڀور جي کوٽائيءَ سنڌ جي قديم تاريخ جا اهم باب کوليا آهن. هن کوٽائيءَ مان اهو ثابت ٿيو آهي ته هت اسلامي دور کان به اڳ ڪيترن ئي خاندانن جي حڪومت رهي آهي.هنن دڙن جي کوٽائيءَ مان اهو پڻ ثابت ٿيو آهي ته هن شهر ۾ مسلمانن اٺين صديءَ کان وٺي رهڻ شروع ڪيو هو ۽ سڀ کان اول جن مسلمانن هت رهڻ شروع ڪيو هو، سي عرب هئا، جيڪي تيرهين صدي عيسويءَ تائين هت رهيا. انهن حقيقتن جو ثبوت اُموي دور جا اُهي سڪا آهن، جيڪي آرڪيالاجي کاتي جي ماهرن کي کوٽائيءَ مان هٿ آيا هئا.

پر حقيقت هيءَ آهي ته هي شهر مسلمانن جي سنڌ تي فتح کان به گهڻو

اڳ آباد هو. اُن سلسلي ۾ جيڪي ثبوت مليا آهن، اُنهن ۾ اهم ثبوت هڪ تہ اهي سڪا آهن، جيڪي اسلامي دور کان اڳ جا آهن ۽ ٻيا اهي برتن آهن، جن تي ارڏناگري ۽ لاڙي يعني لوهاڻڪي رسم الخط ۾ ان وقت جي ٻوليءَ جا لکت ۾ نشان ۽ آثار ملن ٿا [1] هتان جيڪي ٻُت لڌا ويا هئا، تن مان هڪ تي هڪ عورت جي چهري جا سڀ نقش چڱيءَ طرح اُڀريل آهن ۽ ان جي مٿي تي خاص قسم جو لباس آهي. ان کان سواءِ هڪ برتن تي هڪ نچندڙ جوڙي ۽ سورج مکيءَ جون تصويرون پڻ اُڪريل آهن.

انهن کان سواءِ هتان مليل ٿانون تي جاميٽريءَ جي ڊزائين جون شڪليون، نقش، چٽ، گل، انساني ۽ حيواني جن ۾ دريائي پکي، مڇي، نانگ، مور، هاٿي، هرڻ، ڪن گلن ۽ ٻوٽن جون شڪليون، جن ۾ سورج مکيءَ جو گل ۽ ڪنول جو گل، اُن کان سواءِ سج اڀرڻ وغيره اڪريل نظر اچن ٿا. ان کان سواءِ مٽيءَ جا برتن، رانديڪا، جانورن ۽ انسانن جون مورتيون هتي جي فن ۽ فنڪاريءَ جو ثبوت ڏين ٿيون [2] .

ڀنڀور مان لڌل سامان نہ فقط هن شهر جي تهذيب ۽ تمدن جي تاريخ بيان ڪري ٿو پر ان سامان جي مطالعي جي مدد سان، واديءِ سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جي تاريخ تي چڙهيل پڙدا هٽي وڃن ٿا ۽ ائين ٿو معلوم ٿئي تہ هن تهذيب جي تاريخ، آمري، ڪوٽڏيجي، ۽ موهن جي دڙي کان هلندي، مختلف تهذيبن جا اثر تسليم ڪندي، ماضيءَ ۽ حال جي وچ ۾ رابطو رکندي، ڀنڀور واريءَ تهذيب سان پنهنجا ناتا جوڙيندي، اڳتي سفر جاري رکندي هلي رهي آهي.

آرڪيالاجي کاتي جي ماهرن کي ڀنڀور مان جيڪي ڳاڙها برتن مليا آهن سي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندي چون ٿا تہ اِهي ٿانو ڪاري سمنڊ جي اتر ۽ اوڀر واريءَ قديم تهذيب سان واسطو رکن ٿا. انهيءَ تهذيب جو زمانو هڪ صدي قبل مسيح کان شروع ٿئي ٿو ۽ هڪ صدي بعد مسيح ۾ ختم ٿئي ٿو. ڪاري سمنڊ جي اتر ۽ اوڀر جي قديم رهاڪن کي ساڪ يا سٿيا سڏيو ويو آهي. ساڪ يا سٿيا قوم هڪ صدي ق-م ڌاري قديم ايران کان هت آئي.

ماهرن جو خيال آهي تہ هن واديءَ ۾ هڪ صدي عيسوي ڌاري "پارٿيا"

(1) Khan F. A., Bhambhore, Karachi, Department of Archaeology, Govt: of Pakistan, iv Edition, 1976, P 15.
(2) Khan. F.A, (Ibid).

قوم جي ماڻهن، ساڪن (سٿين) جي جاءِ والاري. هن قوم ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو هو، پر سندن تهذيب يوناني هئي. ڪاري سمنڊ جي اوڀر ۽ اتر جي انهن قديم قومن يعني سٿين ۽ پارٿين جي تهذيب ۽ ثقافت جو جيڪو سامان پنڀور مان لڌو آهي، تنهن وادي سنڌ جي ثقافت ۽ تاريخ ۾ هڪ نئون ۽ اهم باب کوليو آهي[1].

پر هن ڏس ۾ پنڀور جي کوٽائيءَ واري رپورٽ ۾ ڄاڻايل مواد کان اڳتي ڪابہ تحقيق ڪانہ ٿي آهي. خبر نہ آهي تہ اسان جي ماهرن ۽ مورخن پنڀور جي کوٽائيءَ واريءَ رپورٽ کي آخري رپورٽ يا آخري تحقيق سمجهي هن ڏس ۾ پنهنجو قلم چو نہ چڙيو آهي ۽ اڳتي سوچڻ لاءِ ويچار ڇو نہ ڪيو آهي؟ ٺيڪ تہ هيئن ڪپندو هو تہ پنڀور واريءَ رپورٽ ۾ جن جن پهلوئن طرف ڊاڪٽر ايف- اي- خان طرفان اشارا ڪيا ويا هئا ۽ جن جن نقطن طرف هن صاحب نشاندهي ڪئي هئي، تن تي وڌيڪ سوچ ويچار، غور فڪر ۽ تحقيق ڪئي وڃي ها.

پر هن ڏس ۾ آرڪيالاجيءَ جي ماهرن، فنون لطيفہ جي ڄاڻن، فن تعميرات جي فاضلن، مختلف هنرن تي ڄاڻ رکندڙن، رياضيدانن، علم الانسان (Anthropology) جي اڪابرن ۽ لسانيات جي شاگردن، مورخن توڙي جاگرافيءَ جي استادن کي پنهنجن پنهنجن مضمونن جي لحاظ کان سوچڻ گهرجي ۽ تحقيق ڪرڻ گهرجي.

هن وقت تائين پنڀور جي کوٽائيءَ مان مليل مواد تي فقط ٻن نقطن جي لحاظ کان سوچيو ويو آهي ۽ ان سلسلي ۾ کوجنا ڪري نتيجا ڪڍيا ويا آهن. انهن مان هڪ نقطو هي آهي تہ هي آثار سنڌ جي قديم ۽ تاريخي شهر ديبل بندر جي قتل شهر جا آثار آهن؛ ٻيو نقطو هي آهي تہ پنڀور واري مسجد برصغير جي سڀ کان پهرين مسجد آهي، جيڪا هن شهر جي فتح کان پوءِ فورا جوڙائي ويئي هئي. هن سلسلي ۾ هن عمارت وٽان حاصل ٿيل پٿر تي اُڪريل ڪتبا هن دعوي لاءِ آخري دليل سمجهيا وڃن ٿا. اهڙيءَ طرح هنن آثارن مان سنڌ ۾ اسلامي دؤر ۽ اسلام کان اڳ واري دؤر جا سڪا پڻ هٿ آيا آهن، پر انهن تي بہ اجا تائين ڪا تفصيلي تحقيق ڪانہ ڪئي ويئي آهي.

(1) Khan F.A Op. Cit: PP 11 & 12.

منهنجيءَ نظر ۾ مٿي ڄاڻايل ٻئي نقطا ڀنڀور واريءَ تهذيب لاءِ واقعي اهم نقطا آهن. ان ڳالهه کان ڪوبه انڪاري نه آهي ته جنهن جاءِ وٽان اهي ڪتبا لڌا هئا سا ڪا مسجد نه آهي. ڪنهن کي به اعتراض نه آهي ته ڪو ڀنڀور واريءَ تهذيب تي اسلامي تهذيب ۽ ثقافت جو اثر نمايان نه آهي. ڪوبه انڪار نٿو ڪري ته هت عرب مسلمان اٺين صديءَ کان تيرهين صديءَ تائين آباد هئا. سوال هي آهي ته آرڪيالاجي کاتي جي ماهرن، مورخن، علم الانسان جي فاضلن ۽ علم الانسان جي شاگردن کي اها ته چڱيءَ طرح ڄاڻ آهي ته هن شهر جي آباد هجڻ جا ثبوت سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان ڪافي اڳاٽا يعني هڪ صدي ق-م ۾ ملن ٿا. هتان لڌل سڪا، برتن ۽ ٻيو سامان اهڙي گواهي ڏئي ٿو. مت ٻڌ مت، هندو مت، شو پنٿ ۽ انهن کان به اڳ جي انسانن جي آباد هجڻ جا اهڃاڻ ملن ٿا؛ پر ماهرن هنن آثارن جي کوٽائيءَ مان حاصل ٿيل مواد کي مختلف دورن ۾ ورهائڻ جي باوجود ۽ سيني دورن کي اهميت ڏيڻ جي بدران فقط هڪ دور کي وڌيڪ اهميت ڏيئي ان جي وڌيڪ اپٽار ڪئي، واديءَ سنڌ جي تاريخ جي ٻين پهلوئن تي لکڻ ته پري رهيو پر انهن کي ڇهڻ به مناسب نه سمجهيو. هن ڏس ۾ ماهرن جي مراد فقط هي هئي ته هت عربن جي آمد ۽ عربي تهذيب جي اثرن جا اهڃاڻ ڳولي، ثابت ڪري، انهن جي نشاندهي ڪئي وڃي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر فضل احمد خان پنهنجيءَ رپورٽ ۾ لکي ٿو:

”ڀنڀور جي کنڊرن تي هن وقت جيڪا تحقيق ٿي رهي آهي، ان جو بنيادي مقصد آهي هن بستيءَ جي آغاز ۽ اٺين صديءَ جي اوائل ۾ سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ مسلمانن جي بود و باش جي طريقي ۽ ان دور جي تهذيب ۽ ثقافت جو پتو لڳائڻ“ [١].

واديءَ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن سان محبت رکندڙن کي عربي دؤر جي تهذيب ۽ تمدن، سنڌ جي معاشري ۽ معاشرتي تاريخ تي ان اسلامي دور جي اثر ۽ ڇاپ لاءِ قدر ۽ احساس آهي، تهذيبون هڪٻئي تي اثر ڪنديون آهن، اها هڪ مڃيل حقيقت آهي. سنڌي تهذيب تي عربي ۽ اسلامي تهذيب جي اثر

(1) Khan F.A: Bhambhore, Karachi, Deptt: Archaeology, Govt of Pakistan, IV Edition, 1976, P. 9.

کان سنڌ جو ڪوبہ ماڻهو انڪار نٿو ڪري سگهي، پر ڀنڀور مان مليل سامان جي ايپاس مان ائين ظاهر ٿئي ٿو تہ هت ڀين تهذيبن جا بہ نشان ۽ اهڃاڻ ملن ٿا، جن تي اڃا تائين قلم نہ کنيو ويو آهي.

ڊاڪٽر فضل احمد خان صاحب جي مٿي بيان ڪيل راءِ مان اهو بلڪل واضح آهي تہ سندس سامهون فقط هڪ مقصد هو، ۽ اهو هو "ائين صديءَ جي شروعات ۾ سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ عربن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي طريقي ۽ عربي دور جي تهذيب ۽ ثقافت جي باري ۾ کوجنا ڪرڻ." ڊاڪٽر صاحب جي راءِ مان اهو چٽيءَ طرح ظاهر آهي تہ سندس دلچسپي هن قديم شهر ۾ رهندڙ ٻين قومن يا تهذيبن سان ڪانہ هئي. انهيءَ سوچ جو نتيجو اهو نڪتو جو سواءِ ڊاڪٽر عبدالغفور مرحوم ۽ شيخ خورشيد حسن جي، آرڪيالاجي کاتي جي ٻئي ڪنهن بہ ماهر هنن آثارن جي حوالي سان اڳتي ڪابہ جامع کوجنا ڪانہ ڪئي.

ڊاڪٽر فضل احمد خان صاحب جي نظريي ۽ راءِ جو ثبوت هن حوالي مان بہ ملي ٿو، جنهن ۾ هو صاحب لکي ٿو:

"انهن کوٽائين مان هتان نہ صرف هڪ وسيع ساحلي قلعبند شهر جا آثار مليا آهن، پر هتان ان ابتدائي زماني جي فن تعمير ۽ ٻين لطيف فنن متعلق تمام گهڻيون شيون پڻ هٿ آيون آهن. هتان مٽيءَ جي برتنن جو جيڪو وڏي ۾ وڏو تعداد هٿ آيو آهي، ان جي مدد سان محققن کي پهريون دفعو مسلمانن جي اوائلي دور جي برتنن جي مطالعي جو موقعو مليو آهي. اميد آهي تہ هي مطالعو وڌيڪ تحقيقات لاءِ بنيادي حيثيت رکندو"[1].

ڊاڪٽر صاحب اڳتي هلي لکي ٿو:

"پنجن ڇهن جڳهين تي جيڪا گهري کوٽائي ٿي آهي، ان جي مدد سان انهن دڙن جي هر تہ جي خبر پئجي سگهي آهي. انهن هيٺين ڪان مٿين تهن تائين "ساڪ" گهراڻي ايرانين (ساسانين)، هندو ۽ ٻڌمت ۽ اسلام جي ابتدائي ٽن دورن جا آثار معلوم ٿين ٿا، جيڪي پهرين صدي قبل مسيح کان وٺي تيرهين صدي عيسويءَ تائين هڪ ڊگهي زماني تي حاوي آهن"[2].

هاڻ سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ سٿين، پارٿين، ايرانين، ٻڌمت ۽ هندو دؤر

(1) Khan F.A: Op. cit, P. 17.

(2) Khan F.A: Op. cit, P. 15.

واري هن قديم تهذيب متعلق اسان جا مورخ ۽ ماهر خاموش ڇو رهيا آهن.
ڀنڀور واري تهذيب جي ملڪ ۾ ويچار ڇو نہ آهي؟ ڇا انهن دورن جا برتن، رانديڪا، روزانہ زندگيءَ جو سامان، سڪا، اُن قديم تهذيب ۽ ثقافت جي باري ۾ ڪجھ بہ نٿا بيان ڪن؟ اهو سامان پنهنجي دور جي معاشري ۽ معاشرتي زندگيءَ تي ڪابہ روشني نٿو وجهي؟ جيڪڏهن انهيءَ سرمايي ۽ مواد جي مطالعي جي مدد سان اسان جي ملڪ جي قديم تاريخ، قديم تهذيب ۽ قديم ثقافت جي باري ۾ معلومات ملي ٿي تہ پوءِ انهن جي باري ۾ اسان جا ماهر خاموش ڇو رهيا آهن ۽ انهيءَ دور کي اهميت ڇو نہ ڏني اٿن؟

ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان مليل سامان جي اڀياس مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هن ۾ ڌار ڌار مذهب جا ماڻهو رهندا هئا. سڀ کان اهم نقطو هي آهي تہ هتان مليل مواد تي جيڪي ڇِٽ، گل، نقش، ڊزائينون ۽ جاندارن جون شڪليون وغيره آهن، انهن مان هن تهذيب جي رهاڪن، ماڻهن جي روزانہ زندگيءَ، زندگيءَ جي فلسفي، سوچ، فڪر، مذهب، فن، هنر، ڪاريگرين ۾ ذوق ۽ نفسيات جي خبر پوي ٿي.

ماهرن کي خبر آهي تہ ڪنهن بہ ملڪ جي ٻولي اُن ملڪ جي سماجي، ثقافتي تهذيب ۽ تمدني تاريخ جي آئينہ دار هوندي آهي. ڪنهن بہ قوم جي ٻوليءَ جي مطالعي مان ان قوم جي معاشي ۽ معاشرتي قدرن، سوچ ۽ فڪر جي ارتقا، تهذيبي تمدني تاريخ جي خبر پوندي آهي. ڀنڀور جي آثارن مان مليل مواد جو مطالعو هت رهندڙ ماڻهن جي ذهني ارتقا، معاشي ۽ معاشرتي حيثيت، فن ۽ فنڪارانہ قابليت، مذهب ۽ مذهبي اصولن وغيره جو املهہ مواد سامهون آڻي ٿو، جنهن جي ڏسڻ سان علم الانسان جا ماهر هتي جي ماڻهن کي وڏي قدر ۽ احترام جي نگاهن سان ڏسن ٿا.

هن ڏس ۾ مٿي بيان ڪيل نقطن ۽ هتي جي ماڻهن جي اخلاقي ۽ اقتصادي تاريخ متعلق گهڻي ۾ گهڻي ۽ مفيد معلومات انهن ٺڪرين جي ذريعي ملي ٿي، جن تي ڪلڪ سان اُن زماني جي ٻوليءَ جا ڪجھ اکر لکيا ويا آهن، جن کي ڊاڪٽر خان Proto Nagari اکر ٿو سڏي (١).

انهن ٺڪرين تي لکيل هي لفظ ثابت ٿا ڪن تہ هن شهر جا ماڻهو نہ فقط هڪ پراڻي تهذيب ۽ ثقافت جا ڌڻي هئا، پر هو پنهنجي روزانہ زندگيءَ،

۽ وهنوار آتڻي ويهڻيءَ ۾ پنهنجي ٻولي ڪم آڻيندا هئا. جيڪا هو نہ فقط ڳالهائي سگهندا هئا، پر هو اُها ٻولي باقاعدگيءَ سان لکي بہ سگهندا هئا. انهن نڪرين تي لکيل اکرن مان ائين پڻ واضح ٿئي ٿو تہ هن شهر جا ماڻهو هڪ کان وڌيڪ رسم الخط لکي سگهندا هئا. هن مان اها بہ دعويٰ ڪري سگهجي ٿي تہ هت رهندڙ ڌار ڌار قومن جو ڌار ڌار رسم الخط هوندو هو، يعني لوهاڻا پنهنجو لوهاڻڪو يا لاڙي رسم الخط ڪم آڻيندا هئا تہ ٻيا هندو ارڏنا گري رسم الخط ڪم آڻيندا هئا. اهڙيءَ طرح هت مانوشائو يا ملوالي رسم الخط پڻ رائج هو.

ٻولي، قومن جي زندگي، ثقافت، تهذيب ۽ تمدن جو آئينو آهي. سنڌي ٻولي سان دلچسپي رکندڙ دوستن کي اها تہ خبر آهي تہ انهن ٺن نڪرين مان هڪ، جنهن تي لوهاڻڪي[1] يا لاڙي رسم الخط ۾ ڪجهہ اکر لکيل آهن، اُن جي لکت مون سال 1968ع ۾ پڙهي، نئين زندگي رسالي ۾ مضمون جي صورت ۾ ڇپائي هئي. وري وڌيڪ اڀياس ڪري، 1979ع ۾ پنهنجي ڪتاب "سنڌي صورتخطيءَ" ۾ اُن جي باري ۾ تفصيلي بحث ڪيو هو. ان نڪريءَ تي لکيل اکرن جي پڙهڻ کان پوءِ مون جيڪي نتيجا ڪڍيا هئا، انهن کي هت دهرائڻ مناسب ٿو سمجهان. اهي نتيجا هي آهن:

(الف) پنڀور واريءَ لکت مان هڪ يعني تصوير نمبر 10 واري لکت پڙهي ويئي آهي؛ اُن لکت جي پڙهڻي آهي "ٻڄُر هيدر". پهرينءَ سٽ ۾ لکيل آهي "ٻڄُر" ۽ ٻيءَ سٽ ۾ لکيل آهي "هيدر". انهيءَ نڪريءَ ٽوڙي ٻين نڪرين تي لکيل لفظ. سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان اڳ جي زماني جي سنڌي ٻوليءَ جي لکيل صورت جي املهہ نشاني آهن.

(ب) اسلام جي آمد کان اڳ سنڌي ٻولي ديسي رسم الخط ۾ لکي ويندي هئي، جنهن جا هڪ کان وڌيڪ رسمِ الخط هئا، يعني هر قوم کي پنهنجو پنهنجو رسم الخط هو. ٻولي اهائي ساڳي يعني سنڌي هئي، پر لوهاڻا ان کي پهنجي نموني ٻيا لکندا هئا تہ ڀاٽيا پنهنجو رسم الخط ٻيا ڪم آڻيندا هئا.

(ت) اهو بہ ثابت ٿو ٿئي تہ سنڌي ٻولي واپاري ڏي - وٹ ۽ عام

---

(۱) خواجہ غلام علي الانا، "سنڌي صورتخطي"، حيدرآباد، سنڌي زبان پبليڪيشن؛ ٽيون ڇاپو، 1979ع. ص 22-23 .

استعمال واري ٻولي هئي. أن ۾ نجوم، هيئت، رياضي، طب ۽ ٻين علمن توڙي واپار، تجارت، روزانہ استعمال جي ٻين شين، مختلف قسمن جي ڪپڙن، دوائن وغيره لاءِ لغوي خزانو موجود هو.

(ج) "بجُر هيدر" لفظ ويا ڪرڻ جي لحاظ کان توڙي نحوي نقطہ نگاه کان نهايت ئي دلچسپيءَ وارو آهي. هن لفظ جي ڇنڊ ڇاڻ کان پوءِ چئي سگهجي ٿو تہ اج کان چوڏهن سئو سال اڳ بہ سنڌي ٻوليءَ جي صنعتي فقرن جي ساخت ۽ سٽاءَ ساڳي هئي.

ڀنڀور واريءَ لکت جي مطالعي کان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو تہ هتي لوهاڻڪو يا لاڙي رسم الخط، اردناگري رسمِ الخط ۽ مالواري رسم الخط رائج هئا. جنهن جا ثبوت عرب سياحن جا خط، ابن نديم ۽ البيرونيءَ جي بيانن مان ملن ٿا.

هن سلسلي ۾ جاحظ (864ع) لکي ٿو:

"سنڌ (هند) جي ماڻهن کي اسان نجوم ۽ حسابن ۾ گهڻو اڳتي ڏٺو، انهن جو هڪ خاص سنڌي (هندي) خط آهي ..... (الخ)" [1]

مسعودي (957ع) لکي ٿو:

"سنڌ جي زبان هندستان کان مختلف آهي. سنڌ اسلامي ملڪن سان قريب تر آهي. مهانگر يعني ولبيراءِ جي سلطنت جي تختگاهہ جي ٻولي ڪڙي آهي. هيءَ أنهيءَ طرف ۽ پسگردائيءَ جي زبان آهي، مگر ثقيل آهي. ساموندي ساحل، چيمور، سوپاره ۽ ٺاڻي وغيره ساحلي شهرن جي زبان "لاڙي" آهي." [2]

ساڳيءَ طرح بشاري (985ع) لکي ٿو:

"ديبل هڪ ساموندي شهر آهي، هن سان هڪ سئو ڳوٺ مليل آهن، هتي جا رهاڪو زياده تر هندو آهن. سمنڊ جو پاڻ طغيانيءَ جي وقت شهر جي ديوارن سان اچي لڳندو آهي، هتي جا باشندا واپاري آهن. سنڌي ۽ عربي زبانون ڳالهائين ٿا" [3].

---

(1) جاحظ: "رساله فخر السودان علي البيضان"، اردو ترجمو، "هندوستان عربون کي نظر مين" اعظم ڳڙه، دارالمصنفين، 1960ع، ص 72.

(٢) ابوالحسن مسعودي: "مروج الذهب و معاون الجوهر" اردو ترجمو، حوالو ڏنو ويو آهي، ص 289-288.

(3) بشاري مقدسي: "احسن التقاسير في معرفتہ" ايضا، ص 385-289.

اهڙيءَ طرح ابن نديم (995ع) جو رايو آهي:

”سنڌ جي ماڻهن جون زبانون ۽ مذهب باهم مختلف آهن، ۽ رسم الخط متعدد آهن. هن جا تقريباً ٻه سئو رسم الخط آهن. سنڌ جي ماڻهن وٽ 9 رسم الخط رائج آهن... الخ“ (١)

بلڪل ساڳيءَ طرح البيروني لکي ٿو:

”ڏکڻ سنڌ ۾ ڪاري خطي تائين، مالوشائو (Malwashau) نالي جيڪو رسم الخط ڪم ايندو آهي، اُن کي مالوالي به چئبو آهي. ٻهمنوا (منصوره) ۾ سئندو رسم الخط ڪم ايندو هو. لاڙي خط لاڙ ديس ۾ ڪم ايندو هو. اردنا گري رسم الخط ڀاٽيا ۽ سنڌ جي ڪن حصن ۾ لکيو ويندو هو“ (٢)

عرب سياحن جا مٿي جيڪي رايا ڏنا ويا آهن، تن مان ظاهر ٿو ٿئي ته سنڌ نه فقط ثقافت، وڻج واپار، علم ادب ۽ ٻين ڳالهين کي لکت ۾ ثبوت طور پيش ڪيو آهي، پر انهن سفرنامن مان سنڌي ٻوليءَ ۽ ان لاءِ ڪم ايندڙ لکيتن جي ڌار ڌار نمونن بابت به پتو پوي ٿو. جاحظ، ابن نديم ۽ البيرونيءَ جي احوالن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ ۾ اسلام جي آباد وقت سنڌي ٻولي نه فقط ڳالهائي ويندي هئي، پر اها روزمره جي استعمال واري ٻولي هئي. ماڻهن جي خيالن جي اظهار جو ذريعو هئي ۽ اها ڌار ڌار رسم الخطن ۾ لکي به ويندي هئي، ۽ اهو پڻ ثابت ٿو ٿئي ته ان وقت جي ٻولي ان وقت جي تهذيب، ثقافت ۽ ان جي قدرن کي اجاگر ڪري ٿي.

پنڀور جي کوٽائيءَ مان مليل ٺڪرين تي لکيل اکرن جي وڏيڪ اڀياس ڪان پوءِ هن نتيجي تي پهچجي ٿو ته ابن نديم ۽ البيرونيءَ جيڪا راءِ ڏني هئي، سا سچي ۽ صحيح هئي. ان سلسلي ۾ ٻهرين 1968ع ۾ ۽ ان کان پوءِ 1979ع ۾ ڪيل نتيجن ۾ مون اهو عرض ڪيو هو ته هتان لاڙي يا لوهاڻڪي ۽ اردنا گري رسم الخط جا ثبوت ۽ نمونا مليا آهن. تازو ڊاڪٽر محمد رفيق مغل صاحب طرفان منصوره ۾ ڪيل کوٽائيءَ مان مليل ڪن

---

(1) ابن نديم، الفهرست، ايضا، جلد دوم، 1962ع، ص 3-4.

(2) Edward C-Sachaw, Alberuni's India, kegan paul Trench Tribner London, 1910, P. 173.

نڪرين تي بہ لوهاڻڪي يعني لاڙي خط جا ثبوت مليا آهن.

قديم آثارن جي ڄاڻ مشهور ماهر ڊاڪٽر احمد حسن داني پنهنجي ڪتاب "Indian Palegraphy" ۾ برصغير جي هندستان واري اڪثر حصن ۾ رسم الخط جي مختلف نمونن جو مطالعو ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ حوالا بہ ڏنا آهن، پر ڊاڪٽر صاحب ڪي سنڌ جي باري ۾ شايد ڪا معلومات ملي ڪانہ سگهي، جيتوڻيڪ عرب سياحن سنڌي رسم الخط ۽ سنڌ ۾ مروج رسم الخط طرف واضح طور اشارا ڪيا هئا ۽ انهن جا نالا پڻ ڏنا آهن. ڊاڪٽر داني صاحب پنهنجي مذڪوره ڪتاب ۾ پرانتڪ يعني صوبائي لپين جو پڻ ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن ۾ هندستان جي مشرقي، مغربي، اتر، اتر- اولهہ ۽ ڏکڻ وارن صوبن جي لپين جو ذڪر ڪيو آهي، پر ڊاڪٽر صاحب جو ڪتاب صرف سنڌ جي ذڪر کان خالي آهي! ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ XVIa Plate XVIb تي "ملوالي" رسم الخط جا مثال ۽ حوالا تہ ڏنا آهن، پر هن خط کي سنڌ ۾ ڳولڻ جي تڪليف ڪانہ ورتي اٿن، جنهن جو ذڪر البيروني بہ ڪيو آهي.

منهنجي خيال ۾ جنهن رسم الخط کي سر گريئرسن ڪراچي ضلعي جو رسم الخط ٿو سڏي، سو اصل ۾ لاڙي يا لوهاڻڪو رسم الخط آهي.

هن ڪان اڳ هڪ نڪريءَ تي لکيل لاڙي يا لوهاڻڪي اکرن جي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي ۽ باقي رهيل ٻن نڪرين تي لکيل اکرن جي پڙهڻيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻي هئم. هن ڪانفرنس (ڀنڀور سيمينار- 1983ع) لاءِ اهو مناسب سمجهيم تہ ڀنڀور وارين انهن باقي ٻن نڪرين جي پڙهڻيءَ جي باري ۾ ڪجهہ عرض ڪريان. اڳ ۾ جاحظ جي حوالي سان بيان ڪيو اٿم تہ سنڌ جا جا ماڻهو علم رياضي، علم ۽ نجوم حساب ۾ ڪافي اڳتي هئا. جاحظ جي هن دعوي جو دليل ڀنڀور مان لڌل نڪرينءَ جي اڀياس مان ملي ٿو.

هن نڪريءَ جي اڀياس مان هڪ تہ ان دور جي انگن لکڻ جي خبر پوي ٿي. انگن جي لکيل صورت مان پتو پوي ٿو تہ ان زماني ۾ بہ سنڌ ۾ علم رياضيءَ جو عام رواج هو. ماڻهن کي انگن ۽ انهن جي ڳاڻيٽن ۽ حساب ڪتاب رکڻ جي پوري ڄاڻ هئي. هو نہ فقط انهن جي سچي صورت مان واقف

هئا ۽ ان جي لکڻ جو وڏن رواج هو. پر ماپ ۽ تور ۾ وڏيک طور چاڻ هئي، پر ان جو لکت ۾ به اظهار ڪري سگهندا هئا. ڪنهن به قوم وٽ اهڙي ترقي يافته طريقي جو هجڻ ان قوم جي ذهانت جو ثبوت اهي. هن ٺڪريءَ (نمبر پهرين ص 15) جي ٻيءَ سٽ ۾ اکر دراصل سچي لفظ جي "لنڊي"، چوٿي يا مخفف صورت آهي، جنهن جي مراد آهي "ماپ". سنڌ ۾ اڄ به واپارين وٽ ائين لکڻ جو رواج آهي. هن سِٽ ۾ اکر مان مراد اهي سوا هڪ پاءُ. سڄيءَ سٽ جي پڙهٽي ٿيندي "ماپ سوا هڪ پاءُ". هن مان هي ٿو اندازو لڳائي سگهجي ته دڪاندار پنهنجي وقت بچائڻ لاءِ ڪنهن شيءِ جون سوا هڪ پاءُ جون تور جيتريون پڙيون يا ويڙهيون اڳواٽ ئي ٻڌي تيار ڪري رکندا هئا، ته جيئن دڪاندار ۽ خريدار جو وقت ضايع نه ٿئي.

علم رياضيءَ سان دلچسپي رکندڙ ماهرن لاءِ وڏيک دلچسپيءَ وارو نقطو هي آهي، ته پنيور جا ماڻهو شيءِ جي ننڍن جزن مان به چڱيءَ طرح واقف هئا. ٻين لفظن ۾ هيئن چئبو ته سڄو، اڌ، پاءُ ۽ مُنو وغيره جهڙا جزا، ان وقت به سنڌ ۾ روزمره جي زندگيءَ ۾ مُنو استعمال ٿيندا هئا.

هن لفظ کان هيٺ، ٽينءَ سٽ ۾ لکيل آهي

جنهن جي پڙهٽي آهي سوا ٻه، يعني ته پنيور جا رهاڪو نه فقط انگ اکر لکي سگهندا ها، پرجزن جي چاڻ کان سوءِ انهن جزن جي لکڻ جو به وڏن رواج هو. يعني هو وڏا حسابدان ۽ رياضيدان هئا، جنهن جو ذڪر جاحظ پڻ ڪيو آهي.

اهڙي نموني صفحي 15 تي شڪل نمبر 3 ۾ ڏنل ٺڪريءَ تي جيڪي اکر لکيل آهن، تن جي پڙهڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ ٺڪريءَ جي پڙهٽيءَ مان آئون اجان مطمئن نه آهيان ۽ اها دعويٰ نٿو ڪريان ته جيڪا پڙهٽي مون مقرر ڪئي آهي، اها آخري ۽ بلڪل درسٽ آهي، پر ماهرن جي ڏيان ۽ سوچ فڪر لاءِ پنهنجا رايا پيش ڪريان ٿو ۽ ٻين ماهرن کي پڻ دعوت ٿو ڏيان ته هو به هن ڏس ۾ ڪوشش ڪن. انهيءَ ٺڪريءَ تي پهرينءَ سٽ ۾ جيڪي اکر لکيل آهن. ان جي پڙهٽي آهي (رمڊريها پٽ) "پٽ" مان مراد ته ريشم آهي، پر رمڊريها ڇا آهي، ان تي، سوچڻو پوندو. ممڪن آهي ته ڪو ريشم جو قسم هجي.

ٻيءَ سٽ ھن ريت لکيل آھي:
ان جي پڙھڻي آھي: "ڏيرو ھڏبرو".
ٽينءَ سٽ ۾ ھي اکر لکيل آھن:
ان جي پڙھڻي آھي "ننڍو"

انھن لکرين جي پڙھڻيءَ مان خبر پوي ٿي، تہ ان وقت کھڙو ڪپڙو يا ٻيو سامان عام طور وڪامندو ھو. کھڙين شين جو واپار ھلندو ھو، کھڙا کھڙا رنگ استعمال ٿيندا ھئا. ھنن لکرين جي اڀياس ڪان پوءِ سنڌ جي معاشي ۽ سماجي حالت ۽ ماڻھن جي نفسيات، سندن طبيعت جي لاڙن، تھذيب ۽ تمدن جي باري ۾ ڪافي ڪجھہ چئي سگھجي ٿو [1].



پينرا! ھن پنيور ۾، گھاريل ٿي گھاريان،
سڄڻ جي سانگ، ويا، سيئي ٿي ساريان،
سي ڪيئن وساريان، جي وٺان مون واٽ ٿيا.

ڪلھي ڦاٽم ڪنجرو، مٿو اگھاڙو،
پينرا! ڪچاڙو، منھنجو ھن پنيور ۾.

1 Khan F.A. OP. Cit, P.15.

# منهنجو ڪجاڙو ، ڀينر هن ڀنڀور ۾

علي احمد بروهي

سسئي سالن جا سال سڪندي رهي، روئندي رڙندي ۽ چوندي رهي ته رهي وڃ رات ڀنڀور ۾، پر سسئي جو سڏ ڪنهن نه اونايو. مون ڀنڀور ۾ رات رهندي ڪنهن کي ڪو نه ڏٺو. الاجي ڇو؟ ڀنڀور ڪو ايڏو برو ته نه هو هڪ وسندڙ شهر ۽ برک بندر هو. ديسين پرديسين جي هتي اچ وڃ هئي، ڪن جو ته پاڻ ۾ ازلي انگ به اڙيل هو. هي ڀي ڳالهه؟ آهي ته ڪوهياري ڪيچ وڃڻ جي ڪئي، يا پائر پچائي ويس. پر ان ۾ ڀنڀور جو ڪهڙو قصور؟ ڏنگائي ڏيرن ڪئي، وير رکيائين ڀنڀور سان، ڇي پنهل کان پوءِ ڏينديس باه ڀنڀور کي!

اسان جون ڪي ڪي سورميون به عجيب هيون. ويڙهڻ وسائڻ جي ۽ وسنو ڪرڻ جي ڳڻ ڪيائون اهو ته ٺهيو، پر رهندو گهر جو گهاتو. پردو ٿئين مائين عشق ته ڪيا پر پٽ پاراتا ڏيئي اسان جي شهرن جا لاه ڪيڍي ڇڏيائون. ڪاڪ جو ڪم مومل لاتو، راڻي سان گڏ لداڻو ۽ ڊٽ به چوپٽ ڪري ڇڏيائين. ديود ڪوٽ ۽ ديبل بندر کي دادي ليلان جي لڳي، اهڙي جو اڄ ڏينهن سوڏو گم آهي. آثار قديمه وارا ڪيس ڳوليندي اڇي ڀنڀور پهتا آهن. ڀنڀور کي باه سسئي تي ڏني. ”عمر تنهنجا ڪوٽ ڪرن“ مارئيءَ تي پاڏايو. لهراءِ ڀري. هاٺي پڇيس ته مائي تون عمر کي ڀلي پٽ ڏي ته ڪا تنگ ٻانهن پڇيس، ڪا تانڪي نڪريس يا ڪو ڳوڙهو پويس. پر ويچاري عمر ڪوٽ کان ڪهڙي خطا ٿي.

باقي ٺٽو بچي ويو، اهو به هن ڪري جو مائي نوريءَ ڪو ويڙ نه ڪڍيو. تماچيءَ سان توڙ نباهي پاڻ به سڪي ٿي ۽ پنهنجي مائٽ مهاڻن کي به اڏي ڇڏيائين. عمر پر تائين ڪين ڪينجهر جا حق واسطا وني ڏنائين. هي ڀي ڳالهه آهي ته هاڻوڪن تماچي تڙڏٿين مهاڻن کان اهي حق ڪسيا آهن جي هنن ڏنائي ڪو نه هئا. مون ته هي ڀڏو هو ته ٻار کان رانديڪو ڪسڻ تي به

قدرت قهار تي زلزلي ۾ ايندي آهي، پر مهاڻن جي پيٽ تي لت ڏيندي ته کنهن کي به کهڪاءُ ڪونه آيو.

اسان کي تاريخ ٻڌائي ٿي ته سنڌو سڀيتا جي تباهيءَ ۾ وڏو هٿ ٻاهرين حملي آورن جو هو. پر جي ليکو ته ڪجهي ته پنهنجن به هاڃن هڻڻ ۾ گهٽايو نه هو. خود اسان جي سنڌو، جنهن سنڌ کي جيئڻ ۽ نپايو هو تنهن به واري ڦيري سان چڱا راڳا ڪيا هئا. هر ڪس ڇڏي ٻيا ڏس وسائيندي رهي، جيئڻ ٻارڙا گهرڙا ناهي وري ڍاهي ڇڏين. وري شاباس اٿس جو اها پهچ گهڙ گهر جي اڱڻ اندر ٿي ڪيائن. شڪر جو سسئي جيان جهنگ منهن نه ڪيائين. جي پپ ۽ هاڙهي وچي وهڻ شروع ڪري ها ته ڪيس ڇا ڪري سگهو ها. بهه مڇي ۽ لوڙه ته سمي وچي ها سوڪڙي. پر اسان جا اهڃاڻ ته آثار قديمه وارن وٽ به شايد ئي لڀن ها.

سومرين جي سراپن ۽ سنڌوءَ جي ليٽڻ ڪان جو ڪجهه سنڌ ۾ بچيو ته اها ڪسر وري اسان جي ڌرتي ماتا پوري ڪري ڇڏي. اهي ته ڍولڻ امڙ پر سنڌس لاڏڻ مڙوئي اسان کي مهانگو پئي پيو آهي. دل جي ڪٺري ۽ ڦرڙي ڏڪائي. ٿوري گهٽي ڳالهه تي پيئي ڏڏي ۽ ڏهي، پر پنهنجي هم جنس سان گهٽي همدردي اٿس. شل نه ڪنهن ستيءَ تان ڪا آفت اچي. پوءِ ڦاٽي ڦاڪون ٿي پوندي. سيڙ ڇام مٽي سومرين تي سوڙه پيئي ته پنهنجو سينو چاڪ ڪري ڪين پناه جو پاند ڏنائين. جڏهن سسيءَ ڪيڏ ايل پنوهار پيو ته ڏونگر ڏاري به ڪيس اجهو ڏنائين. جڏهن دلوراءِ خانداني منصوبه بندي شروع ڪئي ته ڌرتي جنبش ۾ آئي ۽ شهرن جا شهر اونڌا ڪري تباه ۽ برباد ڪري ڇڏيائين.

اڌ ڪان گهٽي سنڌ ويران ۽ پڙپانگ ٿي وئي ۽ پنيور به انهن مان هڪ هو.

اها ويرانيءَ واري خاموشي تڏهن ختم ٿي جڏهن پٽ ڏٽي آيو ۽ اچي پنهنجو ورثو سنڀالي سنڌ جي مالڪي ڪيائين. پٽائي آئي سنڌ جا وارا نيارا ٿي ويا. چاڪاڻ ته پٽائيءَ اچي اهي مٺا به جياريا جن کي وصال ڪئي صديون گذري چڪيون هيون. سنڌس آلاپ اسرافيل جي صور وارو اثر ڏيکاريو، پو ته ڪاڪ ڪنڌيءَ وار ڪنول به تڙي پيا. مارئي جو ملير به سائو ٿيو. وٺڙا مينهن ملير تي، بوند بره جي بهار لڳي ۽ دردونديءَ جو ديس وسي پيو. شاهه

وانديون واهڻ ۽ ڳوٺ ڳوٺ کي ڳايو. پر هاڙهي، وندر ۽ گوندر، ڪوهيار ۽ وٽڪار، لاهوت ۽ هنگلاج سڀ جي سارسنڀال ۔اڻين. پر سڀ کان وڏيڪ شاه پنهور کي نوازيو: ”برو هيو پنهورجو آرياڻي اُجاريو“ سسئي واري پنهور مؤن تہ لوڪ لڏي ويو هو پر شاه اهڙو پنهور اڏيو جو هر سنڌيءَ جي ساه سان سانديل آهي. پنهور سان گڏ ساه سسئيءَ کي بہ وساريو نہ کيس ڪو مهڻو ڏنائين ۽ نہ ڪو مٿس الزام مڙهيائين. توڙي جو سسئي چار پهر گهٽايو تہ نہ هو. پنهونءَ سان پيچ پائي پريت ڳنڍيائين. چڱو ڪيائين. ڪائونس ميريون پوتيون ۽ پڙا ڏئارڻ ڪجهہ ڏاڍ مڙسي هئي. ڀلي الله سان جند ڏبي. پراين پٽن سان سڱابندي ائين ڪانہ ٿيندي آهي، اهو بہ چام آريءَ جو سڪيلڊو پٽ. هي تہ شڪر جو ڪيچ جا ٻاروچا هئا. پر جي جيڪب آباد جي ڪنهن جکراڻيءَ سان اهو حشر ٿئي ها تہ پنهور تہ ڇڏ پر سنڌ جي سيني ڪٽين ۾ ٻاڪر ڪٿو وجهن ها.

وري جي پنهونءَ کي وٺي ويا هئا تہ اهي سندس ڀائر هئا. ڪي ڌاڙيل يونگو وٺڻ لاءِ تہ نہ ڀڄائي ويا هئس. آخر مڙس هو، موٽي اچي ها. پر مائي سسئيءَ، اوڏم مڇائي آسمان مٿي تي اچي ڪنيو. چي: اها سيني جي سازش هئي. اٺ بہ ويري ها، اوٺاري بہ ويري. سج بہ ويري هيو جنهن لٽيا پنهونءَ جا پير. ڏونگر بہ ويري جنهن پٿون ڪيم پير. شڪر جو پنهور ۾ پوليس ٿاڻو نہ هو، نہ تہ سچو پنهور ناليوار فرياد ڪري ڪيرائي ها.

جي پنهون ڪيچ تي ويو تہ ڳوٺ تي ويو، ڪو پرديس تہ ڪونہ تي ويو. ايتري واءِ ويلا ڪرڻ اجائي هئي. نہ وهٽ نہ واهرو ساڻ، اڪيلي سر ڪڙين تي ڏيڻ بہ ڪجهہ عجيب هو. جڙ تہ پنهون پنهور مؤن رسي گهاري وڃي ترسيو هو، جنهن کي پرچائڻ لاءِ سسئي پنڌ تي پيئي. پنهور کان ڪيچ ڏيڍ سؤ ميل مفاصلو هو ۽ اهو بہ پهاڙي پنڌ. ڪا نسبت تہ ڪرڻ گهربي هئي. سسئيءَ کان وڏيڪ عقل تہ جهلم واري سيه ولايت حسين کي هيو جو باعيال هاڪس بي کان ترندي قافلو ڪربلا وٺي تي ويو. گهٽ ۾ گهٽ پاڻ سان لوهي پيٽيون تہ ٺهرائي ڪٽي آيو ـبو.سسئي تہ هٿين خالي ۽ پيرين پيادي هوت ڏانهن رواني ٿي هئي، جا سندس زور آوري هئي. اڌ واٽ تي ايل پنوهار کي ڏسي دهلجي دانهون ڪري ڌرتيءَ جو هنياءُ ڏاري وڌائين، جنهن اندر اجهو وٺي وڃي سڪي ٿي.

شاه سسئيءَ کي پنهنجي پيغام جو مکيه وسيلو بڻائي کيس پنجن سرن ۾ ڳايو، جو مان مرتبو ٻيءَ ڪنهن سورميءَ کي رسالي ۾ حاصل نه آهي. سسئيءَ جي اٿاه سڪ جو پرم رکندي پڇاڙيءَ پنهنجو فيصلو به سندس حق ۾ ڏنو. چوي ٿو ته "پليو سڀ پنيور، جو پنيءَ هوت نه هليو". ڏٺو وڃي ته سسئيءَ واري جاکوڙ کي شاهه انساني زندگيءَ واري سفر جي تمثيل ۾ وک وک تي ڏاه ڏيندو رهي ٿو. پهرين ته مالڪ کي گنوارو ٿيڻ ۽ ننڊ ۾ غلطان رهڻ خلاف هوشيار ٿو ڪري ته "ستا اٿي جاڳ ننڊ نه ڪجي ايتري، جو تو ساٿيهه پانيو سو مانجهاندي جو ماڳ. سلطاني سهاڳ ننڊون ڪندي نه ملي" سسئيءَ کان به ائين ٿو چورائي ته "پينر آءُ پلياس نه ته سڪ سمهڻ ڇا لڳي". سنت ۽ سڌڙين تي شاهه جي ٿوڪ تڙي ڪمال جي آهي. چوي ٿو "ڏونگر نه ڏوري پر سڌون ڪري سڪڻ جون. "ويني گهر گهوري مٿان پريڻ جندڙو." سالڪ کي سسئيءَ جيان صلاح ٿو ڏئي ته "تتي ٿڌيءَ ڪاه ڪونهي ويل ويهڻ جي. متان ٿيئي اونداه پير نه لهين پريڻ جو." جڏهن ڪو ماٺهن جي مهڻن ۽ ميارن کان مرعوب ٿو ٿئي ته شاهه کيس ڏاڍي سهڻي نموني سمجهائي ٿو ته "پنيوران پر ٿوڪ ڪنهن نه نيا پاڻ سين. هڪ سڪ سپريان سندي ٻي لڄ لوڪ." انساني عمل ۽ حيلي وسيلي جو حامي ڪڏهن ڪڏهن ته "شاه" سندي تقدير جي لکئي کي حرف آخر پيو ڄاڻي. چي "ڇا جا ڏير ڏنگا جي منهن جو ڏينهن ڏنگو م ٿئي. ائن اوليڙن ڪهڙو وهيڻو وير، هيءَ ڪميڻي ڪيرجو امر کي آڏو اچي." ڪڏهن ته سنسار جي روشني ۽ تماشي کان تنگ اچي رڙ ٿو ڪري ته "منهنجو ڪڄاڙو پينر هن پنيور ۾."

ٻرو هو پنيور، جو پنيءَ هوت نه هليو.
شاهه



# ڀنڀور: هڪ علامت

## مهتاب اڪبر راشدي

شهر، شهرن جهڙا. جڏهن آباد آهن تہ سون رونقن جا مظهر، هزارن خوشين جا پيامبر منجهن آباد. ماڻهن جي دم سان سندن رونقون بہ زنده، ماڻهو ئي سندن حسن، ماڻهو ئي سندن سينگار. پر نہ! سيئي شهر بہ هڪ جهڙا ڪٿي؟ ڪي شهر تہ آباد هوندي بہ ڇڻ تہ ويران، ڪو ڀلجي بہ سندن نانءُ نہ وٺي ۽ ڪي اهڙا جو پل تہ تباه ٿي ويا هجن ، دڙن ۾ تبديل ٿي ويا هجن، تڏهن بہ هو ساروڻيءَ ۾ تازا، هر شعر ۾ زنده چوٽي ۾ موجود.

ڀنڀور بہ ڪو اهڙو ئي شهر ٿو ڀانئجي... صدين جي ڊوڙ ۾ لٽجي فنا ٿي ويل، اسان جي اکين کان اوجهل، پر اسانجي تصور ۾ اڄ بہ جيئرو، اسان جي احساس ۾ اڄ بہ زنده.

زنده ۽ آباد شهر ،ٻيا بہ ڪيترا تباه ٿيا. وقت جي ويرن ۾ وهي ويا، نظرن کان لهي ويا. انهن جو ذڪر بہ ڪڏهن ڪڏهن اچيو نڪري، پر ان محبت ۽ ان چاهہ ۽ اُن احساس جي ان شدت سان نہ ، جيئن ڀنڀور جو ذڪر ٿيندو آهي ... محبت سان ... محبت جي لطيف احساس سان ... جدائي ۽ فراق جي طويل ۽ اذيتناڪ گهڙين جي ڳڻڻ سان ... ظلم، ناحق ۽ ڏاڍ جي ڏاڍائي سان ... هرڪو ان کي پنهنجي سوچ سان نئون تصور ڀيو ڏيندو، نئين معنيٰ ڀيو پهرائيندو.

ڪيڏي پنهنجائپ، پوري هن ڀنڀور کي،
بوند سڄاتو سپ، سپ سڄاتو بوند کي.
(اياز)

اهو سڀ سنّاءَ آهي انهيءَ جذبي جو، جنهن کي اسان عشق ٿا چئون، سرمستي ٿا چئون. محبت ٿا چئون. ڀنڀور جي مٽي ۾ بہ ڪو اهڙو رچاءُ آهي

جو صدين گذرڻ ڪان پوءِ بہ سندس پيوءِ ۾ رچيل عشق ۽ سرمستي جي خوشبو ائين واسيل آهي جيئن پرهہ ڦٽي جو ماڪ ۾ پنل رابيل جي خوشبو.

جهڙي ٻڌءِ ڀنڀور جي اهڙو ديس نہ ڪو.

(اياز)

شهرن کي شهر بنائڻ واربون بہ هستيون هونديون آهن ۽ انهن شهرن کي مان ڏيڻ وارا بہ ڪي ماڻهو . ۽ انهي مٽي جي مهڪ کي اندر ۾ سموئڻ واري بہ ڪا دل ۽ شهر کي حسين بنائڻ واري بہ ڪا اک. ڀنڀور اچڻ وارا تہ گهڻيئي ٻير ٻنهون واري نظر ٻئي ڪنهن وٽ ڪٿي؟

ڪٿان ڪاهي قافلو، ڪٿان آيو هان!
مور نہ مٺ ڀنڀور جو، ڪجهہ پي پيوءِ مٿان؛
ڳولي ڳولي مان؛ پهتو آهيان پريتڻي.

(اياز)

حسن ۽ عشق جي راند ۽ دلين جي سلسلن جي ڪا عجب ڳالهہ ٿي ٿئي، جيڪي پريت جا پيچ ان هنڌ ۽ ان جوءِ کي مٿاهون ڪيو وڃن. جتي پريت جا پيچرا، پريم سان پارڪيل هوندا اٿن.

تڏهين ئي تہ اوسي پاسي جي هر شيءِ جو ڏيک ئي مٽجي ٿو وڃي. هر شيءِ جو مفهوم ئي مٽجي ٿو وڃي. جيئري رهڻ جي بہ هڪ معني آهي. صبح کي بہ ڪو مفهوم آهي. شام کي بہ ڪو اسرار آهي، چنڊ ۾ بہ ڪا صورت آهي... اونداهي ۾ بہ ڪا رمز آهي.

سسئي بہ تڏهن سسئي ٿي ٿئي، جڏهن پنهون جو حسن نظر ڪيس پرکي ٿو. پنهون تڏهن پنهون ٿو بنجي جڏهن سسئي جو هيانو، محبت سان هبڪارجي ٿو. ڀنڀور بہ تڏهن ڀنڀور ٿو بنجي جڏهين عشق جو نئون داستان رقم ٿئي ٿو.

هنيئون وس نہ مون، هوتا! تنهنجي هنج ۾،
اڄ مون لئہ ڀنڀور هي، رڳو ناهہ پتيون،
آهين تون ئي تون، مان پانيان هن ڀونءِ تي.
(اياز)

حياتيءَ جي هن مامري جون ڳالهيون ئي پنهنجون. هن سفر ۾ روان مسافر، نہ ڄاڻ ڪٿي ڪٿي پنهنجا نشان ڇڏيو وڃن ۽ پوءِ سندن نالا سندن خاصيتن پويان هڪ علامت بڻجيو وڃن. ڪڏهن هوشو ۽ دودو بهادري ۽ غيرت جي علامت بڻجي سامهون تا اچن. ڪڏهن بلاول سچ تي سر ڏيڻ وارن جو سرواڻ بڻجي وڃي ٿو تہ ڪڏهين سرمد ۽ منصور حق لاءِ سنگسار ٿي سچ ۽ سورهيائي جي علامت بڻجيو وڃن.

ساري شهر وسايا پٿر، جن سان چڪنا چور هيو.
پوءِ بہ هن تي نعرا ماريا، مڙس تہ ڪو منصور هيو.
(اياز)

اڄ جو هي ويران، قتل، اجاڙ ۽ اداس ڀنڀور بہ علامت آهي ڪنهن هڪ شيءِ جي نہ پر مختلف ۽ متضاد جذبن جي. عجب ڳالهہ آهي تہ هڪ ئي شهر پاڻ ۾ ايڏيون خصوصيتون سمويون جو ڪڏهين تہ هو محبت جو هنڌ آهي تہ ڪڏهين جدائيءَ جو آستان، تہ ڪڏهين ظلم، ڏاڍ ۽ جبر جي جاءِ. پريت جو پهريون پيچ سسئيءَ پنهونءَ اتي پاتو. سسئيءَ کي ڀنڀور بہ تڏهن پيارو ٿيو جڏهن پنهونءَ جو پيار اتي مليس، نہ تہ ان کان اڳ ڀنڀور بہ ٻين هنڌن وانگر هڪ عام هنڌ ۽ ٻين شهرن وانگر هڪ عام شهر هو.

بر مڙوئي ٻو، ڇپر ڇاتون مڪيون،
ٻهہ ٻهہ ٿي ڀنڀور ۾ هنڌ مڙيئي هوءِ،
راتين وري روءِ، گندر لٿا گوليئن
(شاهہ)

جڏهين اندر ۾ عشق جو اماءُ نہ ٿي اونداهي بہ سوجهرو پائيندي آهي. تڏهين تہ ويراني ۾ بيٺل هيڪلي سڪل وڻ جي ٽاري بہ حسين لڳندي آهي، تنهائي، تنهائي نہ رهندي آهي، بلڪ خاموشي بہ گفتگو ڪرڻ لڳندي آهي. ڳالهہ آهي سڀ پنهنجي اندر جي پرکڻ واري اک جي ۽ محسوس ڪرڻ واري

دل جي. جنهن شيءِ کي جنهن نظر سان ڏسڻ چاهيو، اوئين نظر ايندي. اهوئي ساڳيو پنهور جيڪو پنهون جي وجود سان ٻهه ٻهه پيو ڪندو هو، سندس وئي پڄاڻان ڪن پل ۾ ويران ٿي ويو. مٿس ٿيل لطف الطاف به گم ته رونقون به غائب. ڳولهڻ واري اک کي اهو ڳولهيو نه پيو لڀي، جنهن جي دم سان رونقون هيون.

پنهون! منهنجا پراڻ! ڪٿي ڇڏيئي سج ۾!
موٽان ته پنهور جا مور نه وڻن ياڻ،
وڏان ته اهڃاڻ، ڪٿان آڻيان ڪيچ جا؟
(اياز)

دلين جي اندر جي ويراني ڀريل ڀريل محفلن کي ويران ۽ آبادين کي ٻڙيانگ ڪري ڇڏيندي آهي. سسئي سان به ائين ٿيو.

پنهور محبت جو هنڌ نه رهيو؛ جدائي جو ماڳ بڻجي ويو. ڪن پل ۾ دنيا بدلجي وئي. ساڳيو محبتن جو ماڳ پنهور، عذاب ۽ درد جي علامت بڻجي ويو.

ڀينر! هن پنهور ۾، گهايل ٿي گهاريان
سي ڪينئن وساريان، جي وٽان مون واٽ ٿيا.
(شاهه)

اندر جي دنيا ڪا اهڙي ته آنڌ مانڌ واري آهي جو ويني ويني، سک کي ڏک ۾ بدلايو ڇڏي. ڀڄڻ وارا ڀڄن ۽ سوچڻ وارا سوچين ٿا ته آخر اهو ڪهڙو جذبو هيو جنهن پنهور جي سکن کي عذاب بنائي ڪيچ جا ڏونگر ڏورڻ لاءِ سسئي کي رلائي ڇڏيو؟

ان راز کي پروڙڻ لاءِ به ڪي رند ڪپن. عشق جي چوڪي جن چاڙهي هوندي سي ئي چئي سگهندا ته:

ور لڪن جي لوڏ، گهورئا سک پنهور جا!
امڙ! جي تون آڇئين سي ڪم نه اچن ڪوڏ،
هينئن منهنجي هوڏ، ٻڌي ٻاروچن سين.

هاڻي نه پنهور جا سک ٿا سنيرن، نه پنهنجن جا ڳانڍاپا ٿا ڳنڍبا نظر اچن. پنهور جي گهٽي گهٽي، جيڪا محبتن جي امين هئي، اوپري نظر پئي اچي. جن واٽن تان پنهونءَ جا قدم ايندا هئا، اتان قافلو ويندو نظر ٿو اچي. تڏهن

پنهور علامت بنجيو وڃي، ڏاڍ جي، جبر جي.

مون سڏ يندي سڏڙا، ساٿي سڏ نہ ڏين،
ولهيءَ جي وٿاڻ تي، توڏا نہ تنوارين
هيڏا هاڃا ٿين، بري هن پنهور ۾- (شاهہ)

اعتبار ڪنهن تي-؟ آسرو ڪنهن جو-؟ انتظار ڪنهن لاءِ-؟ سڀ اعتبار ڪوڙا، سڀ آسرا بيڪار ۽ سارو انتظار بي معني!- سسئي مٿي تي هٿ رکي ويهندي تہ ويل پنهون هٿ نہ ايندس. محبت جي منزل ماڻڻ لاءِ ڏيئا ٻاري، پره ڦٽيءَ جو انتظار ڪرڻ سسئي جي سرشت ۾ ڪٿي-؟ پنهور جي ڄائي تي تہ ڇا ٿيو. . . .؟ پنهور ۾ ئي تہ مٿس ڏاڍ ٿيو- پوءِ پنهور ۾ رهي ڇا ڪندي؟.

آتڻ اورانگهي ويا، ڪري ڪميڻي ڪيئن؟
هاٿي گهرجي هينئن تہ ڏجي باهہ پنهور کي (شاهہ)

پنهور کي باهہ!- جڻ اندر ۾ ڪا آڳ لڳي- دل ۾ وسايل دنيا ڪوئي لٽي ويو. جڏهن دل جو شهر ويران ٿيو تہ ٻاهر وسندڙ شهر وري ڪيئن آباد لڳندو. پنهور ترسئون ڪنهن لاءِ؟ پنهور وسائڻ ڪنهن لاءِ-؟ جيڪي پنهور کي مهڪائي ويا تن جوئي سات ٽٽو تہ پوءِ پنهور کي باهہ ڪيئن نہ ڏبي. پنهور کي پاراتو ڪيئن نہ ڏبو. ميار ڪنهن کي ڏبي، ڏک ڪنهن سان سلبو.

ڏمري ڪين ڏيان، جي مان باهہ پنهور کي،
توکي سمجهي ڪير ها، پنهون ڇام سيان؟
بي ڪنهن ڇام جيان، هوت هجين ها اوپرو.
(اياز)

انهن متضاد جذبن ۽ ڪيفيتن هن انوکي شهر کي انوکو روپ ڏئي ڇڏيو. ادب ۾ ان کي متضاد احساسن جي علامت بنائي ڇڏيو. علامت جيڪا تڏهين استعمال ٿئي جڏهين ڪا ڳالهہ ظاهر ظهور ڇئي نہ سگهجي. علامت جو استعمال ڪا اڄڪلهہ جي ڳالهہ ڪانهي، اها تہ هر دور ۽ هر زماني جي ڳالهہ آهي.

جڏهين جڏهين هن ڌرتيءَ تي ڏاڍ ٿيو، تڏهين ڄڻ پنهور ۾ باهہ لڳي- جڏهين جڏهين ڪنهن سان جبر ٿيو، ڄڻ پنهور ۾ هاڃو ٿيو- جڏهين جڏهين ڪا دل اجڙي، ڄڻ پنهور اجڙي ويو.

**ڀنڀور! دل جو شهر، محبت جو شهر . . . وصال جو شهر، فراق جو شهر . . . اهڙو فراق جنهن جي منزل وصال آهي.**

*Tere is no time, No end, No yesterday. No tomorrow, only.*
*The for ever. for ever and for ever, without end.*

**(Albright)**



آيا، آس ٿيام، پاروڇا پنيور ۾،
پَسي پهر پنهون جي، ننهن سيئَن نيڻ ٺريام،
گوندر وسريام، سڪن شاخون مڪيون.
(شاهه)

# قصو سسئي پنهون جو ۽ ڪجهہ حقيقتون

مير حاجي محمد بخش خان ٽالپر

ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ سسئي ۽ پنهون زنده شخصيتون هيون، جن تي قصو ٻڌو ويو. پر شاعرن، سگهڙن، قصہ گوين ۽ راوين قصي کي دلچسپ بنائڻ ۽ عقيدت جي اظهار ڪندي ڪيئي ملاوتون ڪيون آهن. شاعرن وري پنهنجي جذبات نگاري ڪئي، ۽ مبالغي سبب قصو اصلي بدران ٻيو رنگ وٺي بيٺو. شاعر طائر آهي: پکي جي پرواز جي ڪهڙي خبر تہ ڪيڏانهن رخ وٺندو. شاعر کان احوال وٺڻ، جي ناممڪن نہ، تہ بہ مشڪل ۽ محال ضرور آهي.

## ڳالهہ جو وقت:

اهو خاطريءَ سان چوڻ تہ هي داستان عشق ۽ وفا فلاڻي سن ۾ ٿيو آهي، ناممڪن آهي. البت ڪونہ ڪو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

هن قصي جي اهم ڳالهين يعني بلوچن جي هجرت ۽ مڪران ۾ پهچڻ ۽ حڪومت حاصل ڪرڻ، ڀنڀور کان درياءُ جو وهڻ، راجا دلوراءِ ۽ ڀنڀور جي بربادي جي واقعن تي تاريخي نظر وجهڻ سان ڪجهہ نہ ڪجهہ زماني ۽ وقت جي تعين ڪرڻ ۾ ضرور مدد ملندي.

## بلوچن جي هجرت

بلوچن جو مڪران ۽ سنڌ ۾ اچڻ وڏو اختلافي مسئلو آهي. هن موضوع تي ڪيئي ڪتاب لکيل آهن. هن جو ذڪر مقالي جي محدود صفحن ۾ ڪرڻ مشڪل ڪم آهي، تاهم اسان طائرانہ نظر وجهي سمجهہ لائق بنائڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪتاب "سسئي پنهون" ۾ بلوچن جي ٽن هجرتن جوذڪر ڪيو آهي. پهرين هجرت 2 يا 3 صدي عيسوي ڌاري، جڏهين سٿين قوم سيستان تي قبضو ڪيو ۽ اتان جي باشندن کي بي گهر ڪيو. ان وقت ڪجھ قبيلا اتان نڪري اوير ڏانهن سنڌ ۽ بلوچستان طرف آيا، ۽ هميشہ لاءِ اتي اچي سڪونت اختيار ڪيائون. بلوچستان جا ڪي بروهي قبيلا ۽ سنڌ جا

جت، انهيءَ آڳاٽي هجرت دوران هت آيا.

ٻي هجرت ڏهين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ۽ يارهين صدي عيسوي جي شروع واري اڌ ۾ ٿي، جڏهن ايران جي حڪمرانن ۽ غزنوي حڪمرانن سيستان جي خودمختيار بلوچن تي حملا ڪري ڪين آڻ مڃائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ دؤر ۾ مٿين بلوچ قبيلن بلوچستان ۽ مڪران ۽ سنڌ طرف هجرت ڪئي.

ٽي هجرت جي دؤر 15-16 صدي عيسويءَ وارو وقت هو، جڏهن رند ۽ لاشار قبيلن جي اڳواڻيءَ هيٺ بلوچ قبيلن جي هجرت ٿي. اوپر طرف هجرت جي نتيجي ۾ دهلي تائين، ته ٻئي طرف ڪاٺياواڙ، گجرات ۽ ٻڙودي تائين پهتا هئا.

ڪيچ مان پنهون جو سنڌ ۾ اچڻ، ڀنڀور ۾ شادي ڪري اتي هميشه لاءِ رهي پوڻ، بلوچ قبيلن جي ٻئي دور واريءَ هجرت مان معلوم ٿئي ٿو، جنهن جو زمانو اندازاً يارهين صدي عيسوي آهي.

(مقدمہ ڪتاب سسئي پنهون مصنف ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سال 1976ع صفحو 3 سنڌي ادبي بورڊ)

## درياءَ سنڌ ۽ ڀنڀور

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن "سسئي پنهون" جي مقدمي ۾ لکن ٿا ته "هن قصي ۾ سنڌو ندي جو ذڪر آهي، جنهن جو وهڪرو ان وقت ۾ مٿي سيوهڻ يا منصوره (بانبرا) وٽان ۽ هيٺ ذڪڻ ۾ ڀنڀور وٽان هو. عام مشهور روايتن ۾ به ائين آهي. ته سسئي کي سيوهڻ مان لوڙهيائون ۽ ڀنڀور ۾ اها صندوق ڪڍيائون. تحفته الڪرام واري روايت موجب سسئي کي شهر بانبر واهہ مان لوڙهيائون. سيوهڻ کان ته دريا صدين کان ٻئي وڙهو آهي، اتان رخ ڪونہ مٽايو اٿس. باقي منصوره (بانبرواهہ) وٽان ۽ ديبل (ڀنڀور) وٽان درياءُ 5 صدي هجري يا 11 صدي عيسوي تائين وڙهو. پوءِ اهو وهڪرو ڦِٽي ويو، تنهنڪري انهي ڍوري کي "ڦٽو" ڪري سڏيائون. موجوده وقت تائين انهيءَ اڳوڻي ڍوري جي وهڪري جا نشان، شهر منصوره (تعلقہ سنجهورو) جي ڪنڊرن کان وٺي ويندي ڀنڀور تائين ڪٿي ڪٿي ڦٽي ٻئي نالي سان سڏجن ٿا.

(سسئي پنهون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مقدمہ صفحو-۴)

ڊاڪٽر صاحب پنهنجي بيان ۾ ڪو حوالو ڪونہ ڏيڻ فرمايو آهي، ڇاڪاڻ تہ هي ڪو تاريخي ڪتاب ڪونہ آهي. البت پاڻ تحفتہ الڪرام واريءَ روايت کي معتبر مڃين ٿا ۽ سندن خيال ۾ برهمڻ آباد وارو درياءَ سنڌو پنڀور وٽان سمنڊ ۾ پوندو هو.

ڊاڪٽر صاحب جن عالم ۽ ڄاڻو آهن. سندن لکڻ جو انداز ذو معنيٰ آهي. البت سندن لکڻ موجب اهو پيو ظاهر ٿئي تہ سنڌوندي يڪي هڪ ٿي وڃي پنڀور مان سمنڊ ۾ داخل ٿيندي هئي، پر جيڪا سيوهڻ کان ندي ايندي هئي سا بہ شايد سيوهڻ کان برهمڻ آباد تي وري سسئي کي پنڀور ۾ پهچائڻ لاءِ اوڏانهين وڃي اڪيلي طرح ات ڇوڙ ڪندي هئي. "راورٽي مهراڻ ائنڊ اٽز ٽربيوٽريز" ۽ ميجر جنرل هيگ جي "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري" جي روءِ سان سنڌوندي جون ڪيئي شاخون ۽ ڇوڙ هيا، پر چند نقشا ڏيئي وڏيک بحث ڪونہ ٿا ڪيون تہ ڪهڙي ندي مان لڙهي آئي، پر سيوهڻ يا برهمڻ آباد پنهي هنڌن کان لڙهي اچڻ مفروضہ آهن.

## پنڀور جي بربادي

پنڀور وٽان ندي وهڻ ڪڏهين بند ڪيو، ان جي پڪي ثابتي ڪانہ آهي. البت سنڌ جون تاريخون دلوراءِ جي وقت ۾ زلزلہ اچڻ ۽ ناس ٿيڻ جو پڌائين ٿيون. پر ان جي ڪا پڪي تاريخ يا سال نٿو آئي سگهجي. پنڀور جي ڪنڊرن کي نئين زندگي بخشيندڙ ۽ قديم مسجد جا ڪتبا ظاهر ڪرڻ واري هستي ڊاڪٽر ايف. اي . خان صاحب هي ڳالهہ لکي آهي تہ "ڏسڻ ۾ ٿو اچي تہ پنڀور جي بربادي فقط ندي جي رخ ڦيرائڻ جي ڪري نہ ٿي، پر ان جي خاتمي ۾ "جلال الدين خوارزم شاهہ" جو وڏو هٿ آهي، جنهن جي ثبوت ۾ نقصان ٿيل عمارتون ۽ انهن جو ملبو- رک يا ڇار- انساني پڃرن ۾ تيرن جون اٽيون ۽ تلوارن جا ڦر- کوٽائي مان اهو بہ ثابت ٿيو آهي تہ هي قديم دور وارو شهر آهي."

*(Pakistan Archaeology-No. 5, 1968, Page 185, No.1. 1964 Page 55)*

## ڪي غلط ڳالهيون

ڪن ٽڪو شاعرن ۽ سگهڙن موقعو وٺي بلوچن خلاف خوب دل جا

بخار ڪڍيا آهن. بلڪ واهيات الزامن سان نوازيو آهي تہ: بلوچ بي ننگا هئا، پنهنجي لڄ ڇڏي ويا. وغيره وغيره.

هاڻ سنڌ جي بلوچن ۾ سماجي نظام ڇا هوندو، سا خبر خدا کي مگر بلوچ غير کي رشتو نہ ڏين نہ وٺن، سواءِ ان کي جيڪو منجهن مدغم ٿي بلوچ سڏائي، سو بہ چند پيڙهين بعد. پنهون جي شادي بہ ان قسم جي هئي، جنهن کي پيار جو پرتو ڪٿي چئجي. نہ پنهون جي مائٽن هي سڱ ورتو، نہ وري هو ان شادي ۾ ويٺا. نڪو وري انهن جي مرضي سان اها شادي ٿي ۽ نہ وري بلوچن پنهون جي انهي شادي کي تسليم ڪيو، نہ وري انهن جي سماجي نظام موجب هي شادي جائز هئي. هنن فقط پنهون جو معاشقو سمجهيو ۽ اهائي اهميت ڏني.

جيڪڏهن هو سسئي کي پنهون سان گڏ وٺي بہ وڃن ها، تہ بہ ان کي اها شادي واري حيثيت ڪانہ ملي ها. بلڪ ٿي سگهي ٿو تہ پنهون بہ پنهنجي شهزادگي واري حيثيت وڃائي ويهي ها. پنهون کي جي پڪ هجي ها تہ هو خود سسئي کي ياڻ مڪران وٺي وڃي ها، پر ان کي خبر هئي تہ اهڙي ڪابہ اميد نہ آهي، تنهن ڪري سسئي خاطر پنهنجي شهزادگي کي ڇڏي ويهي رهيو.

شاعرن جي سرتاج سداحيات شاعر سائين شاه عبداللطيف جنهن سسئي پنهون متعلق سُر سسئي آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري، حسيني ۾ ڪٿي بہ بلوچن جي ندائي نہ ڪئي آهي. البت ڪٿ لطيف شڪايت، ليڪن نہ پٽ نہ پاراتو نہ گلا نہ دغا جو اکر چيو آهي.

نڪي ٿيا سڱَ، ۾ نڪي سڱيٽي،
آهيان ڪميٽي، ذات ٻروچي نہ جڙان.

ڪيچ نہ خبر هوءِ، هن منهنجي ذات جي
متان پنهون پوءِ، لڄ منهنجي لوءِ ۾.

ڪنيزڪ ڪيچين جي ٻانهي ٻانهو ٿي،
ٻئي ٻاروچي هٿ ۾ ڇڳن سر چوٽي،
ٻانيڻ کي موٽي پاٿيهي پڇندو پب ڏٺي.

جتان شال جيئو، جيئو تان جاڙون ڪريو،
ٻانيڻ ڪي ٻروچ ري ٻيلي ناھ ٿئو،

ڇنڻ تان نہ ٿئو، ھي سڱ نہ ڇنڻ جھڙو.
قافئون ڪاھينديا س، موٽان تان ڪر ميھٹو،

ٻانھي ٻاروچن جي سڱ نہ ساھينديا س،
"الفراق اشدمن الموت" ھتي نہ ھونديا س،
آہ نہ لاھينديا س، جيئري جت ڏسي مران.

بلوچن تي بي وفائي جو الزام اجايو آھي. دنيا ۾ ڪو اھڙو مثال ٿي ڪونہ آھي تہ ڪو مرد جيئري قبر ۾ ھليو ويو ھجي، سوبہ پنھنجي خوشيءَ سان، جيئن پنھون ڪيو.



# برو هو پنبور آرباٽيءَ اُجاربو

## پروفيسر امينا خميساڻي

اسين سنڌواسي شاهه عبداللطيف جا گهڻن سببن باعث ٿورائتا آهيون. هو نه رڳو اسان جو روحاني سونهون آهي، پر هن جي لفظن ۾ ايڏي ڏاهپ آهي جيڪا اسان جي ڏهاڙي واري زندگي تي نه لاڳو ٿي سگهي ٿي پر حياتيءَ کي سوڀارو به بنائي سگهندي. هو اسان جي ڪونڌرن، لوڪ ادب، اسان جي ماٺهن جي ماضيءَ جي ثقافت ۽ هنڌن جو راکو آهي. هن نه رڳو سسئي ۽ پنهونءَ کي، پر پنبور کي به لافاني بنائي ڇڏيو ۽ ان طرح هر سنڌ واسي پنبور کان واقف آهي. منهنجي ناني، جيڪا دادو ضلعي جي پاٽ شهر ۾ رهندي هئي، سا پنبور جي جاگرافي ۽ ان جي ٻين پهلوئن کي ڄاڻندي هئي. هن کي خبر هئي ته پنبور کي ڪٿي ويجهڙائي ۾ پب جبل ۽ حب ندي آهن جيڪي ڪيچ مڪران ۾ آهن ۽ اها ٿوٺ ايراضي آهي. اها سموري ڄاڻ هن کي شاهه جي رسالي منجهان ملي هئي، ۽ هن کي اها خبر هئي ته سسئي پنبور جي هئي، جنهن لاءِ شاهه چيو آهي:

هوءِ جي سور سڄن، سي مون پينگهي منجهه پرائيا،
سانديا س سکن، سورن ڪارڻ سرتيون.

اسان سڀني ان قصي کي پنهنجي ليکي ٻڌهيو آهي، پر ان کي گڏجي ٿا ساريون ته جيئن موقعي جي مناسبت سان هڪ جذبو تخليق ڪري سگهون. اڄ جتي هي دڙو آهي، اتي ڪنهن زماني ۾ پنهنجي خوشحالي ۽ واپار کان مشهور ٿيل هڪ سهڻو شهر پنبور بيٺل هو. هتي رهندڙ هڪ برهمڻ، جنهن کي اولاد ڪونه ٿي ٿيو. تنهن کي سالن کان پوءِ هڪ نياڻي ڄائي. انهن ڏينهن جي رواج موجب هڪ نجوميءَ هن جي آئنده متعلق اڳڪٿي ڪئي ته هيءَ ڏاڍي سونهن ۽ سوڀيا واري ڇوڪري ٿيندي، پر سندس وهانءَ هڪ مسلمان سان ٿيندو. اڳڪٿيءَ کان ڊنل ء هيسيل ماٽن ڇوڪري، کي ڪاٺ جي هڪ صندوق ۾ وجهي سنڌو درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو. جيڪا انهن ڏينهن ۾

اتان وهندي هئي. اها صندوق ڪجهه فاصلو پري محمد ڌوٻيءَ جي هٿ لڳي، جنهن جڏهن ان کي کوليو تہ هڪ ننڍڙي خوبصورت ٻارڙي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو، ۽ سندس نالو سسئي رکيو، جنهن جي معنيٰ آهي "چنڊ". هوءَ جوان ٿي تہ سندس سونهن سوڀيا پنهونءَ تائين پهتي، جيڪو واپار سانگي آيل هو. پنهون مڪران جي حاڪم جو پُٽ هو، جنهن کي ڪل چار پُٽ هئا، پر پنهون سڀني کان پيارو هوس. خبر ملڻ تي پنهونءَ جي تصور کي باهہ لڳي وئي، ۽ چوري مشڪ ۽ عطر جو قافلو ڀرائي ڀنڀور روانو ٿي ويو. جڏهن ڀنڀور واسين کي ان قافلي جي خبر پئي، تہ سسئي پنهنجي سئوٽ مريم سان گڏجي مشڪ خريدڻ لاءِ آئي. پنهون هن کان ڏاڍو متاثر ٿيو، ۽ هن سان شادي ڪري سندس هٿ وٺڻ لاءِ محمد کي خوش ڪرڻو هوس، سو پاڻ کي ڌوٻي جو روپ وٺڻو پيس. هن جي اڻ ڄاڻ هٿن سبب ڌوئجڻ وارا ڪپڙا ڦاٽي ٿي پيا، جنهن تي پنهون انهن تي سونا سڪا ٽاڪي ڇڏيا. ڪنهن بہ سندس شڪايت ڪونہ ڪئي، جنهن ڪري محمد مطمئن ٿيو ۽ سسئي جي پنهون سان شادي رچائي ڇڏيائين.

مڪران جو حاڪم، جنهن کي اسان جو شاهہ رسالي ۾ "آري ڄام" ڪوٺي ٿو، سو پنهنجي پياري پٽ جي ڊگهي عرصي تائين غير موجودگيءَ ڪري پريشان ٿيو ۽ پٽن کي حڪم ڏنائين تہ پنهونءَ کي ڳولي واپس گهر وٺي اچن. ڀائرن اچي ظاهر ڪيو تہ هو گهمڻ آيا آهن ۽ پنهون کي پرٿيل ڏسي خوش ٿيا آهن. هڪ رات پوئين پهر جڏهن سسئي ننڊ جي الوٽن ۾ هئي، ڀائرن بي خبري ۾ پنهون کي نشو سنگهائي، ٻڌي ڪٺي اُٺ تي وڌو ۽ گهر ڏي راهي ٿيا. جڏهن سسئي جاڳي ۽ پاڻ سان ويساهہ گهاتي ٿيل ڏٺائين، ائين جا پيرا ڪٺي پٻ جبل جي سلسلي ڏانهن وڌي. سسئي جي زبردست ڏک ۽ پوڳڻ کي اسان جو شاعر هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو:

ڏونگر! ڏوراڀو، ڀهريون چونديس پرينءَ کي
ڀڃڻ پير پٿون ڪيا، تريون ڇنيون تو
رحم نہ پئي روح ۾ قدر منهنجو ڪو
واڪو ڪنديس وو، مون سين جبل تو جاڙون ڪري

رڳو جبلن جي ئي دشمني نہ هئي جيڪا سهي سگهجي، پيون بہ گهٽيون

ئي رنڍ ڪون ٿيون.

آٺ ويري اونار ويري، ويري ٽيڙم ڏير
چوٿون ويري واءَ ٿيون جنهن لٽيا پنهونءَ جا پير
پنجون ويري سج ٿيو جنهن اُلهي ڪئي اوير
ڇهون ويري ڇپر ٿيو جنهن سنوان نہ ڪيا سير
ستون ويري چنڊ ٿيو جو ڪڙيو نہ وڏيءَ وير
واهيري جي وير، ڇلون ڪريان ڇپرين!

هڪ هيڪلي ۽ ڏجهايل خوبصورت عورت کي ڏسي هڪڙي ڏناز جون گناهہ جي نيت سان اکيون وڌيون ۽ سسئي بچاءَ لاءِ خدا کي پاڪاريو. ڌرتي ڏڏي، ڦاٽي پئي ۽ سسئي کي سموئي ڇڏيائين، پر رئي جو پلاند ٻاهر رهجي ويو.

پنهون هوش ۾ ايندي ئي پوئين پيرين ڀڳو ۽ سسئي جي ڌرتي ۾ وڃڻ واري هنڌ تي پهتو ۽ ان هنڌ تي روئي، سسئي سان ملڻ لاءِ پاڪاڻ لڳو. هن جي دعا اگهامي ۽ ڌرتي وري ڦاٽي ۽ هو پئي وڃي هڪ ٿيا.

هن قصي ۾ شاهہ لطيف روح کي ابيت ۽ خدا جي ڳولا ۾ ڏيکاريو آهي. سسئي روح آهي. رسالي ۾ پنج سر هن قصي کي ڏنا ويا آهن. سر سسئي آبري، سر معذوري، سُر ڪوهياري، سر ديسي ۽ سر حسيني. ۾ ڀنڀور جو گهڻو ذڪر آهي. اسان جو شاعر ڌرتيءَ تي انياءَ، ڪنورتا، نا انصافي، ظلم، ڪيني ۽ ڏوهہ جي حالت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

هيڏا هاڃا ٿين، بري هن ڀنڀور ۾.

سسئي ڪان چوايو ٿو وڃي:

ڀنڀورا اجاڙ، سرتيون سڪر پاڻيان
مون سين تهہ پهاڙ ڏکا هڏ نہ ڏوريو

وري: ڀينر ڀنڀورا، ڀڄو تان اُبهو
اڳي ان ماڳان، سرتين سور پرائيا.
۽: "ڏيئي باهہ ڀنڀور کي آءُ آيس تو ڳري."

داستان جي دنيا کان هٽي وري قديم آثارن ۽ تاريخ واري ڀنڀور ڏانهن ورڻ گهرجي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سميت قديم آثارن جا ماهر ۽ مؤرخ،

کوٽاين تي ويچار ڪرڻ کان پوءِ ان خيال جا آهن تہ ڀنڀور ئي اهو ديبل جو قلعو آهي، جنهن 5 ۽ 13 عيسوي صديءَ جي وچ واري عرصي ۾ مشهوري حاصل ڪئي. قديم آثارن وارا ماهر ٻڌائين ٿا تہ ڀنڀور جي کوٽائي 1920ع، 1930 1951ع ۽ خاص طرح سان 1958ع ۾ ٿي ۽ گهري کوٽائي ذريعي ٽپهرين صدي قبل مسيح کان تهذيب جي ٿن ڏار ڏار زمانن جا ڏس مليا آهن. اهي ٽي دور آهن: سٿيو- پارٿين، هندو- ٻڌمت ۽ اسلامي. کوٽائي 25 کان 30 فوٽن تائين سمر جي سطح تي ٿي آهي، جتي چمڪدار ٿانو بہ لڌا ويا آهن.

کوٽاين منجهان جيڪو ثبوت مليو آهي ان موجب ٻيو دور، اسلامي دور کان اڳ هندو- ٻڌمت جو آهي. هن دور ۾ مٽيءَ جي سرن سان جوڙيل ڀتيون مليون آهن ۽ پٿرائين جوڙجڪ واريون شيون بہ لڌيون ويون آهن.

اسلامي دور جي شروعات 712ع ۾ ٿي، جڏهن محمد بن قاسم ديبل وٽ راجا ڏاهر کي هارايو. قديم آثارن جي ماهرن موجب ڀنڀور قلعہ بند ٿيل هو ۽ گهٽين ۽ رستن جي لحاظ کان سٺي رٿابندي ٿيل هئي. نائين ۽ ڏهين عيسوي صدي ۾ اتي اموين ۽ عباسين جو راڄ هو. شهر جي اتر- اوڀر واري پاسي کان هڪ چڱي وڏي ڍنڍ هئي، جتي پيئڻ لاءِ برسات جو پاڻي گڏ ڪيو ويندو هو.

اسلامي دور جي عمارتن ۾ هڪڙيون اڌ گولائي ۾ نالن سميت ٺهيل عمارتون هيون، جيڪي گهڻو ڪري انتظامي مقصد لاءِ ٺهيل هيون. بچاءَ واري ڀت لڳ ڀڳ 19 فوٽ اوچي هئي. اها گهڻو ڪري اموي دور ۾ جوڙي وئي هئي پر ان جي مرمت جو ڪم عباسي دور ۾ ڪيو ويو هو. اها هڪ ڀيرو ٻيهر جوڙي وئي هئي پر ڪجهہ ننڍي ڪئي وئي هئي. شهر کي ٽي پاڻيءَ وارا رستا هئا ۽ اوڀاريون پاسو ڍنڍ سان ڳنڍيل هو. اتر ۾ ڍنڍ هئي. ڪاريءَ جي ڪناري تي ڏاکڻين پاسي وارو دروازو وڏيڪ وٽندو هو، جيڪو شهر جي مکيہ رستن سان ڳنڍيل هو.

وڏي مسجد، جيڪا شهر جي وچ تي آهي، سا گهڻو ڪري ننڍي کنڊ جي سڀ کان گهڻو اوائلي مسجد آهي. جتان تاريخ لڳل سڪا بہ لڌا ويا آهن، جيڪي ان کي واضح ڪن ٿا. ڪوفي جي مسجدن وانگر هتي بہ مسجد ۾ محراب ڪونہ هو. اها مسجد 670 ۽ 707ع جي وچ ۾ ٺاهي وئي هئي. ان

۾ اندر وڃڻ جا ٻه دروازا ڏکڻ ۽ اوڀر پاسن کان آهن. وڏي دلچسپي جي ڳالهه وڏي ٿلهي رسي جي آهي، جنهن تي بلو ڪاري پاٽياٺ جا نشان آهن. شايد اهي ڳليءَ جا نشان آهن.

# پنيور ۾ باروچي بولي

سيد نجف علي شاھ "ڪمتر" نقوي

لفظ 'پنيور' شاھ جي رسالي ۾ جتي بہ ڪتب آندو ويو آھي، ان جي "ڏسٽي" ترتيب ڏني اٿم، جيڪا منھنجي ڪتاب "باروچي بولي" ۾ پيش ڪيل آھي- اميد ٿو ڪريان تہ پڙھندڙن کي اھي صفحا پسند ايندا ۽ سندن علم ۾ واقفيت ۾ واڌارو ڪندا.

اشارن کي سمجھڻ لاءِ ھڪ مثال پيش خدمت آھي:-

25: وڏي وس ھٿا باروچا پنيور ۾ (حسيني 5) 607-1

بيت ڪان پوءِ سر جو نالو حسيني آھي. 5 مان مراد داستان پنجون ۽ صفحي نمبر 607 تي اھو نمبر پھريون آھي-- اھي داستان، صفحا يا بيت نمبر مرحوم شاھواڻي صاحب جي ڇپايل شاھ جي رسالي جي ٻئي ايڊيشن مان ورتل آھن-

جتي بہ ڏنگين ۾ (ا-م) جو اشارو آيل آھي تہ ان جو مطلب آھي اصطلاحي معنيٰ.

1- وهِ مِ منڊ پنيور ۾، ڪر ڪو واڪو وَسَ
(سسئي آبري 1) 386-14

2- وهِ مَ منڊ پنيور ۾ ڪر ڪو واڪو وَسَ
(1 " ") 386-15

3- بندياڻي پنيور ۾، آھيان اھڙا ڏار
(1 " ") 388-19

4- ڇڪيس سپ ڇڏي، ماڙھو شھر پنيور جا
(4 " ") 406-21

5- پنيو جو پنيور ۾، ڪاڪل ڏنم ڪال
(6 " ") 417-5

6- ڪاڪل آئون ڪنياس، پنيو جو پنيور ۾
(6 " ") 417-5

7- كونه هن پنيور ۾ ڏارا دوس ڏٺي
19-426 (7 " ")

8- ڪر ڪو واڪو وَسَ، وهَ مَ منڊ پنيور ۾
15-386 (8 " ")

9- مهجيون شهر پنيور ۾، پلپل پون پچارون
15-433 (11 " ")

10- ٻيلي ناه پنيور ۾، ته سسئيءَ جو سهي
9-446 (" ابيات متفرقہ)

11- موتي ماءِ پنيور ۾، اڳڻ سي آيام
19-476 (معذوري 3)

12- ڏاگهنئون ڏيرن، جي آندا ٻرد پنيور ۾
9-503 (ديسي 1)

13- پچاڻان پرين، ڪجي ٻس پنيور کان
12-505 (1 " ")

14- رهو رات پنيور ۾، تان ڪا گهڙي هت گهاريو
19-531 (4 " ")

15- هيڏي شهر پنيور ۾، ساريان ڪونہ سهي
19-543 (6 " ")

16- هيڏي شهر پنيور ۾، رهان نا هڪ پَلَ
29-544(6 " ")

17- پنيي هن پنيور ۾، وهڻ وهَ تنئوم
1-544 (7 " ")

18- هاڻي هن پنيور ۾، گهاريان ڪارڻ ڪن
7-557 (ڪوهياري 1)

19- ٻڙي جيڏيون، مهجي وو، شهر پنيور ۾
18-559 (1 " ")

20- توسين پَنديس پنڌ، ڏينديس باهہ پنيور کي
3-367 (3 " ")

21- رهو رات پنيور ۾، ڪا گهڙي هت گهاريو
5-572 (4 " ")

22- هيڏا هاجا ٿين، بري هن پنيور ۾
10-602 (حسيني 4)

23- ڏيئي باه پنيور کي، آئون آيس تو ڳري
19-603 (4 " ")

24- هئا وڏي وَسَ، پاروچا پنيور ۾
1-607 (5 " ")

25- وڏي وس هئا، پاروچا پنيور ۾
2-607 (5 " ")

26- وهُ مرَ منڌ پنيور ۾، هن پچندن ۽ هاڻ
3-625 (8 " ")

27- هاڻ گهرجي هين ۽، تہ ڏجي باه پنيور کي
4-625 (8 " ")

28- ڪيچ متان ڪاڪن، بي شڪري بلوچ جي
23-635 (9 " ")

29- مهجو سات وئو سيٽان، آيل آيل، وهان ڪن ۽ پنيور ۾
19-650 (11 " ")

30- هيڏي شهر پنيور ۾، نڪو بي نہ ماس
29-652 (11 " ")

31- ور لڪن جي لوڏ، گهورئا سک پنيور جا
31-661 (12 " ")

32- پينر ڪچاڙو، مهجو هن پنيور ۾
41-664 (12 " ")

پنيور جو شهر: اهو شهر جنهن ۾ سسئيءَ جو گهر هو- (حرف جر جي ڪري 'ر' تي زبر آيل آهي- معنيٰ ۾ اشتقاق لاءِ ڏسو 'پنيور')

## پنہور

1- وهِ مرَ منڌ پنهور ۾، هاڙي هڏ مرَ هل
(سسئي آبري 1) 14-386

2- سڪَ پنهور جا ڇڏ، تہ ڪاهي رسين ڪيچ کي
(" " 2) 11-393

3- پڇي جان پنهور ڪان، ڏونگر ڏورئو مون
(" " 5) 1-409

4- پڳيس جان پنهور ڪان، تان سور مڙيئي سک
(" " 5) 3-410

5- پنهور جا پاڻ، آڏا عجبين کي
(" " 5) 7-411

6- ٻري هن پنهور سين هڏ نہ ڳرهي حال
(" " 8) 11-433

7- هي جو بار پنهورجو، لوئيءَ تان سڀ لاهيو
(" ابيات متفرقہ) 29-451

8- لاهي بار پنهور ۾، ويندو گهوٽ وناهيو
(" " ") 39-452

9- پينر هن پنهور ۾، آئون ايرادي آندي
(ڪوهياري 5) 19-575

10- پنهور جن سڪن، مون کي ساڻان ڪارئو
(حسيني 3) 2-597

11- پينر هن پنهور ۾، دوزخ جو دونهون
(" " 3) 4-597

12- پينر هن پنهور ۾ گهايل ٿي گهاريان
(" " 3) 5-597

13- لڳي لاڳاپي، پوري منڌ پنهور جي
(" " 3) 8-598

14- جهِ جي ڏٺيا ڏار، پيئي ناه پنهور ۾

(برووسنڌي 3) 2-1098

= (ا-م) هيءَ دنيا، فاني جهانَ، جڳُ

## پنيور

1- ههڙو ساٿ پنيور تان، ڪڏهين ڪونہ پئو

(ديسي 3) 18-523

2- سرهي منجها ساٿ، آئي بوءِ پنيور کي

(7 " ") 7-546

3- ٻَہِ ٻَہِ ٿي پنيور ۾، هنڌ مڙيئي هوءِ

(7 " ") 8-547

4- آيا آس ٿيام، ٻاروچا پنيور ۾

(6 " ") 1-612

5- اچئو مَرَ اچن، ٻاروچا پنيور ۾

(9 " ") 4-631

= (ا-م) عربستان، خصوصا مڪو ۽ مدينو، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جي ورود مسعود جي جاءِ.

## پنيور

1- بيري ٿئو پنيور، حشر ڪري هلئا

(ديسي 4) 2-526

2- نڪو ڪيچ پنيور، نڪو مائٽ منڌ جو

(4 " ") 17-530

3- ڇڏينديس پنيور هنيون هت نہ وندري

(حسيني 3) 1-597

= [بنيور (بن x بهور (بن ٻهارَ (Van Vihara) = ٻڌ ڌرم جي مندر جو نالو، جنهن جي پويان سنڌ جي هن قديم شهرجو مقامي سنڌي نالو "پنيور" مشهور ٿيو ۽ ٻاهرين دنيا ۾ ديبل جي نالي سان سڏجڻ لڳو. ان جا کنڊر ٺٽي ضلع ۾ گهاري جي ڳوٺ کان ٻہ ميل کن اولهہ طرف آهن- سنڌ جو مشهور

قصو 'سسئي پنهون' پڻ شهر ڀنڀور سان ڳنڍيل آهي] ڀنڀور: ديبل

**ڀنڀور**

1- اُجاڙا ڀنڀور، سرتيون سڪر پائيان
(حسيني 3) 7-598

2- ڀُلئو سڀ ڀنڀور، جو پُنَيءَ هوت نه هليو
(" " 3) 9-598

3- برو هو ڀنڀور، آرياڻيءَ اُجاري
(" " 3) 11-599

= عربستان، خصوصا مڪو مدينو: حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي ورود مسعود جي جاءِ (ا-م) هي دنيا؛ ڪائنات: جڳ؛ جهانُ.

# آرباڻي اتور

معمور يوسفاڻي

بُرو هو ڀنڀور، آرياڻيءَ اُجاريو
لاٿو ساري لوڪَ تان، 'هاڙهي ڏاڻيءَ' هور،
چوريون ڇرڻ سڪيون، پنهون ڪيائون پور،
آيو سو اتور، جنهن ڏکيون ڏِکَ وهاريون.
(شاهه)

ڀنڀور جو شهر، جنهن جا کنڊر ٺٽي ضلعي جي ايراضيءَ ۾ گهاري جي ويجهو موجود آهن، سي نڪي 'ديبل بندر' جا آثار آهن ۽ نه وري 'باربريڪان' سان واسطو اٿن. اهي آثار فقط 'ڀنڀور' جي شهر جا ئي آهن، جيڪو قديم دور ۾ 'ڀنڀو' نالي ڪنهن شخص جو آباد ڪرايل آهي ۽ ان جي نالي سان ئي مشهور ٿيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جي صرفي قانون موجب، 'اسم' جي پويان 'او^ر' حرف ملائڻ سان 'صفت' يا 'صفاتي اسم' ٺهندو آهي، جيئن ڀنڀو^ X ا^ور = ڀنڀور، ليئو ^ X اور = ليور، راهمو اور = راهمور، دينو اور = دينور، ڪپلو اور = ڪپلور، ٽانگو^ ا^ور = ٽانگور، سيلو ^ ا^ور = سيلور، وغيره.

اسان وٽ شهرن، ڳوٺن ۽ ماڳن جا اهڙا ڪيئن نالا موجود آهن، جيڪي مٿي ذڪر ڪيل صرفي اصول موجب ٺهيل آهن، جيئن لاهور، اڪنور، بجنور، سانڊور، دلور وغيره.

سيني سڃاڻ ماڻهن کي اها خبر آهي، ته ڀنڀور کي جيڪا عوامي شهرت حاصل آهي، سا فقط 'سسئي پنهونءَ' جي عشقيه داستان جي ڪري ئي آهي، ان ڪري اسان جو فرض آهي ته ڀنڀور جي ٻين طرفن کي پاسيرو رکي، سڀ کان پهرين سسئي پنهونءَ جي داستان ۽ ڪردارن جو جائزو وٺون.

سسئي پنهونءَ جي داستان بابت، هن وقت تائين جيڪي حقيقتون حاصل ٿيون آهن، تن جي روشنيءَ ۾ داستان جو اختصار هيئين طرح ٿيندو.

"دلوراءِ جي دور ۾ (1) ڪنهن سڪر شخص، ڪن سببن جي ڪري، پنهنجي معصوم نياڻيءَ کي ڪاٺ جي ٻيڙيءَ نما پيٽيءَ ۾ وجهي درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو. جيڪا تلڪندي ڀنڀور شهر جي ڌوٻي گهاٽ وٽ پهتي ۽ ڌوٻين جي سردار کي هٿ لڳي، جيڪو بي اولاد هو ۽ ان ڇوڪريءَ کي خدائي نعمت سمجهي، گهڻي چاهه مان ڇمي، گهر کڻي ويو. جنهن کي ڏسي، سندس زال به تمام گهڻو خوش ٿي ۽ پوءِ ان کي ڌيءَ ڪوٺي تمام گهڻي چاهه مان لاڏ ڪوڏ سان نپاياڻون- ڇوڪري جيئن ته تمام سهڻي هئي، ان ڪري، سندس سونهن جي لحاظ کان نالو به 'سسوئي' رکيائون. جنهن جي معنيٰ آهي 'چنڊ جهڙي'، جيڪو نالو اڳتي هلي لساني ڦير گهير سبب سسوئي مان "سسئي" بنجي ويو.

سسئي جوان ٿي ته سندس سونهن جي شهرت، واپاري قافلن جي ذريعن پري پري تائين پهتي، جنهن کان متاثر ٿي، ڪيچ جي واليءَ جو شهزادو 'ڄام پنهون' کيس ڏسڻ لاءِ آيو، ۽ ڏسنديئي دل ڦرائي وينو-- آخر پاڻ کي ڌوٻي ظاهر ڪري، سسئي جو سڱ وٺي، نڪاح ڪري ڌوٻيءَ جو 'گهر جوائي' بنجي ويهي رهيو.

اها خبر جڏهن ڪيچ جي واليءَ 'آري ڄام' کي پهتي ته کيس ڏاڍي مٺيان لڳي، انهيءَ ڪري، جو ان دور جي سماجي قانون موجب، ڪنهن سردار جي پٽ جو، ڪنهن ننڍي ذات مان شادي ڪرڻ، نهايت خراب ڳالهه سمجهي ويندي هئي. (2) آخر 'آري ڄام' پنهنجن ٻن پٽن هر هڪ چنون، هوٿي، نوتي، للي ۽ جکري کي ڀنڀور موڪليو، ته اهي ڪنهن به طرح پنهونءَ کي وٺي اچن. جيڪو اڳ ۾ شادي شده هو ۽ کيس به زالون هيون. (3)

پنهونءَ جا ڀائر جڏهن ڀنڀور پهتا ۽ کيس هلڻ لاءِ چيائون ته پنهون کين ڪتو جواب ڏنو- جيڪو ڀڄي هو ظاهري طرح ته پنهونءَ جا حمايتي بنجي ويا، پر خفيه طور سٽون سٽيندا رهيا- آخر نيٺ کين موقعو ملي ويو ۽ هو پنهونءَ کي نشو پيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا- جڏهن نشي پنهنجو پوري طرح اثر ڪيو ته هي سسئيءَ کي سٽل ڇڏي، پنهون کي مدهوشيءَ واري حالت ۾ اٺ تي ويهاري قافلو ڪاهي هليا ويا.

صبح جو جڏهن سسئي سجاڳ ٿي ۽ پنهون کي ڀائرن سميت گم

ڏنائين، تہ دانهون ڪري، سندن پويان نڪتي ۽ پنيور کان اٽڪل 70-80 ميل کن پرِي وندر جي وادي ۾ وڏي گاهہ سبب اٺن جا پير وڃائي ، هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙڻ لڳي . اوچتو مٿس هڪ ٻڪرار جي نظر پئي، جيڪو ڏانهس بري ارادي سان وڌيو. (4) جنهن کي پاڻ ڏي ايندو ڏسي، هن رب پاڪ کي سوال ڪيو تہ "ياالله پناه ڏي!" . مولا پاڪ سندس سوال قبول ڪيو ۽ هو ڊوڙندي، هڪ اونهي غار وٽ پهچي وئي ۽ 'بسم الله' چئي، ان ۾ ٽپو ڏنائين ۽ سندس پوتي جو پلاند، غار جي منهن تي بيٺل هڪ وڻ ۾ ڦاسي، رهجي ويو. (5)

هوڏانهن پنهونءَ جو جيئن نشو لٿو ۽ پاڻ کي اُٺ تي ويٺل ڏٺائين، تہ سڀ ڳالهہ سمجهي ويو ۽ هڪدم اٺ تان ٽپ ڏئي، لهي پيو ۽ ڀائرن سان بغاوت ڪري، پوئتي روانو ٿيو. جڏهن وندر جي وادي ۾ پهتو تہ ٻڪرار جي واتان سسئي جي "غار ۾ ٽپي ڏيڻ واري" خبر ٻڌي، انهي جاءِ تي آيو ۽ غار جي منهن تي وڻ جي ٽاري ۾ سسئي جي چني جو پلو اٽڪيل ڏسي، حقيقت پروڙي ويو ۽ سسئي جي صداقت جو قدر ڪندي، پاڻ بہ انهي غار ۾ ٽپو ڏنائين.

انهي واقعي کان پوء سي پاس جي رهاڪن ، غار جو منهن پٿرن سان بند ڪري، مٿان قبر ٺهرائي ڇڏي، جيڪا هن وقت پڪي ٻڌل آهي ۽ سندس چوڌاري چوديواري پڻ ڏنل آهي. مختلف ڪتابن جي لکت موجب ، سسئي ۽ پنهونءَ جي اها قبر ، قديم دور کان زيارتگاه آهي ۽ ڪيترن الله وارن روحاني طرح سسئي ۽ پنهون جي زيارت پڻ ڪئي آهي (6)

سسئي پنهونءَ جي قصي کي شروعات ۾ فارسي زبان جي شاعرن مير معصوم بکري، رضائي ٺٽوي، مرتضيٰ سورٺي، پير محمد اوڏي ۽ ٻين منظوم ڪيو ۽ ان سان گڏو گڏ سنڌي ٻولي جي شاعرن - شاه عبدالڪريم بلڙي واري، ميين شاه عنات رضوي، سندس پٽن ۽ پوٽن، شاه عبداللطيف ڀٽائي، خليفي نبي بخش ۽ ٻين وڏن شاعرن بہ انهي داستان کي شاعري جو موضوع بنايو. (7)

سسئي پنهون جي داستان کي فارسي ۽ سنڌي ٻولين کان سواءِ سرائڪي . پنجابي، بلوچي انگريزي ۽ ٻين ٻولين ۾ پڻ ڳايو ۽ لکيو ويو آهي، ۽ اجا بہ

لکت جاري آهي. (8)

سسئي پنهون جي داستان جي پرک لاءِ نهايت ضروري آهي، تہ اسين تحقيقي نگاہ سان ڏسون تہ، انهي دور ۾ سنڌ جو جاگرافيائي ۽ تاريخي ماحول ڪهڙو هو. ڪيچ ۽ ڀنڀور جي وچ ۾ ڪهڙا ڪهڙا مکيہ رستا هئا؟ انهن رستن ۽ وادين جي تاريخي اهميت ڇا هئي ۽ قصي سان وابستہ ڪردار ڪيتري قدر درست هئا؟.

سنڌ جي قديم دور جا نقشا، جيڪي 500 ق-م کان ٽالپر دور تائين ملن ٿا، تن مان اهو ٿو معلوم ٿئي تہ قديم دور ۾ سيوهڻ، ٻانيڏاه، توڙڪي، نصرپور ۽ جهم وٽان جيڪو وهڪرو ڏکڻ طرف ويندو هو، تنهن مان هڪ ننڍڙو وهڪرو اولهہ طرف نڪري 'قديم ٻانيڏاه' يعني 'ڪاٺ ٻانيڻ ' وٽان هلندو، جابلو علائقي ۽ ڪينجهر ڍنڍ جي ڏکڻ طرف کان هلندو ، ٺٽي جي ايراضي ويجهو ٿورو اتر ڏانهن مڙي، ساموئي واري ايراضي مان اولهہ طرف نڪري، سڏو وهندو، ڀنڀور وٽ پهچندو هو. (9)

ڪن بزرگن هيئن بہ لکيو آهي تہ "ڪو پراڻو وهڪرو ڪوٽڙي وٽان جابلو علائقي مان وهندو ڀنڀور پهچندو هو." پر اها ڳالهہ بلڪل غلط آهي. تاريخ جي ڪتابن ۽ نقشن مان اهو بہ معلوم ٿو ٿئي تہ انهي دور ۾ سنڌ جون حدون اتر ۾ "راس ملان" تائين هيون ۽ "راس ملان" وٽ سمنڊ ۾ داخل ٿيندڙ 'هنگورا' يا 'هنگول ندي' مڪران ۽ سنڌ جي سرحد جوڪم ڏيندي هئي. (8)

جيئن تہ 'هنگول ندي' جي ڀرتي ڪندڙ شاخ جو نالو 'گدور' هو جيڪا هنگول جي ڏکڻ طرف کان وهندي اچي هنگول ۾ داخل ٿيندي هئي، ان ڪري ڪيترن مورخن غلطي وچان 'هنگول ندي' کي بہ 'گدور ندي ' لکيو آهي ۽ ڪن مورخن هنگول ندي جي نسبت سان، "گيدو ريشيا" پڻ ڪوٺيو آهي. (11) ڀنڀور کان ڪيچ تائين جيڪا واٽ وڃي ٿي، اها بلڪل پراڻي واٽ آهي، جيڪا ايران ۽ عراق تائين پهچي ٿي، جتان 712ع ڌاري غازي محمد بن قاسم جي ڪمان هيٺ، اسلامي فوج 'اورماڙ ٻيلي' جي فتح کان پوءِ ڀنڀور واري ايراضي کان لنگهي ديبل تائين پهتي هئي. (12)

ڀنڀور کان ڪيچ تائين پهچندڙ واٽ تي ڪئين ماڳ اچن ٿا. جن مان

’وتيجي‘، ’سون مياٺي‘، ’ڪانهري پيلو‘، ’ولپٽ‘، ’اورماڙ‘ ۽ ’پسني‘ وڏيڪ مشهور آهن. جن ڪان سواءِ هن واٽ ۾ ڪيترائي مشهور جبل ۽ نديون پڻ اچن ٿيون، جيڪي گهڻو ڪري، اوڀر کان اولهه يا اتر کان ۽ اتر اوڀر کان اولهه طرف سمنڊ ڏانهن وهن ٿيون، جن جي نالن پويان جبلن جي وچ ۾ ننڍيون ننڍيون ماٿريون يا واديون آهن. جيئن -’حب جي وادي‘، ’وندر جي وادي‘ ’مر قور جي وادي‘، ’گدورجي وادي‘، ’پورالي جي وادي‘، ’هنگورجي وادي‘، ۽ ڪيچ جي وادي وغيره (13)

جن ۾ قديم دور جا ڪافي آثار موجود آهن.

والٽر - اي- فير لکي ٿو ته:-

”بيلي جي ايراضي ۾ ’پورالي ندي‘ جي ڪنارن تي ”ڪُلي“ تهذيب جا آثار ملن ٿا. جيڪي ’هڙاپا‘ ۽ ’موئن جي دڙي‘ واري تهذيب سان ملندڙ ۽ ڪجهه قدر مختلف به آهن.“ (14)

وڏيڪ لکي ٿو ته ”هن تهذيب جي پڄاڻي، موئن جي دڙي واري تهذيب جي اوسر آهي.“

هن خطي جي ڪنڊرات مان ”ڏڳن جون ننڍيون مورتيون‘ ’مٽيءَ جون چوڙيون‘، ’چٽيل نقش ۽ نگار وارا ٿانو‘،۽ ٻيون ڪئين پراڻيون شيون مليون آهن. هتي مختلف ماڻهن جي جاين کان سواءِ، اهڙين جاين جا نشان پڻ مليا آهن، جيڪي ٻه سو فوٽ ڊگهيون، چاليهه فوٽ ويڪريون ۽ انهن دروازن سان آهن ۽ جن لاءِ ماهرن جو چوڻ آهي، ته اهي قديم دور جي ماڻهن جون عبادت گاهون آهن. (15)

ساڳئي قسم جا آثار مڪران جي علائقي ۾ ڪيچ جي وادي اندر به ملن ٿا، جيڪي گهڻو ڪري ’ڪيچ ندي‘ جي ڪنارن سان آهن.

ڪيچ جي وادي ۾ ڪيچ ندي جي اوڀر طرف، ”چام پنهون“ ۽ ”چام آري“ جي رهائش گاهه جا آثار آهن، جن کي عام طرح ”ميري“ سڏين ٿا. سنڌ توڙي بلوچستان ۾ ’ميري‘ جي نالي سان ڪافي ماڳ آهن جن مان ’محال ڪوهستان‘ واري ’ميري‘ ۽ ’رني ڪوٽ‘ جي اندر ’نهيل ’ميري‘ وڏيڪ مشهور آهن.

چام آري جي رهائش واري ميري، يعني ”قلعو“ ڪيچ ندي جي سطح

ڪان اسي فوٽ مٿي آهي. جيڪو ڇهن طبقن ۾ وراهيل آهي. جنهن جي سڀ ڪان هيٺئين حصي جو نالو "چمار خانو"، ٻئي طبقي جو نالو "مهمان خانو"، ٽئي طبقي جو نالو "انبار خانو" ۽ چوٿين جونالو "زنان خانو" آهي. جن مان پهريون طبقو لشڪر جي رهڻ لاءِ، ٻيو طبقو عدالتن ۽ فيصلن لاءِ، ٽيون طبقو اناج ، پاڻي، هٿيارن ۽ بارود لاءِ ۽ چوٿون طبقو حاڪم گهراڻي وارن جي رهائش لاءِ هو. سڀني طبقن تي ڏاڪڻين جي ذريعي پهچبو هو. جيڪي نمبر وار هيٺين ڪان، هيٺين طبقن ڏانهن هيون. (16)

مٿئين مختصر جاگرافيائي جائزي ڪان پوءِ اهو ميڄو پوندو، تہ سسئي پنهون جو داستان هڪ حقيقت آهي ۽ ان بابت مليل حقيقتن مان اهو ثابت ٿو ٿئي تہ آري ڄام جو خاندان سنڌ جو نهايت مهذب ۽ متمدن خاندان هو، جنهن جي شرافت جا آثار اڄ بہ موجود آهن.

سسئي پنهون جي داستان بابت. مليل آثارن ۽ روايتن کي سامهون رکي جيڪر چندڇاڻ ڪبي تہ، هيٺين طرح حقيقتون ظاهر ٿي بيهنديون.

## سسئي جي پيءُ جو نالو.

الف-سسئي جي پيءُ جو نالو "ناو"هو. (عام روايت)

ب- سسئي جي پيءُ جو نالو 'حمير' هو، (موريو فقير)

ج-سسئي جي پيءُ جو نالو 'پانيڻو' هو. (ڳالهہ ڪندڙن جوچوڻ)

## سسئي جي پيءُ جي رهائش:

1 سسئي جو والد بهاولپور جي 'پتآواهڻ' شهر جو رهاڪو هو. (درس واصل)

2 سسي جو والد 'سيوهڻ' جورهاڪو هو. (ساوڻ فقير)

3 سسئي جو والد ڪنهن 'ڏوراهين ملڪ جو رهاڪو هو. (موريو فقير)

4 سسئي جو والد 'پانيرا" يا 'پانيٽاہ' جو رهاڪو هو. (عام رايت )

## سسئيءَ جي پيتي کي لوڙهڻ:-

الف- سسئيءَ جي پيتي 'پنجاب جي ڪنهن دريا' ۾ لوڙهي وئي، جيڪا

لڙهندي اچي 'سيوهڻ' شهر مان نڪتي. (درس واصل)

ب- سسئيءَ جي پيتي 'سيوهڻ' جي شهر وٽان درياهہ ۾ لوڙهي وئي، جيڪا لڙهندي 'پنڀور' شهر ۾ پهچي وئي. (عام روايت)

ج- سسئيءَ جي پيتي 'پانيرا' يا 'پانيٽاه' مان درياهہ داخل ڪئي وئي، جيڪا لڙهندي 'پنڀور' شهر پهچي وئي. (عام روايت)

## ڏوهيءَ جو نالو:-

- ڏوهيءَ جو نالو 'لار' يا 'لاڙ' هو. (تحفتہ الڪرام)
- ڏوهيءَ جو نالو 'محمد' هو. (گلزار واصل)
- ڏوهيءَ جو نالو 'احمد' هو. (موريو فقير)
- ڏوهيءَ جو نالو 'مَنهيون' هو. (تحفتہ الڪرام)
- ڏوهيءَ جو نالو 'نوح' هو. (چگو جت)
- ڏوهيءَ جو نالو 'محمود' هو. (رچرڊ برٽن)

## سسئيءَ جو موت ڪٿي ٿيو؟

(1) سسئيءَ جو موت، پنڀور کان اٽڪل ٧٠- ٨٠ ميل پري اتر طرف وندر ڄي واديءَ ۾ ٿيو، جتي هينئر سندس قبر آهي. (سنڌ جون روايتون)

(2) سسئيءَ جو موت پنجاب جي ريگستان ۾ ٿيو ۽ سندس قبر اتي ئي آهي. (پنجاب جون روايتون)

هاڻي جيڪر مٿين روايتن کي نگاهہ ۾ رکي، ويچار ڪبو تہ اهو معلوم ٿيندو تہ- "ڪنهن ڇوڪريءَ کي پاڻيءَ ۾ لوڙهڻ ۽ ان جي صندوق ڪنهن کي هٿ اچڻ وغيره" وارو واقعو هڪ نہ بلڪ هڪ کان وڌيڪ آهن، جيڪي مختلف علائقن سان واسطو رکن ٿا.

اڳتي هلي جڏهن اهڙا واقعا داستانن جي شڪل ۾ آيا تہ انهن سيني تي پنڀور واري سسئيءَ جو داستان، اثر انداز ٿي ويو ۽ نتيجي ۾ اهي ڳالهيون گڏجي، سسئيءَ ڏانهن منسوب ٿي ويون؛ جيئن پنجاب جي 'سهڻي ميهار' ۽ سنڌ جي 'سهڻي ۽ ساهڙ جي ڳالهين کي هڪ سمجهيو ويو؛ پارڪر جي ڏاتار 'ڏياچ ويراڻي' ۽ گرنار جي 'راءِ ڏياچ' جي ڪهاڻين کي گڏي سڄو قصو راءِ ڏياچ گرنار واري جي ڪنڌي ۾ آندو ويو.

’ڏول مارئي‘ جي ڳالهه کي ’عمر مارئي‘ جي واقعي سان ملائي، ڳالهه جا ڪئين رخ پيدا ڪيا ويا. مهراڻي جي مشهور ڪردار ’قبولئي‘ عرف ’گنجڙي گابار‘ ۽ لٽي جي ’دولهه دريا خان‘ کي هڪ سمجهي، ٻالي راڻوڙ جي ڏيءَ ’همونءَ‘ کي دريا خان سان منسوب ڪيو ويو، وغيره.

جيتري قدر سسئيءَ جي صندوق جو درياه ۾ داخل ٿيڻ جو تعلق آهي، تنهن موجب سيوهڻ ۽ برهمڻ آباد مان صندوق ڀنڀور ڏانهن وهي اچڻ وارو واقعو درست ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اِهو اِن ڪري، جو درياء جو مکيه وهڪرو، بدين ضلعي جي ولاسي واري علائقي ڏانهن ٿي ويو ۽ ڀنڀور ڏانهن فقط هڪ ننڍي شاخ ٿي آئي- جيڪا مکيه وهڪري جي اڳيان، هڪ معمولي حيثيت جي شاخ هئي- جنهن مان صندوق جو مکيه وهڪرو ڇڏي شاخ ڏانهن اچڻ عقل ۾ ئي نٿو اچي- ان ڪري اهو فيصلو ڪرڻو پوندو ته سسئيءَ جي پيتي ڪنهن اهڙي هنڌ تان درياهه ۾ داخل ڪئي وئي هئي، جيڪو ڀنڀور جي قريب هو ۽ پيتي بنا روڪ جي ڀنڀور ۾ پهتي هئي- ٻيءَ حالت ۾ پيتي لازمي طرح ڪٿي روڪجي پوي ها ۽ ڇوڪري زندهه نه رهي ها. آثارن ۽ روايتن مان ايئن ٿو ظاهر ٿئي، ته اُها پيتي ’پراڻي ٻانيٽاهه‘ عرف ’ڪاٺ ٻانيڻ‘ جي شهر وٽان ننڍي وهڪري ۾ لوڙهي وئي هئي،- جنهن جي نسبت سان، ڳالهه ڪندڙن، سسئي کي ’ٻانيڻ‘ جي ڏيءَ بنائي ڇڏيو ۽ شاعرن ان کي ’ٻانيڻ‘ ۽ ’برهمڻ‘ نالي سان ڳايو آهي.

ٻئي طرف رسمن ۽ رواجن جي دائري ۾ ڏسبو ته ايئن معلوم ٿيندو ته ڇوڪريءَ کي ڄمندي، پيتيءَ ۾ وجهي لوڙهي ڇڏڻ وارو ڪم، ’سما‘ يا ’سومرا‘ خاندان جي ڪنهن رحم دل عورت يا رحم دل سردار جو آهي، جنهن پنهنجي نياڻيءَ کي جيئري پورڻ بدران، صندوق ۾ وجهي، رات جي اونداهيءَ ۾ درياهه داخل ڪري ڇڏي هوندي.

هونءَ به جيڪڏهن ڪنهن ٻانيڻ، ڪاراڻ جي ٽِڪي کان بچڻ لاءِ اهو ڪم ڪيو هو، ته به اها لڪ جي ڳالهه هئي، ان جي خبر ڀنڀور شهر جي ڌوٻيءَ کي ڪيئن پئي، ته هيءُ ڇوڪري، برهمڻ جي ڏيءَ آهي.

ڳالهه ظاهر پئي آهي. اصل ۾ اها سڀ ’ٻانيٽاهه‘ جي لفظ جي ڪرامت آهي، جتان اها پيتي لڙهي ڀنڀور ۾ پهتي هئي. ۽ قصي نويسن ۽ ڳالهه

ڳائيندڙن، 'ڀانيٽا ' وٺان وهي ايندڙ ڇوڪريءَ کي ڪٿي 'ڀانيڻ' جي ڌيءَ بنايو.

اها ساڳي ڪار پنهونءَ سان به ٿي آهي، جنهن کي مڪران جو رهاڪو هجڻ ڪري، سندس موجوده نالي (بلوچستان) جي نسبت کان بلوچ بنايو ويو آهي، جيڪو اصل ۾ بلوچ ناهي، بلڪ سمات نسل جي هڪ سردار ڄام آريءَ جو پٽ آهي.

بلوچ، پنهونءَ جا تڏهن ڌڻي ٿيا، جڏهن هنن فارسي ۽ سنڌي ٻولين ۾ "سسئيءَ ۽ پنهون" جو مڪمل قصو پڙهيو ۽ ٻڌو ۽ ان سان گڏ اهو به معلوم ٿين ته پنهون بلوچ نه آهي- پر جيئن ته اهي ڪيترين غير بلوچ قومن کي بلوچ بنائي چڪا هئا، ان ڪري هنن لاءِ پنهونءَ کي بلوچ بنائڻ ڪوبه مسئلو نه هو- (17)

ان لاءِ هنن پنهونءَ کي بلوچ شجرن طرف ڏِڪيو ۽ شجرن ۾ پنهنجي پنهنجي نموني سان داخلائون ڪيائون، جن جا چند خاڪا هيٺين طرح آهن.

## پنهونءَ جا شجرا:-

(1) پنهون ولد آري ولد رند ولد جلال - (18)

(2) پنهون ولد علي ولد هوت ولد جلال - (19)

(3) پنهون ولد عالي ولد مير جلال - (20)

(4) پنو (پنهون) ولد مير عالي، جيڪو هوت جي پيڙهيءَ مان هو - (21)

(5) پنهون ولد مير عالي ولد مير عبدو (عبدالله) ولد هوت ولد مير جلال خان - (22)

(6) پنهون ولد عالي ولد عمر ولد بجار ولد هوت ولد جلال (23)

(7) پنهون ولد مير عالي ولد مير هوت ولد مير جلال - (24)

(8) پنهون ولد آري ولد بلوچ ولد بهادر ولد ابويو لان ولد امير همزو - (25)

## پنهونءَ جا ڀائر:-

الف- پنهونءَ جي وڏي ڀاءُ جو نالو شهڪ هو، هي فقط به ڀائر هئا. (26)

ب- پنهون جي وڏي ڀاءُ جو نالو هوتڪ هو، هي فقط به ڀائر هئا. (57)

ج- پنهون جي وڏي ڀاءُ جو نالو مير اسماعيل خان هو، هي به فقط به ڀائر هئا. (28)

(د)- پنهون جي ڀائرن جا نالا هوتي، نوتي ۽ چنري هئا (29)

(هـ)- پنهونءَ جا ڀائر چنرو، هوتو ۽ نوتو هئا (30)

(و)- پنهونءَ جا ٻيا ڀائر هوتي، نوتي، چنرو ۽ پسايو هئا. (31)

(ز)- پنهونءَ جي ٻين ڀائرن جا نالا- نوتڪ، چنرو، مرڪيو، هوتي، ننگرو، پسايو ۽ پانهون هئا. (32)

## مير جلال جا شجرا:-

مير جلال جا جيڪي شجرا ملن ٿا، تن ۾ نہ رڳو مٿي هلندڙ پيڙهيءَ ۾ نالن ۽ تعداد جو اختلاف آهي، پر مير جلال جي پيءُ جي نالي ۾ بہ اختلاف آهي، جنهن جو مختصر خاڪو هيٺينءَ طرح آهي.

(1) مير جلال ولد جيئند - (33)

(2) مير جلال ولد فتح خان - (34)

(3) مير جلال ولد اعلمش رومي - (35)

(4) مير جلال ولد مير محمد خان - (36)

(5) مير جلال ولد هرين (37)

(6) مير جلال ولد هارون (38)

(7) مير جلال ولد بلوچ خان (39)

(8) مير جلال ولد بجار خان (40)

## مير جلال جي رياست:-

تاريخدانن وٽ نہ رڳو پنهون، آري ۽ جلال جي شجرن ۾ اختلاف ملي ٿو، پر مير جلال جي رياست جي باري ۾ پڻ اختلاف آهن، جن مان چند جهلڪيون پيش ڪرڻ لازمي آهن.

الف:- 'مولائي شيدائي' لکيو آهي تہ:

"مير جلال خان حلب کان نڪري، عمان کان جهازن ذريعي، بمپور ۽ سيستان ۾ وارد ٿيو. پوءِ مڪران پهچي. ڪيچ فتح ڪري، ان کي پنهنجو تختگاهہ مقرر ڪيائين ۽ هڪڙو قلعو ڪيچ نديءَ تي تعمير ڪرايائين." (41)

ب:- سنڌ جي مشهور نقاد قربان بگٽيءَ لکيو آهي تہ:

"يارهين صدي عيسويءَ ۾ بلوچ قوم جو وڏو مير جلال خان هو، جنهن بلوچستان جي بامپور شهر ۾ وفات ڪئي. هن کي چار پٽ رند، لاشار،

ڪورائي ۽ هوت هئا. مير چاڪر خان مير جلال جي ستين پيڙهيءَ ۾ هو." (42)

ان بعد لکي ٿو ته:

"تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي ته هيل تائين بلوچن جون فقط ٻه بادشاهتون قائم ٿي سگهيون آهن- هڪ سلطنت بلوچستان جي علائقي ۾ مير چاڪر خان (متوفي 1555ع) قائم ڪئي ۽ ٻي سنڌ ۾ مير فتح خان ٽالپر (متوفي 1802ع) قائم ڪئي." (43)

ج:- سنڌ جي مشهور تاريخدان ۽ محقق مير حاجي محمد بخش ٽالپر لکيو آهي ته-

"بلوچن ۾ حڪومت ڪرڻ جي عادت بعد جي عالين، مير عالي يا مير هوت جي وقت ۾ پئي"

وڌيڪ لکي ٿو ته:

"مير فتح خان هوت ولد مير راڄو خان ولد مير اسماعيل (پنهونءَ جو وڏو ڏاڏو) ولد مير عالي خان- ديري اسماعيل خان جي رياست جو- (اڄ کان 100- 150 سال اڳ) سنگ بنياد وڌو." (44)

## بلوچن جي مڪران ڏانهن هجرت:-

بلوچ قبيلا، سيستان کان مڪران طرف ڪڏهن آيا، تنهن بابت به ڪافي اختلاف آهن، جنهن بابت سوچڻ ۽ تحقيق ڪرڻ تاريخدانن جو ڪم آهي. آءُ هتي فقط تاريخدانن جا حوالا پيش ڪندس جن جو مختصر خاڪو هيٺينءَ طرح آهي.

(1) 'آهيوزبلر' مڪران گزيٽئر ۾ لکيو آهي ته:

"مير جلال مڪران ۾ حجاج بن يوسف جي زماني (8 صدي عيسويءَ جي شروع) ۾ آيو هو." (45)

(2) ڪيچ مڪران جي سابق قاضيءَ مولانا محمد عبدالله کان انور بخش بهاولپوري (سابق نائب ڪيچ مڪران) روايت حاصل ڪئي، جنهن کان عبدالرحيم "صابر" ٻڌي، جنهن پنهنجي تصنيف ۾ لکيو ته.

"بلوچن 400هه = 1010ع ۾ سيستان کان مڪران طرف هجرت ڪئي." (64)

(3) لالا هيتورام لکي ٿو ته:

”بلوچن جي هجرت وقت سندن سردار اعلمش رومي ولد گل چراغ هو، جنهن کان پوءِ عباس ۽ ان بعد محمد خان ۽ پوءِ مير جلال خان سردار ٿيو.“ (47)

(4) گل خان نصير ٻيءَ هجرت جو اڳواڻ، مير جلال کي قرار ڏنو آهي. (48)

(5) ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي تہ:

”ڏهين صديءَ جي آخر ۽ يارهين صديءَ جي شروع ۾ بلوچ، سيستان کان مڪران ڏانهن آيا. پنهون جو ڪيچ کان مڪران ڏانهن اچڻ جو دور بہ 11 صدي آهي. (49)

(6) ملڪ محمد صالح نهڙي، مير جلال ڄي هجرت جو سال 1164ع لکيو آهي. (50) ۽ سردار خان گشڪوري مير جلال ۽ پوين جي لڏپلاڻ 1166ع ۾ ڏيکاري آهي. (51)

(7) علام رسول ڪورائي لکي ٿو تہ.

”بلوچن جي مڪران ڏانهن هجرت، چنگيز خان جي دور (-1222 1218ع) ۾، ان جي ڪاهہ سبب ٿي آهي.“ (52)

(8) مير حاجي محمد بخش تالپر لکي ٿو تہ:

”ڪنهن بہ حالت ۾ پنهون جو دور 1165ع وارو نہ آهي، بلڪ 13 صديءَ جي ڪنهن بہ حصي ۾ ٿئي سگهجي ٿو.“

وڌيڪ لکي ٿو تہ:

”پنهون 1350 يا 1320ع ۾ ٿي سگهي ٿو.“ (53)

پنهونءَ جي حسب نسب ۽ بڻ بنياد واري ڳالھ جي صفائي ۽ نبيري لاءِ، مٿي جيڪي مون پنج مختصر تاريخي خاڪا (1- پنهون جا شجرا، 2- پنهونءَ جا پائر، 3- مير جلال جا شجرا، 4- مير جلال جي رياست، 5- بلوچن جي مڪران ڏانهن هجرت) پيش ڪيا آهن تن تي تنقيدي بحث جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. اِهو اِنَ لاءِ جو اهي سيئي ڳالهيون، بلوچ عالمن جا اهڙا ڏڪا ۽ اکيون پوري اچليل پٿر آهن، جيڪي هڪ ٻئي سان ٽڪرائجي، نہ رڳو سندن ناهيل 'خيالي عمارت' کي زخم رسائين ٿا، بلڪ اهي انهيءَ 'هوائي محل' کي ڊاهي، مسمار ڪري ڇڏين ٿا، جنهن کي ڏسي اهو چوڻو ٿو پوي تہ پنهون جو نسبي طرح بلوچن ۽ بلوچ ڪلچر سان ڪوبہ واسطو نہ آهي.

هن ڏِسِ ۾ ڪيترن ناليرن عالمن، آري ۽ پنهون کي بلوچ ڪلچر ۾ نہ

ڏسي، سسئي ۽ پنهونءَ واري ڳالهه کي 'مڪران' جي بدران ٻين علائقن ۾ ڳوليو آهي ۽ انهن ڏانهن منسوب ڪيو آهي.

مشهور محقق ڊاڪٽر 'ايچ - ٽي - سورلي' پنهنجي مشهور تصنيف "شاهه عبداللطيف آف ڀٽ" ۾ لکي ٿو ته "شاهه جون جملي آکاڻيون هندو اصليت واريون آهن، جي سنڌ جي اسلام کان اڳ واري دور سان واسطو رکن ٿيون. جيئن سسئي پنهونءَ جي آکاڻي اصلي ڪڇ جي آهي، جيڪو ملڪ سنڌ سان لاڳو آهي. ان جي زبان کي به سنڌي زبان چيو ويندو آهي" (54)

هن دور جي مشهور محقق مير حاجي محمّد بخش ٽالپر اسان جو ڌيان ڊاڪٽر سورلي جي مٿينءَ راءِ ڏانهن ڇڪائيندي، تعلقي ننگر پارڪر جي 'هاڙهي' ڳوٺ کي "هوتن جو هاڙهو" ڪوٺيو آهي ۽ سورلي جي راءِ جي تائيد ڪئي آهي. (55)

اصل ۾ 'ڊاڪٽر سورلي' توڙي 'مير حاجي محمّد بخش ٽالپر'، بلوچ ڪلچر ۾ آري ۽ پنهونءَ جو وجود نه ڏسي، مڪران جي ڌرتيءَ کان ٻئي طرف رخ ڪيو آهي، جنهن جو ٻيو ڪارڻ پنپور سان هم آواز شهر جهڙوڪ 'بامپور'، 'ٻئي پور'، 'پونپور'، 'بومپور'، وغيره به آهن، جن جي مناسبت سان، اديبن ۽ عالمن مختلف گس ورتا آهن.

هاڻي جيڪر عالمن جي مٿين لکتن تي نگاهه ڪبي ته اهي ٻن رُخن ۾ نظر اينديون، جن مان هڪ رخ سو آهي، جيڪو ڊاڪٽر سورلي ۽ مير حاجي محمد بخش ٽالپر اختيار ڪيو آهي جنهن ۾ هنن پنهونءَ کي بلوچ ڪلچر ۾ نه ڏسي، اصل سرزمين کان هٽي، ٻئي پاسي رخ ڪيو آهي ۽ ٻئي رخ ۾ وري اهي عالم ملن ٿا، جن بلوچ ڪلچر ۾ پنهون ۽ آريءَ جو وجود نه ڏسندي به اها ڪوشش ڪئي آهي، ته ڪنهن به طرح انهن کي بلوچ تهذيب ۾ شامل ڪجي.

هِن ڏس ۾ مولائي شيدائي جي ڪوشش ڌيان طلب آهي- هُن جڏهن 'چام' جو لقب بلوچن ۾ نه ڏٺو ته اهو بلوچن ۾ آڻڻ لاءِ ڏاڍي عجيب غريب ڳالهه ڪئي اٿس. لکي ٿو ته "مير جلال پ شاديون ڪيون، هڪ مرزا جهان بيگ مغل جي ڌيءَ سان، جنهن مان رند، لاشار، قرائي ۽ جتو ٿيا. ٻي شادي هوتن مان 'عجوبه' نالي رقاصه سان، جنهن جو پٽ هوت ٿيو- جيئن اهو (هوت) ماءُ جي طرفان راجپوت هو، ان ڪري سندس لقب "آري چام" هو." (56)

مولائي شيدائي جي مٿين تحرير مان چار ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون. 1- هوت قبيلو راجپوت هو. 2- هوتن جو پيشو ناچ گانو هو. 3- مير جلال انهيءَ ناچو قبيلي مان شادي ڪئي. 4- هوت جي ڏيءَ مان ٿيل اولاد کي "آري جام" لقب مليو.

مولائي شيدائي جون چيل اهي چارئي ڳالهيون تاريخ جي دائري ۾ ڪهڙو مقام رکن ٿيون، تنهن لاءِ آءٌ ڪجهه به ڪونه چوندس. اهو فيصلو بلوچ عالمن ۽ پڙهندڙن تي آهي. اميد ته أهي پنهنجي قيمتي راءِ کان واقف ڪرڻ فرمائيندا.

هن ڏس ۾ سنڌ جي وڏي محقق ۽ عالم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي اِها ڪوشش به توجه جي لائق آهي، جنهن ۾ پاڻ 'آري' کي 'عاليءَ' جي بگڙيل صورت ظاهر ڪيو اٿن. جنهن لاءِ منهنجي راءِ هيءَ آهي ته آري ۽ عالي ٻئي جدا جدا لفظ آهن، جن جو هڪ ٻئي سان ڪوبه واسطو ڪونهي. 'عالي' عربي لفظ آهي ۽ 'آري' نج سنڌي لفظ آهي، جيڪو 'آر' لفظ مان ٺهيو آهي، (57) جيڪو صرفي قانون موجب 'آر' اسم جي پويان 'اِي' حرف اضافت (آر X اي) "آري" لفظ ٺاهيو ويو آهي، جيڪو هڪ صفاتي اسم آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ انهيءَ نموني ٺهيل ٻيا به ڪئين اسم آهن. جيئن- شڪار X اِي = شڪاري، بار X اِي = باري، يار X اِي = ياري، مار X اِي = ماري، وغيره.

ٻي طرف آريءَ جي مناسبت سان آري پير، آري سراءِ ۽ آريسر قوم موجود آهن (58)، جن جو عالي لفظ سان ڪوبه واسطو ڪونه آهي.

اهڙيءَ طرح بلوچ عالمن جون ٻيون به ڪافي زوراوريون آهن، جيڪي ثابت ڪن ٿيون ته 'دروغ گورا حافظه نه باشد"، جنهن جو هڪ مثال مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو مقالو آهي، جنهن ۾ پاڻ هڪ طرف پنهون کي مڪران جي سر زمين مان ڏکي ڪچ ڏانهن آندو اٿس ۽ ٻئي طرف پنهون کي پنهنجي ئي شجري ۾ شامل ڪيو اٿس. (59)

بلوچ عالمن جا اهي چند مثال پيش ڪرڻ کان پوءِ آءٌ هتي ڪجهه اهڙا دليل پيش ڪندس، جيڪي پنهون جي حسب نسب بابت فيصلو ڪرڻ ۾ مدد ڪندا، جن جو عنوان آهي ته-

پنهون بلوچ نہ بلڪ سمات نسل جو فرد آهي.

**الف:**– دستور هوندو آهي تہ ڪنهن بہ واقعي کي، سڀ ڪان پهرين، واسطيدار قوم ۽ معاشري جي ٻوليءَ ۾ ڳايو ويندو آهي، جيڪو مشهور ٿيڻ بعد ٻين قومن ڏانهن منتقل ٿيندو آهي. پر هتي اسين ڏسون ٿا تہ سسئي پنهون جو قصو سڀ ڪان پهرين سنڌ جي پانن، پاتن ۽ منگتن ”ڳاهن“ سان ڳايو، جنهن بعد اهو سنڌي شاعريءَ جو عام موضوع بنيو. سنڌي شاعريءَ سان گڏ فارسي شاعريءَ ۾ بہ آيو، ان ڪان پوءِ پنجابي زبان ۾ ڳايو ويو، پر بلوچ شاعريءَ ۾ اهو گهڻو پوءِ آندو ويو، جيڪو پڻ نہ آٽڻ جهڙو آهي. جنهن مان اهو ثو ثابت ٿئي تہ پنهونءَ جو بلوچ قوم ۽ بلوچ ڪلچر سان ڪوبہ لاڳاپو ڪونہ آهي. هي واقعو، مڪران ۾ بلوچن جي آمد ڪان اڳ جو آهي ۽ اهو دور اتي سمات قبيلن جي آباديءَ جو دور هو.

**ب:**– سسئي پنهون جي سڀ ڪان آڳاٽي ڳايل ”ڳاهن واري ڳالهہ“ ۾ جيڪي ڳاهون ملن ٿيون، سي سڀ سمات ڪلچر جي ترجماني ڪن ٿيون، جن ۾ بلوچ ڪلچر جو ڪوبہ اهڃاڻ ڪونہ آهي. هتي فقط هڪ ڳالهہ پيش ڪريان ٿو. جيڪا پنهون کي سمات نسل ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

ڳاهہ– منهہ موتين چانئيو، هيري ندين ڪٺ

جا پر سمن، سومرن، سا پر ڪئي پرٺ. (60)

**ج:**– سسئي جي ذات ڪان نفرت ڪري، پنهونءَ کي ڀائرن جو ڪٺي وڃڻ، اصل ۾ ڪاسبي قومن کي نيچ سمجهڻ آهي، جيڪو طريقو سنڌ جي سماٽ قوم ۾ اڄ بہ آهي ۽ اها ڳالهہ ثابت ٿي ڪري تہ پنهون بلوچ نہ، بلڪ سمات نسل جو هو. اگر هو بلوچ هجي ها تہ سندس قبيلي وارا سسئي ڪان نفرت نہ ڪن ها، ڇو تہ بلوچن ۾ اها ڇوت ڇات ڪانہ هئي.

هن ڏس ۾ مشهور محقق مير حاجي محمد بخش ٽالپر لکي ٿو تہ:–

”بلوچن جو سماجي نظام اهڙو هو، جنهن ۾ جيڪو سندن اصول ۽ عقيدو سماجي نظام قبول ڪندو هو، تہ پوءِ اهو پناهہ وٺندڙ، چاهي ڪهڙي بہ ذات يا قبيلي جو هجي، بلوچ سڏائي منجهن جذب ٿي ويندو هو، ان ڪري اوهان کي بلوچن ۾ عرب، تاتار، منگول، ڪرد، جت، سومرا، راجپوت بلڪ سيد بہ نظر ايندا. (61)

اهڙي سماجي نظام جا ڏتي، سسئيءَ کان نفرت ڪن، سو ٿي نٿو سگهي. اهو ڪم ۽ ڪارنامو فقط سمان وارن جو هو.

د :- سسئي ۽ پنهونءَ جي قصي جي سيني ليڪڪن، اهو لکيو آهي ته پنهون ۽ سندس ساٿي ڪيچ کان پنيور ڏانهن واپاري قافلي جي حيثيت سان آيا هئا. جيڪا ڳالهه پڻ اهو ثابت ٿي ڪري ته پنهون ۽ سندس ساٿ وارا بلوچ نه هئا. ڇو ته بلوچ قوم جو ان دور ۾ واپار سان ذري جو به واسطو نه هو، بلڪ اڄ تائين به بلوچن جي اڪثريت، انهيءَ پيشي کي "واڻڪو پيشو" سمجهي ٿي. ان جي مقابلي ۾ سنڌ جي سمان قوم، قديم دور کان واپاري آهي، جنهن جو ذڪر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح سر سريراڳ ۽ سامونڊيءَ ۾ به ڪيو آهي.

هه :- سسئي ۽ پنهون جي قصي جا مکيه ڪردار- آري، پنهون، چنون، للو، جکرو، ٻانهو، ننگر، هوتي، نوتي، مرڪيو، پسايو وغيره اهڙا نالا آهن، جيڪي سڀ سمان ڪلچر سان واسطو رکن ٿا. جن جي بلوچ ڪلچر سان ڪنهن به قسم جي نسبت ڪانهي.

هِن ڏِس ۾ سيني ليڪڪن اهو لکيو آهي ته سسئي پنهونءَ جو قصو بلوچ قوم جي مڪران ۾ آمد واري دور جو قصو آهي- سو ان آمد واري دور ۾ بلوچ هڪدم سنڌي تهذيب کي قبول ڪن ۽ اولاد تي سنڌي نالا رکن، اهو ٿي نٿو سگهي.

و :- سنڌ جي سيني وڏن شاعرن، پنهنجي پنهنجي ڪلام ۾ آري ۽ پنهونءَ کي بار بار 'ڄام' چيو آهي، بلڪ شاعرن جي سرتاج حضرت ڀٽ ڌڻيءَ پنهونءَ کي 'ڄامن سنڌو ڄام' پڻ ڪوٺيو آهي. ان جي مقابلي ۾ ڪنهن به وڏي شاعر، آري توڙي پنهونءَ کي خان "هڪ دفعو" به نه سڏيو آهي، جيڪا ڳالهه به پنهون کي سمان قوم ڏانهن ڇڪي ٿي ۽ بلوچن کان دور ڏِڪي ٿي.

ز :- سمان قوم جي شجري ۾ "ڄام" جو لقب سڀ کان پهرين ڪاڪي ولد سمي ولد انڙ ولد لاڪي، ولد لاڪيار ولد اوڍي ولد اوڍار کي مليو هو. (62)

ح :- مڪران جي ڪيچ واري علائقي ۾ هن وقت به "سمان ڪلچر"

جا آثار موجود آهن، جن موجب اتي جي زميندار کي اڄ به ’وڏيرو‘ ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ اتي مڪراني زبان سان گڏ ”سنڌي ٻولي“ پڻ رائج آهي. (63)

ط:- ڪمالان بن مير هاشم گچڪيءَ هڪ انگريز عملدار جي چوڻ تي، سنه 1283هه ڌاري فارسي زبان ۾ ڪيچ جي بلوچن جي تاريخ ”ڪيچ نامو“ لکيو، جيڪو هن وقت به قلمي شڪل ۾ برٽش ميوزم لنڊن ۾ موجود آهي، جنهن ۾ آري ۽ پنهون جو ڪوبه ذڪر نه آهي (64) اِها ڳالهه ثابت ٿي ڪري ته آري ۽ پنهون سماٽ نسل جا هئا. هنن جو بلوچ قوم ۽ ڪلچر سان ڪوبه لاڳاپو نه هو. جي سنڌن ٿورو به واسطو هجي ها ته ڪيچ جي تاريخ ۾ سنڌن ذڪر ضرور اچي ها.

## پُڄاڻي

مٿي پيش ڪيل دليلن ۽ اهڃاڻن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي مختصر راءِ هيئن پيش ڪندس ته بلوچن جي آمد کان پهرين مڪران ۽ ڪيچ وغيره علائقن تي سماٽ قبيلا حاڪم هئا، جن جي دور ۾ ئي ’پنهون ۽ سسئي‘ وارو واقعو رونما ٿيو. بلوچ ان بعد ئي آيا. هتي اهو به عرض ڪندس ته ڊاڪٽر سورلي جيڪا راءِ پيش ڪئي آهي، اها به غلط اهي، ڇو جو هن پنهونءَ کي بلوچن جي تاريخ ۽ ڪلچر ۾ تلاش ڪيو هو. پر جي هو ان کي مڪران ۽ لس ٻيلي جي سماٽ ڪلچر ۾ تلاش ڪري ها ته کيس ڪيچ جي بدران ڪچ نه وڃڻو پوي ها ۽ نه ئي هندو ڪلچر طرف وڃي ها.

آخر ۾ آءٌ بلوچ قوم جي عالمن، اديبن ۽ محققن وغيره آڏو مؤدبانه گذارش ڪندس ته مون هتي جيڪي بلوچ قوم جا مختلف شجرا ۽ ٻيون حقيقتون پيش ڪيون آهن، تن جو ٻيو ڪوبه مقصد ڪونه آهي. مقصد فقط ڄام پنهونءَ جو بُڻ بنياد تلاش ڪرڻ آهي، جنهن لاءِ آءٌ کين به عرض ڪندس ته مهرباني فرمائي اهي به هن طرف قدم وڌائين ۽ پنهنجن راين کان آگاهه ڪرڻ فرمائين.

مون کي بلوچ قوم توڙي بلوچ عالمن لاءِ ذاتي طرح نهايت احترام آهي. هڪ خالص علمي ۽ تحقيقي عنوان تي منهنجي هن لکت کان اگر ڪنهن کي ڪا تڪليف پهتي هجي ته آءٌ ان آڏو عفو جي درخواست ڪندس.

## حوالا ۽ واڌارا

1- دلوراءِ ولد امرراءِ سومرو هو- هن پنهنجي ڌيءَ جو سڱ دودي وڏي عرف دودي ڪاري کي ڏنو هو، جنهن مان دودو ٿيو. جنهن پنهنجي وڏي ڀاءُ چنيسر جي حق تلفي ڪئي. دلوراءِ اتر سنڌ جو حاڪم هو. سندس تخت گاهه ڀهرين اروڙ پوءِ منصوره ۾ بڪار رهيو. جيڪو پوءِ سندس نالي پويان 'دلور' سڏجڻ ۾ آيو. هن 'روپاهه' واري ايراضي، جيڪا هن وقت ٽنڊي الله يار تعلقي، ٽنڊي آدم تعلقي ۽ مير پور خاص تعلقي جي ڪجهه ايراضيءَ تي مشتمل هئي، سا پنهنجي نياڻي دودي ڪاري کي ڏني.

2- سما، سومرا توڙي سهتا وغيره، اڳ ته ڪاسبي ذاتين کان گهڻو تڪ جهليندا هئا، پر هن وقت به اهي، ڪاسبي ذاتين جهڙوڪ واڍن، ڊکڻن، لوهارن، ڪورين، موچين، پاٽولين، ڊيگرن، تيلين، ڪنڀارن وغيره سان مائٽي ڪرڻ لاءِ تيار ناهن.

3- پنهون جي هڪ زال جو نالو آئسان هو ۽ ٻيءَ جو نالو ٻائي هو، جن مان آئسان ڏهاڳڻ ۽ ٻائي سهاڳڻ هئي.

ڏسو ڊاڪٽر بلوچ جي سهيڙ "سسئي پنهون"، سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو پهريون، سال 1986ع صفحو 63.

4- 'ڪنڪيد'، سنڌ جون لوڪ ڪهاڻيون. سنڌي ترجمو خديجه خانم دائود پوٽو، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو. ڇاپو پهريون، سال 1985ع صفحو 12

5- عثمان علي انصاري- 'منهنجو ڪيچ وسي ٿئي ڪيچ' (مقالو) روزانه مهراڻ سالگره نمبر 5 جنوري 1962ع صفحو 11

6- مير علي شير قانع- تحفته الڪرام سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد، ڇاپو پهريون، سال 1957ع ص 66

7- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 'سسئي پنهون'، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ڇاپو پهريون، سال 1986ع مقدمو صفحو 32-34 ۾ ٻين بزرگن جو ڪلام.

8- عوامي شاعرن وٽ اهو قصو اڄ به ڳائجي ۽ لکجي پيو ۽ اميد آهي ته اڳتي به اهو طريقو جاري رهندو.

9- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ- 'سسئي پنهون' مقدمو ص 8، ۽ مختلف عالمن جا ڏنل قديم دؤر جا نقشا وغيره.

10- ايچ - ٽي - لئمبرڪ، 'سنڌ هڪ عام جائزو'- سنڌي ترجمو صفحي 230 کي سامهون پيو نمبر نقشو ۽ پيا.

11- مولائي شيدائي، 'تمدن سنڌ'، صفحي 58 ۽ 104 کي سامهون آيل نقشا ۽ لئمبرڪ جا 'سنڌ هڪ عام جائزو' ۾ ڏنل نقشا.

12- سيني مؤرخن جي راءِ آهي ته محمد بن قاسم بلوچستان واري ايراضي مان سمنڊ جي ڪناري وارو رستو ڏيئي آيو هو، جيڪا عراق ۽ ايران ڏانهن قديم راهه آهي.

13- والٽر. اي. فير جو مقالو "بلوچستان جا آثار قديمه"، لئمبرڪ جي تصنيف "سنڌ هڪ عام جائزو" ۽ مختلف نقشا وغيره.

14- والٽر اي فير- 'بلوچستان جا آثار قديمه'، ترجمو گل نصرپوري مهراڻ سالگره نمبر 1962ع ص 85

15- " " " " " " " " " " ص 86،85

16- عثمان علي انصاري منهنجو ڪيچ وسي ٿئي ڪيچ" (مقالو) روزانه مهراڻ سالگره نمبر 1962ع صفحو 11

17- مير حاجي محمد بخش ٽالپر- "سسئي پنهون تاريخ جي روشنيءَ ۾" (مقالو) روزانه "مهراڻ"1-6-1983ع صفحو 6 ۽ لانگ ورٿ ڊيمز 'بلوچ قبائل' اردو ترجمو سيد ڪامل القادري ناشر قصر الادب جڳووالہ، براه لودهران، ضلع ملتان، ڇاپو پهريون، سال 1961ع صفحو 64

18- علامه ابوالحسن ڏاهري 'نسب نامو سنڌ' فارسي، قلمي نسخو، صفحو 198،197

19- مهر ڪا چيلوي "تاريخ ماٽڪاٽي ٽالپر" اردو، صفحو 14 ڇاپو پهريون،

20 عثمان علي انصاري، ”منهنجو ڪيچ وسي ٿئي ڪيچ“ (مقالو) مهراڻ سالگره نمبر- 5-1-1962ع صفحو 11
21- رحيمداد خان مولائي شيدائي: ’جنت السنڌ‘، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون، سال 1958ع صفحو 446
22- مير حاجي محمد بخش ٽالپر، ”سسئي پنهون تاريخ جي روشنيءَ ۾“ (مقالو) روزانه مهراڻ 31-5-1983ع صفحو 5
23- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ’سسئي پنهون‘ مقدمو ص 7، سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو پهريون، سال 1976ع
24- مهر ڪاڇيلوي: ”تاريخ ماڻڪاڻي ٽالپر“ اردو، صفحو 14-15 ڇاپو پهريون.
25- امداد علي سرائي، ”املهه اڻ توريا“ صفحو 16.
26 لانگ ورٿ ڊيمز، ”بلوچ قبائل“ اردو ترجمو سيد ڪامل القادري، ناشر قصرالادب جگو واله براه لودهران، ضلع ملتان، ڇاپو پهريون، سال 1961ع
27- عثمان علي انصاري، ”منهنجو ڪيچ وسي ٿئي ڪيچ“ (مقالو) روزانه مهراڻ سالگره نمبر 5-1-1962ع صفحو 11
28 مير حاجي محمد بخش ٽالپر- ”سسئي ۽ پنهون تاريخ جي روشنيءَ ۾“ (مقالو) روزانه مهراڻ 1-6-1983ع.
29-رحيمداد مولائي شيدائي، ”جنت السنڌ“، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون، سال 1958ع صفحو 446
30- ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، ’شاه جو رسالو‘، ڀٽ شاه ثقافتي مرڪز حيدرآباد، ڇاپو ٻيو، سال 1979ع
31- علامه ابوالحسن ڏاهري، ’نسب نامو سنڌ‘ فارسي، قلمي نسخو صفحو 198،197
32- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ’سسئي پنهون‘ مقدمو ص 7، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون، سال 1976ع

33- لانگ ورٿ ڊيمز. 'بلوچ قبائل' اردو ترجمو سيد ڪامل القادري، ناشر قصرالادب جگو والہ براہ لودھران، ضلع ملتان، ڇاپو پهريون، سال 1961ع
34- علامہ ابوالحسن ڏاهري، 'نسب نامو سنڌ' فارسي، قلمي نسخو، صفحو 198.197
35- ملڪ محمد صالح نهڙي، 'بلوچستان ون يونٽ سي پهلي' ڪوئٽيا، سال 1955ع بحوالہ مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو مقالو، روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع. صفحو 2.
36- لالا هيتو رام، 'تاريخ بلوچستان' ڪوئٽيا، ڇاپو 2، سال 1973ع، بحوالہ مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو مقالو، روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع، صفحو 5، ۽ 'ڪليات حمل' مقدمو صفحو 1 ۽ قاضي عبدالرحيم-
37- رائچند، تاريخ ريگستان ڀاڱو پهريون سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون، سال 1956ع صفحو 240
38- مهر ڪاڇيلوي، 'تاريخ ماٿڪاٿي ٽالپر' اردو، ڇاپو پهريون، صفحو 14-15
39- " " " " " " " " "
40- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 'ڪلام فقير ولي محمد لغاري' مقدمو صفحو 1 ۽ 2، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون، سال 1968ع
41- رحيمداد خان مولائي شيدائي- 'جنت السنڌ'، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ڇاپو پهريون، سال 1968ع صفحو446.
42- قربان علي بگٽي، 'بلوچن جو هيرو چاڪر خان رند' (مقالو) ماهنامو نئين زندگي مارچ 1982ع صفحو 44-45
43- " " " " " " " " " " " " " " " صفحو 446
44- مير محمد بخش ٽالپر: مقالو 'سسئي پنهون تاريخ جي روشني ۾' روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع. صفحو 5
45- آهيوزبلر- مڪران گزيٽير، بحوالہ جنت السنڌ، ڇاپو پهريون، سال

1968ع، ص 446.
46- قاضي عبدالرحيم صابر: قاضي عبدالله درماني، مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو مقالو- روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع صفحو 5.
47- لالا هيتورام- 'تاريخ بلوچستان' ڪوئيٽا ڇاپو پيو، سال 1983 بحوالہ روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع.
48- گل خان نصير، تاريخ بلوچستان، بحوالہ مير محمد بخش ٽالپر جو مقالو، روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع.
49- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سسئي پنهون مقدمو صفحو 3، ڇاپو پهريون، سال 1976ع.
50- ملڪ محمد صالح نهڙي، "بلوچستان ون يونٽ سي پهل " بحوالہ مير محمد بخش ٽالپر جو مقالو، روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع.
51- سردار خان گشڪوري 'تاريخ بلوچ قوم' صفحو 35
52- غلام رسول ڪورائي 'تاريخ بلوچستان' مطبع پريس امرتسر، بحوالہ مير محمد بخش ٽالپر
53- مير حاجي محمد بخش ٽالپر - روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع صفحو 5
54- ڊاڪٽر سورلي- بحوالہ مير محمد بخش ٽالپر جو مقالو - روزانہ مهراڻ - 1-6-83 صفحو 5
55- مير حاجي محمد بخش ٽالپر - روزانہ مهراڻ 1-6-1983ع
56- رحيمداد خان مولائي شيدائي - جنت السنڌ، سنڌي ادبي بورڊ ڇاپو پهريون سال 1968ع صفحو 446
57- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، سسئي پنهون جو مقدمو صفحو 10، جيڪا بلڪل زورآوري آهي. ٻئي طرف ظاهر آهي تہ آر لفظ سنڌي ٻوليءَ جو قديم لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'هيج'، 'چاهہ' وغيره. ۽ آري لفظ بہ آر مان نڪتل آهي، جنهن جو عاليءَ جي معنيٰ سان ڪو بہ لاڳاپو ڪو نہ آهي.
58- آر پير عرف پير پٺو ديبل ۾، آري پير لس ٻيلي شهر ۾، آري سراءِ

بوبڪن جي ڀرسان دانستر واهه جي ڀنهي ڪپن سان ۽ آريسر قوم سنڌ ۾ موجود آهي، جيڪا سماٽ نسل جي قوم آهي.

59- مير حاجي محمد بخش ٽالپر جو مقالو - 'سسئي پنهون تاريخ جي روشنيءَ ۾' روزانه مهراڻ 1-6-1983ع.
60- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ - سسئي پنهون - مقدمو صفحو 40 ۽ متن صفحو 40.
61- مير حاجي محمد بخش ٽالپر - روزانه مهراڻ 1-6-1983ع
62- علامه ابوالحسن ڏاهري، 'نسب نامو سنڌ' فارسي علمي نسخو
63- عثمان علي انصاري 'منهنجو ڪيچ وسي ٿئي ڪيچ' (مقالو) روزانه مهراڻ سالگره نمبر 1962ع صفحو 10
64- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، 'سسئي پنهون' سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو ڀهريون - سال 1976ع مقدمو صفحو 14.

# قديم لکيتون ۽ پنيور

## هدايت پريم

تهذيب ۽ تمدن انساني عظمتن جا اهڃاڻ آهن. سنڌو ماٿر جي عظيم سڀيتا جو ساکي موهن جو دڙو هجي يا کوٽڏيجي. سنڌي تهذيب جي گم ٿيل تاريخ انهن قديم آثارن مان ڳولهي ڦولهي ، سوڌي سنواري پيش ڪرڻ جي جاکوڙ ۾ عالم. اسڪالر ۽ دانشور مصروف آهن. هن ڏس ۾ نہ صرف آرڪيالاجي جي علم جي ضرورت آهي، پر علم الانسان (انٿراپالاجي) ۽ علم للسان (لِگنئسٽڪ) پڻ ڪافي معاون ۽ مددگار ثابت ٿيا آهن. قديم آثارن مان انسان جي زندگي سان واسطو رکندڙ مختلف قسمن جو سامان مليو آهي. جنهن ۾ لکيتون پڻ شامل آهن. قديم لکيتون آڳاٽن انسانن جي رهڻ ڪرڻ ۽ حياتي گذارڻ جو دستاويزي ثبوت آهن، جن جي وسيلي ڪافي معلومات ملي سگهي ٿي. سر زمين سنڌ مان قديم ترين لکيتون موهن جي دڙي مان مليون آهن. جي مُهرن ۽ ٺڪرين جي صورت ۾ آهن. لکيتن جي هن نموني يعني لپي کي شروع ۾ تہ پڪٽوگرافڪ ۽ اڊيوگرافڪ سڏيو ويو، پر اڄڪلهہ سنڌو ماٿري جي هن لپيءَ کي لاگوگرافڪ (Logographic) سڏجي ٿو. هن لپيءَ ۾ انساني شڪلين سان گڏ پکين، جيتن، نانگن، ٿانون، ۽ جبلن جي نشانين سان گڏ ڦيٿي جي نشانن وارا اکر ملن ٿا.

هن تحرير کي پڙهڻ ۾ جن ماهر لسانيات پنهنجي تحقيق ۽ تلاش ڪئي آهي، تن ۾ سڀ کان پهريائين مسٽر ويڊل جو نالو وٺي سگهجي ٿو. جنهن جو خيال آهي تہ سنڌو ماٿر جي رسم الخط جي سُميري رسم الخط سان گهڻي هڪجهڙائپ آهي. (1)

سرجان مارشل جي مشهور ڪتاب ”موهن جو دڙو اينڊ انڊس ويلي سولائيزيشن“ ۾ شامل مضمون ۾ پروفيسر لينگڊن هڪ نئون نظريو پيش ڪيو آهي ۽ هن رسم الخط کي برهمي لپيءَ سان هڪجهڙائپ رکندڙ ڄاڻايو آهي. (2)

مسٽر گيڊ جو خيال آهي تہ هي تحريرون رکني آهن ۽ هڪ قديم هند آريائي زبان سان تعلق رکندڙ آهن ۽ مهرن تي عام طرح سان نالا تحرير ڪيا ويا آهن.

ڊاڪٽر پراڻناٿ، سوامي شنڪرآنند ۽ ٻين بہ هن ڏس ۾ ڪوششون ڪيون. مسٽر جي. آر. هنٽر هن رسم الخط جو ڳاڍو گهرو مطالعو ڪيو آهي، پر جيڪي اصول هن بنيادي طور ترتيب ڏنا، انهن مان گهڻا پوري طرح صحيح نہ هئڻ ڪري، هن جيڪي انهن مان نتيجا ڪڍيا سي بہ غلط نڪتا. هن رسم الخط کي هُن صوتياتي ڄاڻايو. هن جي چوڻ موجب شروع ۾ هي خط تصويري هيو، ۽ پوءِ ان جي نوعيت بدلجي وئي. آخر ۾ هن سنڌو ماٿري جي هن رسم الخط کي برهمي جهڙو ڄاڻايو (3)

ڊاڪٽر بيڊرڪ هرزوني جي راءِ موجب سنڌو ماٿري جي زبان سان جيڪڏهن ڪا زبان شراڪت رکي ٿي تہ اها "حطي" (Hatti) زبان آهي.

اسڪينڊينيوين (فنلئنڊ) جي ماهرن آسڪو پرپولا ۽ سيمو پرپولا ۽ ٻين محققن ڪمپيوٽر وسيلي سنڌو ماٿر جي هن لپيءَ کي پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ پنهنجون ٻہ جهڙپڙهڻيون بہ قائم ڪيون آهن. هنن جي چوڻ موجب موهن جي دڙي واري ٻولي "Proto Dravidian" (پروٽو دراوڙي) آهي. (4)

سنڌو ماٿر ۾ مليل لکيتن کان علاوه ٻيا بہ ڪافي ثبوت مليا آهن، جن موجب ننڍي کنڊ ۾ لکڻ جو هنر تمام جهونو آهي. ان ڳالهہ جي ثابتي هيٺين ڳالهين مان ملي ٿي:

(1) ٻڌ ڌرم جي "سواترانت"، جنهن کي هو "سٽنٽ" ڪري سڏيندا آهن، "اکرڪا" جو ذڪر آهي. اهو گرنٿ عيسوي سن کان 6 صديون اڳ جو لکيل آهي. رامائڻ ۽ مهاڀارت عيسوي سن کان چار هزار سال اڳ ۾ لکيا ويا هئا. ارٿ شاستر عيسوي سن کان چار سو سال اڳ ۾ لکيل آهي. قديم سنڌوماٿر جي مشهور گرامر نويس پاڻني جو "اشٽ اڌيائي" ڪتاب عيسوي سن کان چار يا ساڍا چار سو سال اڳ ۾ لکيل مڃيو وڃي ٿو. ان ويا ڪرڻ ۾ لپي، لپي ڪاهيندڙ، گرنٿ وغيره جو ذڪر اچي ٿو. پاڻني جي وقت بابت ڊاڪٽر واسديو شرڻ اگروال جو ڪتاب "پاڻني ڪالين ڀارتورش" مشهور

آهي.

(2) ايرين پنهنجي ڪتاب ”انڊڪا“ ۾ سڪندر جي سپهه سالار نيئرڪس جو احوال مختصر نموني ڏنو آهي، جنهن ۾ نيئرڪس (عيسوي سن کان 326 سال اڳ) ڀارت ۾ لکڻ لاءِ ڪاغذ ٺهڻ جو ذڪر ڪيو آهي.

مئگسٿنيز (عيسوي سن کان 305 سال اڳ) پنهنجي انڊڪا پستڪ ۾ ڀارت جي سڙڪن تي ميلن جي انگن ۽ ماڻهن جي جنم ڪنڊلين جو ذڪر ڪيو آهي.

جين ڌرم جي پستڪن ۾ 18 لپين جو احوال آهي، جهڙوڪ بمبي، جوٿالي، دوساپوري، وغيره. ٻڌ ڌرم جي ’للت وستر‘ پستڪ ۾ 64 لپين جو ذڪر آهي، جن ۾ براهمي، انگ لپي، مڳڌ لپي وغيره شامل آهن، پر اڄ اسان کي فقط براهمي ۽ کروشتي جا روپ ملن ٿا.

کروشتي لپي کي ڪابلين، آرين، بئڪٽرو پالي، انڊو بئڪٽرين ۽ بئڪٽرين وغيره جي نالن سان سڏين ٿا، پر کروشتي نالو چيني ساهتيه ۾ ستين صديءَ تائين ملي ٿو.

کروشتي لپي لاءِ گهڻا عالم ان راءِ جا آهن ته هن جي شروعات آرميئڪ لپيءَ سان ٿي. مشهور اسڪالر بولر جو چوڻ آهي ته کروشتي جا 11 اکر هوبهو آرميئڪ لپي جهڙا آهن. پيو ته کروشتي آرميئڪ جيان ساڄي کان کاٻي طرف لکي وئي آهي. سنڌيءَ جا آواز آرميئڪ سان گهڻو واسطو رکن ٿا. آرميئڪ جا اچار سنڌيءَ ۾ اڄ تائين قائم آهن. آرميئڪ لپي کروشتي کان وڌيڪ جهوني آهي. يورپ ۽ ڀارت جا ودوان ان ڳالهه ۾ سهمت آهن ته کروشتي آرميئڪ لپيءَ مان ئي نڪتل آهي.

کروشتي لپي، عربيءَ جيان پهريائين ساڄي کان کاٻي طرف لکي ويندي هئي، پوءِ براهمي جي اثر ڪري کاٻي کان ساڄي طرف لکجڻ ۾ آئي. (5)

سنڌ جي حدن اندر يا ويجهي ۾ ويجهي قديم لکت جيڪا ملي آهي، تنهن بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو چوڻ آهي: ”سنڌ جي حدن اندر پوئين پراڪرتي دور جي اها هڪ ئي لکت هٿ آئي آهي، جيڪا بهاولپور کان 16 ميل ڏکڻ ولهه طرف ٻڌ جي جهوني مندر ’سئي وهار‘ جي کنڊرن مان لڌل هڪ ٽامي جي ٽڪريءَ تي اڪريل آهي. هيءَ عبارت ڪنهن مقامي محاوري ۾

اکريل آهي. سنسڪرت جو ڪوبہ ڪتبو يا ڪابہ قديم لکت سنڌ جي ڪنهن بہ ڀاڱي مان ايستائين دستياب نہ ٿي آهي." (6)

ڊاڪٽر ايف. اي. خان جي انگريزي ڪتاب "ڀنڀور" ۾ "پري مسلم ڪلچر مٽيريل" جي باب ۾ سامان جي ٻين تصويرن سان گڏ ٿي تصويرون انهن تحريرن جون بہ ڏنيون ويون آهن، جيڪي ڀنڀور مان کوٽائيءَ دوران مليون آهن. تصوير نمبر 9، 10 ۽ 11 جي تحريرن کي محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ تصوير نمبر 10 جي پڙهٽي مقرر ڪري ٻڌايو آهي تہ ان تي 'بجَر هيدر' يعني 'بج واري هيڊ' (هڪ پسارڪي وکر جو نالو) لکيو ويو آهي. (7) جڏهن تہ هن لکيت جي باري ۾ ايف. اي. خان پنهنجو رايو ڏنو آهي. "ائين صدي عيسوي جهڙي طرز تحرير واري ناگري اکرن تي مشتمل لکت ڪن ٺانون تي ملي آهي، جنهن ۾ تور ماپ ڏيکاريل آهي. هٿ سان لکيل اکر مس سان لکيا ويا آهن."

مذڪوره رسم الخط کي ٻنهي عالمن: ايف. اي. خان ۽ ڊاڪٽر الانا "پروٽو ناگري" خط چاڻايو آهي. دراصل سنڌ ۽ آسپاس جي علائقن سئي وِهار ڪان مانسره ۽ شبر ڳڙهہ تائين جي علائقن مان مليل ڪتبن ۾ کروشتي خط ملي ٿو. پروفيسر اي. ايچ. داني لکي ٿو تہ "کروشتي خط قديم سنڌو ماٿر ۾ مستعمل هو. موهن جي دڙي جي ڪوشان استوپا جي کوٽائيءَ مان کروشتي خط جا ڪجهہ نمونا مليا آهن." (8)

سنڌ ۽ پنجاب ۾ کروشتي لپيءَ جو گهڻو واهپو رهيو آهي. ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي موجب "پنجاب ۽ سنڌ ۾ ايرانين پنهنجي آئيوتا چالو ڪئي. اسان جا ماڻهو ديوناگري اکرن تي هريل هئا، ۽ هنن اکرن جي شڪل بيڊولي ڏٺائون تہ انهيءَ تي نالو رکيائون "کروشتي"، يعني گڏهہ جا چپ. اها آئيوتا ڪئين ورهيہ سانده پئي هلي، ۽ هندستان مان عيسوي ٽين صدي ڌاري غائب ٿي." (9)

کروشتي خط جنهن زماني ۾ سنڌو ماٿريءَ ۾ رائج هيو، ان کي ٻي صدي کان ٽين صدي عيسوي قرار ڏئي سگهجي ٿو. اهڙو رايو محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو بہ آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو:

"سنڌ ۾ ٻڌڪا ٽڪر، مير رکن جو ٿل، ڏيپر گهانگهري جو ٿل،

ڪاھوءَ جي دڙي ۽ موئن جي دڙي جا ٻڌڪا مندر انهن مهاين پنٿ جا پڪا ثبوت آھن. سنڌ جي مهاين پنٿ جو پرچار شايد ڪنشڪ جي ڏينهن ۾ اٽڪل ٻي صدي ڌاري زور ورتو. واسديو جا جيڪي سڪا "مئن جي دڙي" جي مٿينءَ سطح واري ٻڌ ڪنڊرات مان مليا آھن، تن موجب سنڌ ۾ ڪوشاني سياسي اقتدار (جنهن تي مذهبي پرچار جو گهڻو دارومدار رهيو) جو زماني ٻي صدي عيسوي قرار ڏئي سگهجي ٿو." (10)

جن علائقن ۾ ڪروشتي خط هلندڙ هيو، ان باري ۾ پروفيسر احمد حسين داني چوي ٿو تہ "ڪروشتي خط هند جي اتر اولهہ ۾ رائج هو. پنجاب ۽ گنڌارا جي علائقن ۾ هي رسم الخط هڪ عام رسم الخط طور رائج هو، ۽ سڪن تي پڻ هن خط ۾ اکر ڪٽي ويندي هئي." (11)

هنن حقيقتن مان خبر پوي ٿي تہ پنيور مان مليل آڳاٽي تحرير ڪروشتي خط ئي آهي، ۽ سنڌ ۾ مسلمانن جي آمد کان اڳ ڪيترائي خط رائج هئا، جن جو ذڪر عرب سياحن ۽ جاگرافيدانن بشاري مقدسي، ابن نديم ۽ البيروني ڪيو آهي. انهن مختلف خطن کي لُنائي، ونگائي، ڀاٽيائي، شڪارپوري، لاڙي، اردناگري ۽ سئندوَ وغيره سڏيو ويو آهي. (12)

نندي کنڊ ۾ رائج ٻہ مکيہ قديم خط، جن جو پروفيسر داني پنهنجي ڪتاب "Indian Palaeography" (انڊين پيليو گرافي) ۾ تفصيل ڏنو آهي، سي آهن: 1- ڪروشتي 2- براهمي.

برهمي لپي نندي کنڊ جي لپين ۾ بهترين لپي ڪري مڃي وڃي ٿي. هن جي شروعات جي. ايچ. اوجها عيسوي سن کان پنج صديون اڳ ۾ مڃي ٿو. سندس چوڻ آهي تہ سنڌو ماٿر واري لپي ۽ برهمي لپي ۾ گهڻي سمانتا آهي، پر داني صاحب هن راءِ سان متفق نہ آهي. سندس دليل آهي: "برهمي لپي سنڌو لکيت مان کهڙي ريت جڙي آهي؛ ان کي ڪنهن بہ ثابت نہ ڪيو آهي. دراصل قديم سنڌي لکيت واري زماني ۽ برهمي جي عام رواج ۾ اچڻ واري زماني جي وچ وارو عرصو تمام وڏو آهي، تنهنڪري اهڙي امڪان کي رد ڪري نٿو سگهجي." (13)

برهمي لپيءَ کي اشوڪ جي زماني ۾ تمام گهڻي ترقي ڏياري وئي. مختلف جڳهن تي ڪتبن ۾ ڌرمي اپديش اُڪر ڪرايا ويا. هن ئي لپيءَ جو اثر ڏکڻ ايشيا ۽ هند چيني ملڪن تائين پهتو. خود هند ۾ برهمي لپيءَ جا ڪيترائي قسم ملن ٿا. برهمي جي شروعات جي باري ۾ داني چوي ٿو ته "برهمي لپي پنڊتن ايجاد ڪئي، جيڪا عام گرامر جي اصولن موجب مرتب ڪئي وئي ۽ ان ۾ اعرابن وارين نشانين جو اضافو ڪيو ويو." (14)

ڊاڪٽر بولر جو برهمي لپي جي باري ۾ رايو آهي ته عيسوي سن کان پنج سو سال اڳ ڀارت واسين سيميٽڪ لپي جي آڌار تي پنهنجي لپي (برهمي) ٺاهي هئي (15).

سيميٽڪ لپيءَ جو برهمي لپيءَ سان تعلق ڪهڙو آهي؟ ڊاڪٽر بولر برهمي کي سيميٽڪ تي آڌارڪ چوي ٿو. ساڳئي وقت ٻنهي لپين ۾ ڪافي هڪجهڙايون ٻڌائي ٿو. ان متعلق ڊاڪٽر دانيءَ جو خيال ڪافي وزندار آهي ته "سامي خط ۽ برهمي خط جي مشابهت جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته برهمي اترين سامي خط تي آڌارڪ آهي، پر ان جو سمورو انحصار اترين سامي خط تي ڪونهي. برهمي ۾ مقامي طور ڪافي ڪجهه اضافو ڪيل آهي، " (16)

ڀارتيه وديا ڀون ڀاران ڇپايل "هسٽري آف انڊين ڪلچر - ويدڪ ايج" ۾ بي. ڪي. گهوش سنڌي لپيءَ جي باري ۾ لکيو آهي ته "اها برهمي لپين جي ماءُ هئي" (17)

سنڌي تهذيب ۽ تمدن جيان سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي لپين جون پاڙون هن ڌرتيءَ تي ٽڙيل پکڙيل قديم آثارن، موهن جي دڙي، ڀنڀور ۽ منصوره ۾ پاتال تائين پيئل آهن. ڪاٺ جي ٻه ڦيٿي بيل گاڏيءَ جهڙا اهڃاڻ سنڌي زندگي ۾ اڄ به ويهين صديءَ ۾ اکين سان ڏسجن ٿا ته پنج هزار سال اڳ واري سڀيتا ۾ اهائي بيل گاڏي ڪاٺ جي ٻن ڦيٿن ساڻ ملي ٿي. جڳن کان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيتريون ئي تبديليون ٿينديون رهيون آهن، پر ته به ڪي آڳاٽا اهڃاڻ ملن ٿا. مخصوص سنڌي آواز/ ٻ/، /ڏ/، /ڄ/، /ۼ/، /ڻ/ دراوڙي

اصل جو پتو ڏين ٿا. بلڪل اهڙي طرح ٿي سنڌي ٻوليءَ جون مختلف لپيون نت نوان روپ بدلائينديون، پنهنجا اهڃاڻ ڇڏينديون ماضيءَ جي دفينن ۾ گم ٿي ويون آهن. ڀنڀور جي آثارن مان مليل قديم سنڌي لکيتن جي تمام گهڻي اهميت آهي. ننڍي کنڊ ۾ عيسوي ٻهرين صدي کان ٽين صدي تائين رائج سنڌو ماٿر جي هيءَ تحرير کروشتي لپي ۽ برهمي لپي جي وچين ڪڙي آهي، جنهن مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ مسلمانن جي آمد کان اڳ سنڌ ۾ لکت جو رواج، وڻج واپار تائين محدود نہ هو پر علمي ۽ ادبي حيثيت پڻ حاصل ڪري چڪو هو.

## حوالا


1- صديقي، محمد ادريس: "سنڌو ماٿر جي سڀيتا"، سنڌي ادبي بورڊ، 1979ع، ص 167.

2- ساڳيو ڪتاب، ص 168

3- ساڳيو ڪتاب، ص 170

*4- Parpola, Asko, Simo and others: "Decipherment of proto - dravadian inscripton of Indus Civilazation" P 15-30*

5- هيراننداڻي، پوپٽي: "ڀاشا شاستر:، بمبئي، 1967ع ص 70.

6- بلوچ، نبي بخش خان: "ٻولي ۽ ادب جي تاريخ،" حيدرآباد، 1970ع، ص 18-19.

7- الانا، غلام علي: "سنڌي صورتخطي،" ص 19-22

*8- A.H. Dani: Indian Palaeography. P84*

9- آڏواڻي، ڀيرومل مهرچند: "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ،" سنڌي ادبي بورڊ، ص 42

10- بلوچ، نبي بخش خان: "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ،" حيدرآباد، ص 17

*11- A.H. Dani. Indian Palaeography, P-251 & 262*

12- الانا، غلام علي: "سنڌي صورتخطي،" ص 18-19

13- A.H. Dani - Indian Palaeography, P-23

14- A.H Dani - Indian Palaeography, P-30

15- هيرانندائي، پوپٽي: "ياشا شاستر، " بمبئي، ص 142.

16- A.H. Dani - Indian Palaeography, P-28

17- هيرانندائي، پوپٽي: "ياشا شاستر، " بمبئي ص 194.

آيا، آس ٿيام، پاروچا پنيور ۾،
پَسي پهر پنهون جي، ننهن سيئن نيڻ نُريام،
گوندر وسريام، سکن شاخون مُکيون.



# ڀنڀور جي معاشرت، شاه جي رسالي ۾

ڪريم بخش خالد

[نوٽ: هن مضمون ۾ ڄاڻايل فصلن ۽ بيتن جا نمبر شهواڻي صاحب واري شاهه جي رسالي جا آهن]

منهنجي مذڪور جو ماخذ، شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو سدا حيات ۽ فڪر انگيز ڪلام آهي، جيڪو نه رڳو سنڌي اساسي شاعري جو خوبصورت مرقعو آهي، پر سنڌ جي تاريخ جو اهم ماخذ به آهي. شاهه لطيف هڪ مشهور رومانوي لوڪ داستان- 'سسئي پنهون' - جي بيان ۾، ڀنڀور جي جاگرافي ۽ تاريخ، تهذيب ۽ تمدن، سماج ۽ واپار جو ذڪر ڪيو آهي. اهڙا احوال سر آبري، معذوري، ديسي، ڪوهياري ۽ حسيني ۾ آيل آهن.

ڀنڀور جي ڪنڊرن مان هٿ آيل شين ۽ کوٽائي ڪان پوءِ سمجهه ۾ ايندڙ طبعي حالتن جي سائنسي تجزيي مان پتو پوي ٿو ته هيءَ هڪ وڏي دريائي بندرگاهه لاءِ نهايت موزون مقام هو ۽ ان جي اهميت يوناني دور جي تحريرن ۾ پڻ ڄاڻايل آهي. ڪي مؤرخ ۽ قديم آثارن جا ماهر، ڀنڀور کي ديبل سان مشابهت ڏين ٿا، جنهن کي 712ع ۾ عرب سپهه سالار محمد بن قاسم فتح ڪيو هو. شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو ۽ حضريات جا ڪي ماهر، انهيءَ راءِ سان اتفاق نه ٿا ڪن. بهرحال هن وقت تائين ٿيل کوٽائيءَ جي ذريعي دڙي جو جيڪو ته به ته حليو ظاهر ٿيو آهي، ان موجب سٿين - پارٿين؛ هندو- ٻُڌمت ۽ شروعاتي اسلامي ٽين يعني ٽن دورن جا آثار نروار ٿيا آهن، جيڪي حضرت مسيح جي ڄمڻ کان اڳ پهرين صدي کان وٺي تيرهين صدي عيسوي جي ڊگهي زماني تي محيط آهن. ڀنڀور ۽ ملڪ جي ٻين هنڌن مان هٿ آيل شين جي تنقيدي ۽ تقابلي مطالعي مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌو ماٿري يعني پاڪستان جي مختلف علائقن جي تهذيب ۽ تمدن ۾ تمام گهڻي قدر هڪجهڙائي آهي. ان حقيقت کي اسان موجوده دور ۾، قومي اتحاد، يڪجهتي ۽ گڏيل فڪرو عمل لاءِ اسلام جي مشترڪ قوتن سان

ملائي ڪتب آڻي سگهون ٿا. اسلام آڳاٽن صحتمند قدرن جي نفي ڪونہ ڪئي آهي، پر انهن جي تائيد ۽ همت افزائي ڪري، تهذيب ۽ تمدن جي هڪ جامع ۽ اڪمل نظام سان سڄي دنيا کي روشناس ڪرايو. شاه لطيف مسلم دور جي پنڀور جو بيان ڪيو آهي، جو تہ 'سسئي- پنهون' جو داستان، عربن جي عهد کان پوءِ، سومرن جي صاحبي سان لاڳاپو رکي ٿو. شاهہ صاحب پاڻ ڪلهوڙن جي دور ۾ پيدا ٿيو ۽ وفات ڪيائين. هو وڏو داناءُ، دانشمند ۽ اعليٰ مشاهده نگار سيلاني هو. هن پنڀور جي باري ۾ جيڪي روايتون ٻڌيون، انهن کي پنهنجي روح پرور ڪلام ۾ محفوظ ڪيائين.. هيءُ سندس ڪلام جو اعجاز آهي جو نهايت اختصار سان، سڄي ڪهاڻيءَ جي مادي مذڪور سان گڏ، روحاني رمزن کي بہ ان ۾ شامل ڪري ڇڏيو اٿس.

رسالي جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي تہ پنڀور وڏو وسندڙ ۽ سڪيو ستابو شهر هو (آبري 2-11)، جنهن ۾ وسيع ۽ شاندار بازار، ماڙيون (آبري -8، وائي)، باغ، اوطاقون ۽ اوتارا (آبري - 2، وائي) ۽ ٻيون تمدني سهولتون موجود هيون (آبري 5-7) ۽ سسئي سکيو وقت گذاريندي هئي (آبري -11 2). سسئي يعني شاشين جي معنيٰ آهي چنڊ؛ ۽ پنهون يعني پنون جي معنيٰ آهي سج. فلڪيات جي علم جا ڄاڻو سمجهي سگهن ٿا تہ انهن ٻنهي ستارن جو پاڻ ۾ ڪهڙو تعلق آهي ۽ ان لاڳاپي سببان زمين تي ڪهڙا اثر پون ٿا. شاهہ صاحب انهيءَ فلسفي کي بہ پنهنجي ڪلام ۾ بيان ڪيو آهي.

پنڀور مان سنڌو ماٿري ۽ پسگردائي وارن علائقن جي پيداوار جهڙوڪ عمده مشڪ (جبات)، بيد، لاک، نير، ريشمي ۽ اوني ڪپڙو، گهوڙا ۽ سنهي نرم سوٽي ململ، مغربي توڙي مشرقي ملڪن ڏانهن موڪلي ويندي هئي. سنڌي ململ، جنهن کي 'سندڻ' يا 'سندان' (Sindon) چيو ويندو هو. تنهن جي مصر ۾ گهڻي کپت هوندي هئي، جو تہ ماڻهن جي لاشن کي محفوظ ڪرڻ ۾ استعمال ٿيندي هئي.

ڪيچ مڪران مان بلوچن جا قافلا ايندا هئا، جيڪي قلات، سويا، قنذار، سيستان، خراسان، ڪرمان ۽ فارس۾، سنڌو ماٿر جو برآمداتي سامان کڻي ويندا هئا. پنهون جي قافلي ۾ ڪٿوري، جابلو جڙي ٻوٽيون، شيراز جو عطر، قلات جون ڪلابتون، سيستان جو اطلس، سچا موتي، خراسان جا

خشڪ ميوا، يزدي ڪرمان جو ريشمي ڪپڙو، روسي سيمور، وولگا جو چمڙي جو سامان وغيره هوندو هو. شهر ۾ فنيقي، يهودي، عرب ۽ مصري سوداگرن جون واپاري ڪوٺيون هونديون هيون- منصوره وانگر، هتي به سوني سڪي جو رواج هو، جيڪو سوماترا مان ايندو هو.

سنڌي ۽ عربي زبانن سان گڏ، واپاري سهولت خاطر هڪ اهڙي ٻولي به ڳالهائي ويندي هئي، جنهن جي باري ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا علمي تحقيق ڪئي آهي. فارسي (بلوچي) ٻولي جو به رواج هو- (ديسي 2-9).

ڀنڀور جي جاگرافيائي ۽ تمدني حالتن جي باري ۾ شاه صاحب جي ڪلام مان معلوم ٿو ٿئي ته پسگردائيءَ ۾ سنگلاخ ڀهاڙ (آبري 2-8)، نانگ (آبري 2-9)، ڀيون ٻَر جون ٻلائون (آبري 8-3) هونديون هيون. اهڙيءَ طرح ويران واريءَ جا ڍير ۽ ڏوڙ اُڏائيندڙ ميدان هئا. رستا ڏکيا ۽ پُرپيچ هوندا هئا (ديسي1-21) هر طرف لڪ، تڙ، ٻنگ ۽ طاق نظر ايندا هئا (ديسي 21-1). جنهن ڪري رهنمائي خاطر رستن تي ٻاهه ٻاري ويندي هئي (حسيني 7- وائي) يا ڪتو ساڻ ڪنيو ويندو هو. عام طور پيدل سفر ڪيو ويندو هو ۽ اُسهڻ کان اڳ چيلهه تي سندرو ٻڌبو هو (حسيني 6-22) سواري ۽ بار برداني لاءِ اُٺ، گهوڙا ۽ ڍڳا هوندا هئا. (ديسي 1-9) شڪاري ڪُتا پاليا ويندا هئا، ۽ ٻارهن سڱا، چيتا ۽ ٻيا جهنگلي جانور شڪار ڪيا ويندا هئا.

گهرن کي قلف لڳائڻ جو رواج هو (ديسي 1-4) تاهم ڪتا به چوڪيداري لاءِ رکيا ويندا هئا. وڏا ماڻهو حفاظت لاءِ اڪثر چاري (جاسوس) رکندا هئا (ڪوهياري 1-11) امن امان جون حالتون ڪي خاص تسلي بخش نه هُيون. قزاقن ۽ لوڙائن جو قهر هوندو هو (حسيني 6-14)، اغوا جون وارداتون ٿينديون هيون، جيئن سسئي چوي ته:

گهوڙن هنيون گهٽيون، اُٺن هنئي آنءُ
(حسيني 11-12)

۽ پنهون جي اغوا جو واقعو منفرد نوعيت جو هو:
ههڙو ساٿ ڀنڀور تان، ڪڏهن ڪونه پئو
(ديسي 3-18)

واپاري ۽ شاهوڪار مقامي طبقي ۽ پرديسي باشندن جهڙوڪ بلوچ ۽ پناڻ (ديسي ق ب ) سان گڏوگڏ مقامي پورهيت گهڻا رهندا هئا. جهڙوڪ طبيب (آبري 4- وائي)، وڏن والن وارا جوڳي (آبري 4-10)؛ پان يعني مڱڻهار (آبري ابيات متفرقہ)؛ آهيڙي يعني شڪاري (معذوري 1-7)؛ چوهڙا (معذوري 1-5)؛ ڪوري ۽ لوري (ديسي 4-18)؛ ڏوبي (ديسي 4-15/13)؛ ڀڳي (ديسي ق ب) وغيره. ڌاڙهونءَ گل جهڙن ڳاڙهو رنگ پسند ڪيو ويندو هو (حسيني 1- وائي) جيڪو مجٺ مان ٺهندو هو (حسيني 4-9). ڪپڙن چرڻ لاءِ پور (ڪاٺ جو بلاڪ) استعمال ڪيو ويندو هو (حسيني 3-11)؛ جتين پائڻ جو رواج هو (ڪوهياري 3-8)

ڪاروبار ريزڪي ۽ ٻڌو پنهي قسمن جو هلندو هو (حسيني 6-21) متاسنا جو رواج بہ هو (حسيني 6-4).

انن جي قافلن جي ذريعي ڏيهي ۽ پرڏيهي واپار هلندو هو. مال جون خرزينون پريو، انن تي لڏي آنديون ويندون هيون (ڪوهياري 1-3) شاهہ صاحب انن جا ڪئين قسم بيان ڪيا آهن. جهڙوڪ ڪليڙا (آبري 1-14)؛ چانگا (آبري 5-10)، ميا، بوتا، جماز (معذوري 2- وائي)؛ توڏا (معذوري 4- وائي)؛ ڏاگها (ديسي 1-4)؛ گورا (ديسي 1-8)؛ گنگا (ديسي 1-9)؛ نيش چهن سالن جو اٺ ۽ دوڪ (ديسي 2-13)؛ مهري (ديسي 3-13)؛ ڪنواٺ (ديسي 6-6)؛ روڏا (ديسي 6-12)؛ شتر (ديسي 7-2) ڪرهل (ڪوهياري 5- وائي)؛ ۽ ٻڌايو اٿس تہ انن جا ڏڙداڦ ۽ پير ڏدا هوندا هئا (ديسي 13-2). قليچ مرحوم گونرو (معذوري) ۽ پروت (ديسي) نالا پنهنجي رسالي ۾ جاڻايا آهن.

انن جي سينگار ۽ سجاوٽ لاءِ گهنڊٽي ۽ لار (آبري 1-وائي)؛ ٽليون، ٽؤنر، هَلويُون (آبري 2- وائي ۽ ديسي 7-2)؛ ڏَليلا يعني چڙا ۽ سيلا يعني ڏشالا، ڏهريون (ديسي 1-16) تلياڙا ۽ موڙ (ديسي 3-9)؛ جهوڙا (ديسي 3-12) چيرون؛ (ديسي 7-2) استعمال ٿيندا هئا.

## ٻيا جانور

پنهور ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ گهڻيئي جانور ۽ جيت هئا. جن جو رسالي ۾ بيان اچي ٿو. جهڙوڪ چيتا (آبري 8-3)؛ چَيون يعني جونءَ يا ليک (آبري

11-9)؛ واڳهہ (آبري 10-4). ڪتا- جنبور، موتي، ڪارايو ۽ راڳو (معذوري جو پهريون داستان)؛ ڪيڙ يعني جونءِ، چور (معذوري 1-8)؛ چيڙ يعني چچڙ (معذوري 1-8)؛ خچر (معذوري 2-8)؛ روجهہ يعني اڇن پيرن وارا هرڻ (معذوري6-13)؛ ٻرڊ يعني ڊڳا ۽ وهڙا (ديسي 1-9)؛ پينبڊ يعني تيز اڏامندڙ جيت (ديسي 1-12)؛ پانچارا - گهوڙا (ديسي 2-13)؛ هرڻ (ديسي -1 5)، سُرهہ (ديسي 5-4)؛ هاٿي (ديسي 6-7)؛ گهوڙا (حسيني 5-1)؛ نيلا نانگ (آبري 2-9). پنهور ۽ ان جي پسگردائي ۾ سگباني (ڪتن پالڻ) ۽ شڪار جو اچا تائين خفت آهي.

## پکي

پنهور جي پکين جي بيان مان، شهر ۽ ماڻهن جي تمدني حالتن جو پتو پوي ٿو. چبون ۽ چيها (آبري 2-12)؛ ڳجهون (معذوري 7-10)؛ ڪوئل (معذوري 7-17)؛ چتون (معذوري 7-18)؛ ڪونج (معذوري 7-20)؛ باز جو هڪ قسم بحري (ديسي 3-13)؛ هماءِ (ديسي 5-1)؛ تتر (ديسي -13 6)؛ ڪانگا يعني ڪانو (ديسي 7- وائي)؛ پاپيهو (حسيني 2-4)؛ مور (حسيني 3-9). قليچ جي رسالي ۾ هنجڙو يعني هنج جو نالو بہ آيو آهي (آبري).

## وڻ ٽڻ، گاهہ ۽ ميوا

رسالي ۾ پنهور جي حوالي سان مختلف وڻن، گاهن ۽ ميون جو ذڪر آيو آهي. جاتو، جمر ۽ جر (آبري 2-8)؛ ليار يعني بنا ڪنڊن وارو وڻ (معذوري 3-9)؛ مچر يعني ڪنڊيءَ جون سگريون (ديسي 1-4)؛ پالار (ديسي -12 3)؛ لوهوڪو يعني لوهيڙي جو وڻ (ڪوهياري 6-2)؛ ڳاڱا، راڱا، ڦاروها، ليما، آما يعني انب (حسيني 10 وائي 2)؛ کهہ، کيهہ، ڪيري (حسيني، ق ب)؛ سالور (آبري ق ب)؛ ٿوهر (معذوري ق ب)؛ ملير جي ميندي (معذوري -4 وائي)؛ آنرا يعني گاهہ ۽ ٻُور يعني چارو (ديسي 2-11).

## عام زندگي

مرد ڏاڙهي مچون ۽ ڊگها قلم رکندا هئا. جبات (عمده مشڪ) جو گهڻو استعمال هو (ديسي 7-7). ڊگها چولا (حسيني 12-41) سلوارون ۽

ريشمي انگوچا (پٽولا) پهريندا هئا (معذوري 7-13). ڏاچا يعني گيڙو رتل ڪپڙا (آبري 4-10) ۽ پٽرن جون مالهائون به پائيندا هئا. سر ڪوهياري (4-10) ۾ شاهه صاحب رنگسازي ۽ لوهارڪي ڪم ۽ سر حسيني (6-8 ۽ 9) ۾ پوک ۽ ان سان لاڳاپو رکندڙ معاملن جو بيان ڪيو آهي. خنجر (معذوري 2-8)؛ ميخان، نوڪدار تير ۽ ڪان (ڪوهياري3-7)؛ ڪوڏر، ڪاتي (ديسي 6-7) مشهور مصنوعات هيون.

مجلسي زندگي به پنهور جي شان وٽان هئي. اوطاقن ۽ اوتارن (آبري 2- وائي) ۾ گڏجاڻيون ٿينديون هيون. نڙ يا بين تي آلاپ ٿيندا هئا. (معذوري 16-6).

سارنگي جا سوز وارا سُر (معذوري 7-21)؛ ڇيج يعني ناچ (ديسي 5-5)؛ هوليءَ جا سانگ (ڪوهياري 6- وائي) ۽ ڏاندن جي گوءِ (ديسي 1-9)، وندر ۽ تفريح جا ذريعا هئا. ڪوهياري (6-2) ۽ حسيني (7- وائي) مان معلوم ٿو ٿئي ته ڪباب کائڻ، پان واپرائڻ (حسيني 5- وائي) ۽ حمامن جو رواج هو (آبري 6-1).

پنهور جون عورتون حسين، وفادار ۽ پورهئي سان پريت رکندڙ هيون. چنبو (آبري 8-1) ۽ چرخي (حسيني 2-8) جو پورهيو ڪنديون هيون. عورتن جو اڪيلو هلڻ عيب هو (آبري 5-4). پاڻ سان بورائو يعني پهري وارو يا نگهبان ساڻ ڪٽنديون هيون (حسيني 12-25). ڪجائي ۾ چڙهي سفر ڪنديون هيون (آبري، ابيات متفرقه)- سندن سينگار سادو مگر سونهن پريو هوندو هو. تيل ڦڻي ڪري، سينڌ ڪڍي (آبري 7- وائي) ٻَر يعني چوٽي ٺاهينديون هيون (ديسي ق ب). اکين ۾ سرمو (معذوري 2-6)، هٿن ۾ منڊيون (حسيني 11- وائي 1)، ڪنن ۾ واليون (آبري 4-10) ۽ ڳچيءَ ۾ مالها پائينديون هيون. ملير جي ميندي (حسيني 12-34) سان عام طور هٿ، پير ۽ وار، پر بدن جا ٻيا به حصا رڱيا ويندا هئا. سندس پوشاڪ ۽ پٽولا (ريشمي چولا)؛ جُتي (معذوري 3-11)؛ گهگها (حسيني 12-36)؛ گج يعني ڪنجرو (حسيني 12-40)؛ پُورت يعني ڇٽيل پوتي (آبري ق ب).

ماڻهن ۾ علم گهٽ هو. ان ڪري وهم وسوسا سندن عمل تي حاوي هوندا هئا. مثال طور فال (معذوري ق ب) ۾ گهڻو اعتماد هين. تنتر جو ڪاهي

ڪان لنوڻ (ديسي 6-13) ٻرو سؤڻ سمجهيو ويندو هو. ڪانو جو لنوڻ (حسيني 12-14) خوشخبري خيال ڪيو ويندو هو. اهڙي طرح شادي وقت ڏاوڻ ڏائڻ جي رسم بابت به ڀلاءِ برا وهم دل ۾ ايندا هئا.

ٻازي يعني ٻانهن (حسيني 9-33) ۽ ٻانهين جو رواج هو. سُر ديسيءَ ۾ چنبيلي، ناتر ۽ دولت جي نالن سان انهن جو بيان آيو آهي (3-7،8 ۽ 9).

شادي هڪ اهم ۽ احترام جوڳو سماجي عمل ۽ ٻنڌڻ آهي، ۽ معاشري جي صحتمند اوسر لاءِ ان جي اهميت مڃيل آهي. شاهه صاحب رسالي ۾ ڀنيور جو بيان به سسئي پنهون جي انهيءَ سنٻنڌ جي حوالي سان ڪيو آهي، انهيءَ معنيٰ واري مذڪور مان، ان دور جي ڀنيور جون ڀنگتي حالتون نمايان ٿين ٿيون.

شاديءَ جون رسمون گهڻو تڻو اهي ئي هيون جن جو اڄ به رواج آهي. ڏاج ڏيڻ جو رواج هو (حسيني 5-4)، جنهن ۾ پلنگ (آبري 8- وائي)، قالي يعني قالين يا غاليچا (ڪوهياري ق ب)، مُڃ سان واڻيل ڇپر ڪٽون، نرم پٽرڻيون ۽ ڏوئلي يعني ڏولي يا پالڪي (حسيني 5-5)، عطر، ڪتوري، ڪوڏ (حسيني 12-31)، ڀپ جبل جا خوبصورت مٽيا (حسيني 1- وائي) شامل هئا. زيورن ۾ هالا ۾ ٺهيل هار گهڻو پسند ڪيا ويندا هئا.

آهي ڳهه ڳچيءَ جو، ڏي هالورا هار
(حسيني 2- وائي)

گهڻو ڪري شاديون مٽن مائٽن ۾ ٿينديون هيون. ڀتائي بزرگ سسئيءَ کان پڇي ٿو ته

ڏاڏي پوٽو ڏيهه ۾، ڏکي ڪوته ڏلوءِ

۽ اهو به پڇيس ٿو ته

ڪيئن اڙايئه پاند، ٻلئه ٻرڌيهين سين؟
(حسيني 5-8)

سسئيءَ ته سڪ جو سڱ ڪيو هو ان ڪري چوي ٿي ته
سڪي سون سڱ ڪئو، ڄڃي وچان لوڪ
(حسيني 12-11 ڏ)

۽ افسوس ڪندي ڀڄتائي ٿي ته

پينر آءُ پوري، مون سگ سچائي نہ ڪيو
(حسيني 5-18)

سر معذوري (7- وائي) ۾ اچي ٿو تہ

عشق آري چام جي، هيَ جهُونڙي هَڏِ جهوري

هن بيت مان بہ ڳالهيون پيدا ٿين ٿيون. هڪ تہ سسئيءَ جي شادي گهٽو ڪري دير سان ٿي. ان جو سبب شايد سماجي پنڌڻ (غربت، گهٽ ذات وغيره) هجن. يا وري پنهون جي اغوا وارو واقعو شاديءَ کان گهٽو پوءِ ٿيو آهي، پر سر ديسي (1-22) ۾ آهي تہ

جتن يارانون، ڪيچن مون سين نہ ڪئو،
نالي سُيس هوت جي، مٿم ياراٿو،
تيلاهين طعنو، ڏيندا مون ڏير وٺا.

معلوم ٿيو تہ ٻالجتيءَ کان ئي سسئي پنهونءَ جي نالي ٿيل هئي. هن پنهونءَ کي ڏٺو ئي ڪونہ هو. پنيي ڪاڪل (آبري 6-4) جي اسير ٿيڻ وارو مامرو گهٽو پوءِ جو ٿو ڏسجي. قافلا تہ ايندا رهندا هئا، پر انهن سان پنهون ڪونہ هوندو هو، جيسين سسئي ساماٺي. ان ڪري شاهہ صاحب سندس ٻاري ۾ ٻڌايو آهي تہ

سِرجِي تان سَور، ساماٺي تان سک وٺا
اهي ٻئي پُور، نماٺيءَ نصيب ٿيا.
(حسيني 10-17)

انهيءَ ڪري سسئي پاڻ بہ چيو تہ

جَت ججها جڳ ۾، منهنجي پرت پنهونءَ سين
(ديسي 1-25)

مختلف ذاتين ۽ برادرين جو پاڻ ۾ شادين جو رواج هو ۽ گهٽين شادين کي بہ معيوب ڪونہ سمجهيو ويندو هو. (آبري 4-12) سسئي کي انهيءَ ڪري اَلڪو هو تہ پنهون سان "متان ڪا ٻي لنءُ لائي" (ديسي 1- وائي)، چوتہ هوءَ انهيءَ رسم رواج کي چڱو نہ سمجهڻ سببان، قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي.

محبت ۾ اوچ نيچ، دين ڌرم، نفعو نقصان ۽ اهڙي قسم جا ٻيا فرق ۽ ويچا ويچار ٿين ئي ڪونہ، پر سسئيءَ کي احساس هو تہ:

پريتن پالياس، ٻانهڻ ٻيٺي آهيان
حسن هوت پنهون جي، ماري موت وڌياس
جانڪي تان جينداس، ٻيس ور وصال جي
(ديسي 4-13)

ڪيس پنهنجي يتيميءَ جو بہ احساس هو:
ميڏي شهر ڀنڀور ۾، نڪو ٻيءُ نہ ماس
(حسيني 11- وائي 2)



# سنڌ جي بين الاقوامي تجارت جو قديم مرڪز: پنيپور

ايم. ايڇ. پنهور

پنيپور شايد پنجويهہ سؤ سال پراڻو شهر هجي، جيتوڻيڪ اسان کي ان جا مسلسل رڪارڊ سن 324 ق. م. کان ملن ٿا.

1. دارا اعظم سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ پشاور مان اسڪائلئڪس اميرالبحر جي هٿان سنڌو درياهہ جو معائنو ڪرايو ۽ اسڪائلئڪس درياهہ جي چيڙي کان ڳاڙهي سمنڊ جي رستي 518 ق.م. ۾ مصر پهتو. دارا، فرعون (نيڪو ثاني) جي نيل مان ڳاڙهي سمنڊ تائين ٺاهيل واهہ جي مرمت ڪرائي، جيئن بحري جهاز ڳاڙهي سمنڊ کان نيل جي ذريعي يونوچ سمنڊ تائين پهچي سگهن.

ان کان اڳ، سنڌ جا تجارتي تعلقات، مصر سان بذريعہ ميسو پوٽيما يا عربستان جي هئا، پر هن ساموندي رستي کُلڻ سان سنڌ مان جهاز يونوچ رستي يورپ تائين وڃي سگهيا ٿي.

2. هونءَ تہ سنڌ جا تعلقات ميسوپوٽيما سان 1850 ق.م. کان رهيا آهن، ۽ اتان جي بادشاهن خاص طور سارگن اول ۽ نرمسين (2637 کان 2582 ۽ 2557 کان 2520 تائين) پڻ سنڌ ڏانهن تجارتي جهاز روانا ڪيا. 650 کان 155 ق.م. تائين صابيم پڻ هندستاني مصالحا، عربستان جي ذريعي مصر، ميسوپوٽيما، شام، اسرائيل ۽ يورپ تائين پهچايا هئا.

3. اسڪائلئڪس جي بحري سفر جو پتو يونانين کي نہ هو، ان ڪري سڪندر اعظم، جنهن دارا جي سڄي سلطنت پنهنجي حڪومت اندر آندي هئي، ساڳيو ئي فيصلو ڪيو تہ سنڌ کي مصر سان بحري رستي ملائي، تجارت وڌارائجي. ان سلسلي ۾ هن اميرالبحر نيئرڪس کي سنڌ جي قديم اندروني بندرگاهي شهر پٽالا کان ايراني نار رستي ميسوپوٽيما روانو ڪيو ۽ پاڻ سنڌو

درياهہ جي اولاهين ۽ ننڍي شاخ رستي روانو ٿيو. سمنڊ پهچڻ کان ڪجهہ ميل اڳ ۾ هڪ شهر ۾ وارد ٿيو، جنهن کي هن "سڪندر جو بهشت" (Alexander's Heaven) نالو ڏنو. چاڪاڻ تہ ڀنڀور جي کوٽائيءَ جا هيٺيان تهہ 150 ق. م تائين پهچن ٿا ۽ انهن کان هيٺين تهن ۾ پاڻيءَ جي ڪري کوٽائي نہ ٿي سگهي آهي. انهيءَ ڪري ڊاڪٽر ايف. اي. خان اندازو لڳايو آهي تہ هيٺيون حصو شايد ان کان 300/200 سال پراڻو هجي ۽ شايد اهو 'سڪندر اعظم جو بهشت' هجي. اها ڳالهہ ثابت ڪري ٿي تہ هي شهر گهٽ ۾ گهٽ 324 ق.م موجود هو ۽ شايد اسڪائلئڪس پڻ هن شهر مان 518 ق.م ۾ لنگهيو هو.

4. سنڌو درياهہ جي اولهہ واري شاخ ٻن ڀهاڙن جي وچان لنگهي ٿي: هڪ مڪلي ۽ جنگشاهي وارن ڀهاڙن جي وچ ۾ ۽ ٻيو ڀنڀور ۽ اُن جي سامهون ٻيٽن مان زمين جي وچان، جنهن زمين جي هيٺ پڻ پهاڙ آهي. نَدين جو قاعدو آهي تہ هڪ دفعو ڪنهن پهاڙ جي وچان لنگهن ٿيون، تہ پوءِ اتي اونهو گهارو ڪري پنهنجو پيٽ سوڙهو، پر اونهو ڪن، جنهن کي انگريزيءَ ۾ "Gorge" چئبو آهي. هڪ دفعو ندي گارج ۾ ڦاٿي تہ اتان ڪيئي صديون ٻاهر نہ نڪري سگهندي آهي، جيئن سکر ۽ بکر جي وچان سنڌوندي ڏهين صديءَ جي آخر کان ڦاٿل آهي ۽ ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ سوا ٻن سؤ سالن کان ڦاٿل آهي. انهيءَ ڪري ڀنڀور هڪ دائمي شهر جي صورت حاصل ڪئي. ساڳي طرح ساموئي پڻ ٿي سگهي ٿو تہ تمام قديم شهر هجي، پر کوٽائيءَ جي ضرورت آهي.

5. ٿي سگهي ٿو تہ انهيءَ ساڳئي وهڪري تي ٻيا پڻ قديم شهر هجن، جن آرڪيالاجي وارن جي اجا تائين ڪوڏر نہ ڏني آهي.

6. سڪندر اعظم، نيئرڪس کي بئبيلان (بابل) پهچڻ کان بعد ايراني نار کان ڳاڙهي سمنڊ رستي مصر روانو ڪرڻ وارو هو، پر سندس موت هي منصوبو في الحال روڪائي ڇڏيو.

7. سڪندر جي موت کان پوءِ سندس سلطنت ٽڪرن ۾ ورهائجي ويئي ۽ سندس ويجهي ياءُ ٽالمي کي مصر جو علائقو مليو. ٽالمي اتي پنهنجو گهراڻو قائم ڪيو، جنهن ٽي سئو سال حڪومت ڪئي. ان خاندان نہ فقط علم ۽

واپار ڪي وڌايو پر سنڌ سان ڳاڙهي سمنڊ جي رستي تعلقات قائم رکيا. اهي مختصر هيٺن آهن:

الف: 317-285 ق.م تائين. امير البحر فلو جي ذريعي ڳاڙهي سمنڊ ۾ جهاز راني جا آسان رستا ڳولڻ.

ب: ڳاڙهي سمنڊ تي علحده جڳهه، مثلاً آرسينو، برنس، مايوس، آدولس ۽ ٻيا ڪيترا بندر قائم ڪرڻ، جن رستي سنڌ سان واپار ٿي سگهي.

ج: فرعون (نيڪو ثاني) جي واهه جي مرامت ڪرائڻ ۽ ٻيا واهه کوٽائڻ، جيئن نيل مان ڳاڙهي سمنڊ تائين پهچي سگهجي. انهن اپائن جي ڪري مصر جو واپار سنڌ سان چالو ٿيو.

8. ان زماني ۾ جهاز سمنڊ جو ڪنارو وٺي ڳاڙهي سمنڊ کان عدن پهچندا هئا. اتان وري سمنڊ جو ڪنارو وٺي بحرين ايندا هئا. بحرين مان ايراني نار کي ٽپي ايران ۽ مڪران جا ڪنارا وٺي پنڀور پهچندا هئا، جنهن کي يونانين باربريڪان (Barbarican) چيو آهي، ۽ ذڪرڻ سنڌ کي پڻ انهيءَ نالي سان ڪوٺيو آهي.

9. هندستان جو سڄو مال ۽ پڻ سري لنڪا ۽ ذڪرڻ هندستان جو مال، انهن جي پنهنجي مختلف بندرن مان سمنڊ جو ڪنارو وٺي باربريڪان پهچندو هو. ٻئي طرف اتر هندستان جو سڄو مال، آسام، بنگال، نيپال، ڀوٽان سميت گنگا ۽ جمنا جي رستي دهليءَ جي اُتر ۾ هريانا صوبي تائين پهچايو ويندو هو، جتان اٺن رستي 50 ميل دور ستلج ۾ ايندو هو ۽ ستلج جي ذريعي پنج-ند پار ڪري باربريڪان (پنڀور) پهچندو هو. اهڙيءَ طرح پنڀور سڄي هندستان جو مال درآمد ۽ برآمد ڪرڻ جو هڪ مکيه وسيلو هو. نه فقط ايترو، پر چين جو مال، کوتان شهر جي وسيلي شاهراه ريشم جي ذريعي سوات يا پشاور ۽ ڪابل جي ذريعي سنڌونديءَ ۾ پهچايو ويندو هو، جتان اهو پنڀور روانو ڪيو ويندو هو. انهيءَ مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته عيسوي صدي جي شروعات جي وقت ۾، دنيا ۾ وڏي ۾ وڏو تجارتي بندر صرف "پنڀور" ئي ٿي سگهي ٿو.

10. سنڌ مان جيڪي شيون درآمد برآمد ڪيون وينديون هيون، تن جي لسٽ تمام وڏي آهي، پر مثال طور چند نالا ڏيڻ مناسب ٿيندو. مثلاً هيرا،

جواهر، سنگ مرمر، سليماني پٿر، عقيق، عقيق احمر، عقيق سليماني، فيروزه، ياقوت، ياقوت ڪبود، لعل، سچو بلور، نيلم، دوڏيو پٿر؛ ڳاڙها ڪارا مرچ، ڦوٽا، سُنڍ، عطر، ڪنڊ، ڪونئر، لاک، نير، عاج، پستا، بادام، نيزا، ڪشمش، ڪپهه، شيشم، ديال، ساڳ، چانور، جوئر، ڪٽڪ ٻاجهر، تر، داليون، تيلي ٻج، مشڪ، ڪٿوري، ريشم وغيره. جي شيون ٻاهران گهرايون ويندڙيون هيون، تن ۾ يورپي عورتون، مصري ڪپڙو، چانديءَ جا برتن، هيرا، شيشو، سون، موتي وغيره.

11- پر سائنسي ڪوجنا هميشه انقلاب آڻدا آهن. بحري هوا جي معلومات اهڙي قسم جي سائنسي تحقيقات هئي. معلوم ڪيو ويو ته 50ع جي قريب هڪ يوناني سائنسدان/ جاگرافيدان معلوم ڪيو ته عربي سمنڊ مان اپريل کان سيپٽمبر تائين ڏکڻ اولهه کان اتر اولهه طرف هوا لڳي ٿي ۽ آڪٽومبر کان مارچ تائين اتر اوڀر کان ڏکڻ اولهه تائين هوا لڳي ٿي. انهيءَ نئين تحقيق جو فورا فائدو ورتو ويو ۽ جهاز، جي مصر کان ڳاڙهي سمنڊ جي رستي عدن پهتا ٿي، سي سِڙهن جي مدد سان چاليهن ڏينهن اندر هندستان جي اولاهين ڪناري تائين پهچي سگهيا ٿي ۽ تقريباً ويهن سالن اندر واپاري عدن کان هندستان جي اولهه وارن بندرن تائين اونهاري جي موسم ۾ ايندا هئا ۽ سياري جي موسم ۾ واپس ويندا هئا. انهيءَ تحقيق پنهور جي واپار کي وڏو ڌڪ هنيو. پر 50ع کان اڳ پنهور سان صرف رومي سلطنت جو واپار 550 ملين سون جي سڪي جو هو، جنهن سڪي جي قيمت اڄ جي ٽن هزارن رپين جي برابر آهي، يعني هڪ هڪ سڪو هڪ تولي جي وزن جو هو. اهو سڄو خرچ هندستان ۽ چين جي عياشي- شين جي درآمد تي خرچ ڪيو ويندو هو ۽ تجارت جو رستو روم کان مصر جي اسڪندريه شهر کان نيل جي ذريعي، فرعون نيڪو جي واهه جي ذريعي ڳاڙهي سمنڊ مان ٿيندو، عدن کان لنگهندو، بحرين ٿيندو، مڪران جو ڪنارو وٺي، سنڌوندي جي ڇوڙ تائين پهچندو هو.

12. پنهور جي لاءِ سن 50ع کان وٺي 650ع تائين معلومات تمام گهٽ آهي، پر تازو آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي هڪ پروفيسر مارٽن گِلبرٽ جي جستجو ڪجهه نيون حقيقتون نروار ڪيون آهن، جي پنهور تي نئين

روشني وجهن ٿيون.

الف: ايراني يهودي 300ع ڌاري ديبل يا پنيور ۾ واپار لاءِ ايندڙ هئا. اهي ريڊنائيٽ گروپ (هڪ فرقو) جا ماڻهو هئا ۽ چين ۽ يورپ جي وچ ۾ واپار ڪندا هئا.

ب: يهودي هندستان ۾ شايد 175 ق.م ۾ پهتا ۽ چاڪاڻ تہ قديم دنيا ۾ هنن جو واپار تي هميشه قبضو رهيو، تنهن ڪري هو ديبل/ پنيور ۾ يقيناً ان زماني ۾ آيا هوندا، جنهن وقت پنيور جو واپار ترقي ۽ عروج تي هو.

ج: تجارتي هوائن جي تحقيقات ڪان پوءِ ايراني يهودي هندستان جي ٻين بندرن ڏانهن روانا ٿي ويا، جن جو عدن رستي روم جي سلطنت ۽ مصر سان واپار وڌيو. انهن بندرن ۾ بامبي، گوا، ڪوچين، ڦٺلن ۽ مدراس بہ اچي ويا، جتي 1543ع ڪان پوءِ پورچوگيزن اچي ڪيترن کي قتل ڪرايو يا جلايو.

د: يهودين جو ديبل/ پنيور ۾ عبادت خانو (Synagog) هيو. ۽ چاڪاڻ تہ ايراني يهودين جا بنو اميہ سان سٺا تعلقات پيدا ٿي چڪا هئا، ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو، تہ عربن کي سنڌ تي حملي ڪرڻ ۾ ٻڌ مذهب وارن نہ، پر يهودين مدد ڪئي هجي.[1]

ح: سن 800ع ۾ پڻ يهودي پنيور/ديبل ۾ واپار ڪندي نظر اچن ٿا، ۽ ڪيترا يهودي رٻا ديبل آيا. سن 1165ع ۾ اسپين جي يهودي بنجامن جيوڊيلا ترڪي، عربستان ۽ هندستان جو سفر ڪيو ۽ ديبل جو ذڪر ڪيو. ان مان معلوم ٿو ٿئي تہ اهو شهر 1165ع ۾ موجود هو.

13. مٿئين سڀني قصي مان معلوم ٿو ٿئي تہ پنيور سن 40ع ۾ پنهنجي عروج تي هو ۽ تقريباً 711ع ڪان 1226ع تائين هڪ معمولي بندرگاهہ هو. اُن جو عروج ڪافي گهٽ ٿي چڪو هو. بنو اميہ ۽ بنو عباس جي دور ۾ ڪوٽاڻ ڪان وري رستا بغداد ۽ دمشق تائين قائم هئا، ان ڪري افغانستان ۽ چين جو واپار انهن ملڪن سان سڌو ٿيندو هو، پر ان هوندي بہ هڪ مکيہ بندر هو، جنهن کي 1226ع ۾ جلال الدين خوارزم شاهہ لٽ مار ڪان پوءِ

---

[1] اڃا تائين ڪوبہ ثبوت ڪونہ ٿو ملي تہ يهودين ديبل فتح ڪرڻ ۾ عربن جي مدد ڪئي. مصنف سواءِ ڪنهن تصديق ۽ سندجي پنهنجو رايو ڏنو آهي. البت هن مان معلوم ٿئي ٿي تہ ليکڪ پنيور کي ئي ديبل سمجهي ٿو.

## ماخذات


1. *M.H. Panhwar: "International Trade of Sind through its port Barbarican (Bhambhore) Sindhological Studies", 1981.*
2. *Martin Gilbert:"Jewish History Atlas", London, 1978.*
3. *Warmington:"Commerce between Roman Empire and India". 1928, London.*
4. *Wilson:"The Persian Gulf from earliest times to begining of 20th Century", London, 1954.*
5. *Hourani:"Arab Seafaring in Indian ocean", Princeton, 1950.*
6. *Scoff:"The Periplus of Erythaeanc Sea", Philadelphia, 1912*
7. *Mc Crindle: "Ancient India as described by Ptolemy" 1884.*
8. *Mc Crindle: "Ancient India as described in classical literature", Westminister, 1901 (Contents Strabo's Geography and Pliny's National History).*




# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پنَ جا سڀ ڪم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۾ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۾ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۾ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۾ نتيجي طور سماجي ۾ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۾ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۾ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوڻ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)